# يادن جا ورق

علي احمد قريشي



منچر پبليڪيشن

kaptan abro

# يادن جا ورق

علي احمد قريشي

ايڊيٽر
پروفيسر اعجاز احمد قريشي

منچر پبليڪيشن، دادو، سنڌ

ڪتاب جا حق ۽ واسطا محفوظ آهن


| | |
|---|---|
| ڪتاب: | يادن جا ورق |
| ليکڪ: | علي احمد قريشي (وڪيل) |
| ايڊيٽر: | پروفيسر اعجاز احمد قريشي |
| ڇاپو پهريون : | جولاءِ 2012ع |
| تعداد: | هڪ هزار |
| ڪمپوزر: | سارنگ امداد / محمد اقبال ابڙو |
| ڇپيندڙ: | عريبہ پبليڪيشن ڪراچي |
| ڇپائيندڙ: | منچر پبلڪيشن دادو، سنڌ |
| ملهہ: | 300 رپيا |

| | |
|---|---|
| Title of Book | : Yadun Ja Warq (Memories) |
| Writer | : Advocate Ali Ahmed Qureshi |
| Editor | . Prof. Ajiaz Ahmed Qureshi |
| Edition First | : July 2012 |
| Quantity | : One Thousand |
| Composing | : Sarang Abro/ M. Iqbal Abro |
| Lay Out | : Zafar Aftab |
| Printed by | : Areeba Publications, Karachi |
| Published by | : Manchar Publication, Dadu, Sindh |
| Price | : Rs 300/- |

**ملڻ جو هنڌ / رابطو**

سنڌ جا مختلف بوڪ اسٽال

0300 3040 737, 0306 2317 787

# ارپنا

آءُ پنهنجو
هيءُ قلمي پورهيو
ارپيان ٿو،

سنڌ جي ٻن سرموڙ سياسي اڳواڻن
سائين جي ايم سيد ۽
ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي کي.

سائين جي ايم سيد، جنهن سنڌ ۾
جديد قومپرستيءَ جا مضبوط بنياد وڌا
۽
ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، جنهن
سنڌ جي هارين ۾ حقن لاءِ
هلچل پيدا ڪئي
۽ ڪين ٻنئي ۾ اڌواڌ جو حصيدار بڻايو.

# فهرست


■ ايڊيٽر پاران — پروفيسر اعجاز احمد قريشي 7
■ ميان علي احمد قريشي: هڪ پروفائيل — امام علي ڏيٽو 13
■ مهاڳ — امان الله شيخ 16
■ ٻه اکر — ڪامريڊ روچي رام 24
■ مان، منهنجو ڳوٺ ۽ ڪجهه ٻيون يادون 27
- منهنجي پيدائش 29
- منهنجي تعليم 30
- سن شهر بابت 33
- لاڪا شهر بابت 35
- سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ داخلا 37
- بختيارپور بابت ڪجهه وڌيڪ احوال 40
- ڪاليج 42
- سنڌ مدرسي جا ڏينهن 46
- ڪراچيءَ جو ذڪر 49
- جهونا ڳڙهه جو احوال 50
- ممبئي گهمڻ جو شوق 54
- بي مهاياري لڙائي 57
- ملٽري ٽريننگ جو احوال 58
- نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ 59
- وڪالت جو دور 62
- منهنجا منشي 65
- دادو بار ايسوسيئيشن 66
- دادو شهر بابت 67
- منهنجي سياست ۾ دلچسپي 69
- دادوءَ جون ادبي سرگرميون 69
- دادوءَ ۾ وڪالت 71
- ورهاڱو: جيئن مون ڏٺو! 74
- ذاتي زندگي جو ڪجهه حال احوال 77
- قصو جڳهه ٺهرائڻ جو 81
- منهنجي شادي ۽ اولاد جو تفصيلي احوال 82

- منهنجي بي شادي 85
- منهنجي سهري جي وفات 85
- منهنجو ياءُ ڊاڪٽر عبدالڪريم قريشي 87
- ڪلاسيڪل راڳ جو شوق 88
- شڪار جو شوق 89
- منڇر ڍنڍ بابت ڪجهه احوال 91
- ڪرڪيٽ جو شوق 92
- والي بال - ٽينس ڪلب 93

■ **يورپ جو سير ۽ سفر** 97
- بيروت 94
- دمشق 95
- استنبول 95
- اٿينس 97
- روم 97
- لنڊن 99
- پئرس 101
- جنيوا 103
- قاهره 104

■ **سماجي ۽ سياسي سرگرميون** 106
- طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جو قيام 106
- سياست ۾ بهرو وٺڻ 108
- چونڊن جو ذڪر 112
- شهدادڪوٽ چونڊ جو ذڪر 115
- ڍاڪا ۾ شيخ مجيب الرحمان جون لنيون 116
- ون يونٽ 120
- ذوالفقار علي ڀٽي جي پارٽي ۽ سندس حڪومتي دؤر 121

■ **هندوستان جو سفر** 124
- بمبئي ۾ شاهه جي ورسي 125
- اَلورا جا مَندر 127
- اورنگ آباد 130
- اجنتا جا مندر 131
- بمبئي جو ذڪر 134
- الهاس نَگر يا سنڌو نگر 137
- جئيپور ڏانهن 140

- اجمير شريف 144
- آڏيپور 146
- دهلي 148
- حضرت نظام الدين اوليا، امير خسرو ۽ مرزا غالب 151
- لال قلعو 154
- قطب مينار 156
- آگرو ۽ تاج محل 160
- تاج محل 160
- فتح پور سِڪري 164
- مسوري ۽ هردوار 165
- هندستان جي سفر تي تاثرات 167

■ **ڪجھ ٻيا سفر** 170
- افغانستان جو سفر 170
- ٿر جو سفر 171
- ڪيٽي بندر 172

■ **منهنجا دوست ۽ ساٿي** 173
- سائين جي ايم سيد 185
- سائين جي ايم سيد ڏانهن ڪجھ خط 192
- تاج محمد صحرائي 194

■ **سنڌ جي تاريخ جو هڪ ڪارو باب:**
**اويڪيو پراپرٽي ائڪٽ** 197

■ **سنڌ هاري ڪاميٽي جا اجلاس ۽ ڪانفرنسون** 204
- ٽائين ساليانې ڪانفرنس: دادو 3 کان 5 مارچ 1950ع (ٺهراءَ ۽ تفصيل) 204
- اجلاس: حيدرآباد سنڌ: 11 جون 1950ع 216
- اجلاس: سن: 20 اگسٽ 1950ع 219
- ورڪرس ميٽنگ: حيدرآباد - 15 آڪٽوبر 1950ع 223
- ورڪنگ ڪاميٽي جي ميٽنگ: حيدرآباد سنڌ 15 آڪٽوبر 1950ع 227
- ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي گرفتاري جي ننڌا 232

# ايڊيٽر پاران

هيءَ ڪتاب منهنجي بابا سائين علي احمد قريشي جي يادگيرين تي مشتمل آهي جنهن ۾ سندن ذاتي حال احوال سان گڏ ان دور جي سياسي ۽ سماجي حالتن جي پڻ ڪي قدر عڪاسي ٿئي ٿي. بابا سائين جن جي شخصيت جو سياسي ۽ سماجي پاسو سندن خاص سڃاڻپ رکي ٿو جنهن جي شروعات پاڻ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿي ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي سرواڻي ۾ ساٿ ۾ جدوجهد ڪرڻ سان ڪيائون. جيتوڻيڪ بعد ۾ نعپ ۾ بہ شامل ٿيا پر سنڌ هاري ڪاميٽي سندن خاص سڃاڻپ بڻيل رهي.

سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌ جي انهن اهم ترين سياسي ۽ معاشي مسئلن جي حل لاءِ جاکوڙيو جيڪي اسان جي سماج جي "ڪرنگهي جي هڏي" چئي سگهجن ٿا. سنڌ جي معيشت جيڪا گهڻي ڀاڱي زرعي معيشت آهي ان جي هلت چلت (Circulation) ۾ بنيادي ۽ سڀ کان اهم ڪردار جيئن تہ "هاري" جو آهي، تنهنڪري سنڌ هاري ڪاميٽي شروع کان پنهنجي متن مقصدن ۾ ان ڳالهہ کي واضح ڪيو تہ جيستائين سنڌ جي هاريءَ کي بنيادي انساني ضرورتون ۽ سهوليتون (جيڪي عالمي انساني حقن جي قانونن موجب مڃيل آهن يعني رهائش، تعليم، صحت ۽ سنڌس پورهئي جو مناسب اجورو وغيره) پوري طرح مهيا نہ ڪيون وينديون تيستائين سنڌ جي سياست ۽ سياسي معيشت نہ رڳو اسري نہ سگهندي پر ڏينهون ڏينهن زوال پذيريءَ ڏانهن ڌڪبي ويندي. سنڌ هاري ڪاميٽي جي جدوجهد ڪهڙن ڪهڙن مرحلن مان گذرندي رهي ۽ ان ڪهڙيون ڪاميابيون حاصل ڪيون، اهو

جيتوڻيڪ هڪ مستقل ڪتاب جو موضوع آهي پر پوءِ بہ هيٺ ان جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

12 جولاءِ 1930ع تي ميرپورخاص ۾ پهرين هاري ڪانفرنس جمشيد مهتا جي صدارت ۾ ٿي جنهن جي مرحبا ڪميٽي جو چيئرمين سائين جي ايم سيد هو. هن ڪانفرنس ۾ ”سنڌ هاري ايسوسيئيشن“ ناهڻ جو فيصلو ڪيو ويو، جنهن جي عهديدارن ۾ مسٽر گوڪلي، جيٺمل پرسرام، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سائين جي ايم سيد شامل هئا. ڪانفرنس ۾ هيٺيان ٺهراءَ منظور ڪيا ويا:

1- سکر بئراج هيٺ آيل جملي سرڪاري زمين مڪاني هارين کي سستي، مالڪائي ۽ سهوليت وارين قسطن تي ڏني وڃي.
2- زميندارن جي قبضي هيٺ زمينن تي هارين جي حقن کي محفوظ رکڻ واسطي ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪيو وڃي.
3- بي زمين هارين کي ووٽ جو حق ڏنو وڃي.
4- سرڪار طرفان ڳوٺن ۾ زوري ۽ مفت تعليم ڏني وڃي ۽ بالغن جي تعليم جو بندوبست ڪيو وڃي.
5- هارين کي ڪو آپريٽو سوسائيٽي مان قرض وٺڻ لاءِ ڪو آپريٽو ائڪٽ ۽ قاعدن ۾ ردوبدل ڪئي وڃي.
6- سنڌ ۾ مارگيج بئنڪ قائم ڪئي وڃي.

مٿي ڄاڻايل مطالبا سنڌ جي تڏهوڪي انتظامي سرشتي اندر هارين جي ترقيءَ جي راهن کولڻ جي حوالي سان نهايت اهم هئا پر جيئن تہ اسيمبلين ۾ زميندارن ۽ جاگيردارن جي اڪثريت هئي ۽ ڪامورا شاهي پڻ ساڻن بٺ هئي تنهنڪري ان تي ان وقت ڌيان نہ ڏنو ويو. پر پوءِ بہ انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ مختلف وقتن تي سڄي سنڌ ۾ هاري ڪانفرنسون منعقد ڪري احتجاج ڪيو ويو ۽ ٺهراءَ پاس ڪري حڪومت کان مطالبا ڪيا ويا. نتيجي ۾ 26 جون 1943ع تي سنڌ اسيمبلي پاران هارين جي حقن لاءِ قانون سازيءَ واسطي ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪرڻ لاءِ

هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي جنهن ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙو، پير الاهي بخش، راءِ بهادر گوڪلاس، سائين جي ايم سيد ۽ ٻيا شامل هئا. جيتوڻيڪ ان ڪاميٽيءَ ۾ سڀ زميندار ۽ ڪامورا شامل هئا ۽ هارين جو ڪوبه نمائندو شامل نه هو. پر پوءِ به ان ڪاميٽيءَ جيڪي سفارشون جوڙيون، 1947ع تائين ان جو ڪو به ڪڙتيل نه نڪتو ۽ وري به 3 مارچ 1947ع تي راجر ٿامس جي سربراهيءَ ۾ "هاري جانچ ڪاميٽي" جوڙي وئي جنهن ۾ محمد مسعود، نورالدين صديقي، آغا شاهي ۽ ٻيا ڪامورا شامل هئا.

چاٽايل ڪاميٽيءَ 1948ع ۾ 298 صفحن تي مشتمل هڪ رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ۾ 37 صفحن تي مشتمل محمد مسعود کدر پوش جو اختلافي نوٽ پڻ شامل هو، جنهن کي ڪافي عرصي تائين دٻايو ويو.

آخرڪار يوسف هارون جي وزارت اعليٰ جي ڏينهن ۾ مارچ 1949ع ۾ ٽيننسي بل تي غور ويچار لاءِ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ پاران 21 ڄڻن تي مشتمل هڪ سليڪٽ ڪاميٽي جوڙي وئي جنهن ۾ پڻ هارين طرفان ڪوبه نمائندو شامل نه هيو. حيرت آهي ته مسٽر کهڙو جيڪو ڪاميٽيءَ ۾ ته شامل ڪونه هيو پر ڪائنس زميندار جي حيثيت ۾ ٽن ڏينهن تائين شاهدي ورتي وئي پر ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي اڳواڻي ۾ هارين جي نمائندن کان شاهدين وٺڻ لاءِ ڪين رڳو ڏيڍ ڪلاڪ جو وقت ڏنو ويو.

آخرڪار 4 اپريل 1950ع تي سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پاس ٿيو. جيتوڻيڪ پاس ٿيل ٽيننسي ائڪٽ سنڌ ۾ هارين ۽ زميندارن وچ ۾ مامرن جي نبيري ۽ هارين جي بنيادي انساني حقن جي تحفظ لاءِ ڪو سگهارو ۽ اطمينان بخش حل پيش نه پئي ڪيو، پر پوءِ به اڳ واري هارين جي انتهائي غير محفوظ ۽ غلامانه صورتحال جي ڀيٽ ۾ هڪ قدم اڳتي ضرور چئي سگهجي ٿو.

ان ڪانپوءِ ملڪي سطح تي ڪجهه اهڙيون ڦيريون گهيريون آنديون ويون، جن جي ڪري ملڪي معيشت هڪ وڏي صوبي وٽ سميٽجي وئي. يعني 1954ع ۾ ملڪ ۾ ون يونٽ لاڳو ڪري صوبائي اسيمبليون ختم ڪيون ويون جنهنڪري ٽيننسي ائڪٽ جو سهارو پڻ سنڌ جي هارين لاءِ بي معنيٰ بڻجي ويو. 1958ع ۾ مورڳو ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري آئين ۽ قانون کي تہ ختم ڪيو ويو. پر ون يونٽ کي جيئن جو تيئن قائم رکيو ويو.

ان کان پوءِ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ سندس ساٿين ون يونٽ جي خاتمي لاءِ جدوجهد ڪئي، جنهن ۾ کين تمام گهڻيون تڪليفون ۽ صعوبتون برداشت ڪرڻيون پيون. (جنهن جو بابا سائين پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ذڪر ڪيو آهي) آخرڪار سندن جدوجهد رنگ لاتو ۽ 1970ع ۾ ون يونٽ ٽوڙي صوبن جي جوڙجڪ بحال ڪئي وئي ۽ ملڪ ۾ هڪ ماڻهو هڪ ووٽ وارو جمهوري سرشتو جاري ڪيو ويو.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي شخصيت جيئن تہ ان سموري جدوجهد جو محور ۽ مرڪز هئي. تنهنڪري 1970ع ۾ سندس وفات بعد سنڌ هاري ڪاميٽي جدوجهد جي ان سلسلي کي بخوبي جاري رکي نہ سگهي آهي. بدليل حالتن ۾ صورتحال جو جائزو وٺي هارين جي حقن لاءِ نيون راهون ۽ رستا اختيار ڪيا وڃن ها، پر اهو سڀ ڪجهہ نہ ٿي سگهيو. ان جا سبب ۽ ڪارڻ ڪهڙا هئا ان بابت سنڌ جي سياسي مؤرخن ۽ تجزيہ نگارن کي کوجنا ڪرڻ کپي.

سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي جدوجهد جي نتيجي ۾ سنڌي سماج ۾ هيٺيون تبديليون واضح طور نظر اچڻ لڳيون:

(1) سنڌ جي ڳوناٺي زرعي معشيت جي "خدا" بڻيل سخت جاگيرداري سرشتي ۾ ڏارون پوڻ لڳيون.

(2) سنڌ جي هارين ۽ پورهيتن ۾ وڏي پئماني تي سجاڳي پئدا ٿي ۽ کين پنهنجي سماجي تشخص، حقن ۽ فرضن جو شعور بيدار ٿيو.

(3) سياسي سجاڳي اچڻ ڪري هارين ۽ پورهيتن جو اولاد تعليمي ميدان ۾ اڳتي وڌيو ۽ انهن اڳتي هلي شهري سماج جي جوڙجڪ ڪئي ۽ انتظامي شعبن جون واڳون سنڀاليون ورتيون.

(4) سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي جدوجهد جي رد عمل ۾ مختلف حڪمرانن طرفان وقت بوقت ملڪ ۾ زرعي سڌارن آڻڻ ۽ هارين ۾ زمينن ورهائڻ جا اعلان ڪيا ويا.

انهيءَ صورتحال سنڌي سماج ۾ مڊل ڪلاس جي اڀَر ۽ جوڙجڪ لاءِ راهون هموار ڪيون ۽ مجموعي طور تي سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌي سماج جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ بنيادي ڪردار ادا ڪيو ۽ هينئر ان سلسلي کي اڳتي وڌائڻ لاءِ موجوده دور جي سياسي معيشت جي نئين سر اڏاوت ڪرڻ جي ضرورت آهي.

بابا سائين جن هاري تحريڪ ۾ سرگرم رهڻ کان سواءِ دادوءَ ۾ نوجوانن کي تيار ڪرڻ. تعليم لاءِ ڪوشان رهڻ ۽ دادو شهر ۾ سماجي ڪمن ۾ تمام گهڻو سرگرم رهيا. پاڻ ۽ سندن ٻين ترقي پسند دوستن جي سنگت دادوءَ ۾ ڪافي ڪم ڪيو جنهن جو دادو شهر ۽ خاص طور تي نوجوانن تي سٺو اثر پيو ۽ ڪافي شاگردن جي سوچ بدلي. تاج صحرائي صاحب سان گڏ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول قائم ڪيائون. پاڻ وڪالت جي ڪيتر ۾ ڪامياب رهيا ۽ هڪ بهترين وڪيل جي حيثيت سان دادو ضلعي ۾ ڪافي اڳيان رهيا ۽ ان ڪيتر جي اڳواڻي ڪئي. دادوءَ ۾ سياسي طور سرگرم هئا. سندن لاڳاپو محترم جي ايم سيد سان رهيو. محترم ذوالفقار علي ڀٽي صاحب کين ڪيترائي دفعا پي پي ۾ اچڻ جي آڇ ڪئي پر پاڻ ڪيس جواب ڏنائون. پاڻ ڪردار ۽ اخلاق جي حوالي سان تمام مضبوط رهيا. سندن سڀاءُ هميشه نرم رهيو. پنهنجي ٻارن جي پڙهائي خاص طور تي اسان ڀائرن تي ڪافي سختي پڻ ڪيائون. ڪپڙي لٽي پائڻ ۾ هميشه سٺو لباس پائيندا رهيا آهن ۽ کاڌي پيتي جي حوالي سان تمام سادگي ۽ ٿوري کائڪ رهيا آهن. سندس ڪردار صاف سٿرو ۽ ٻي

داغ رهيو آهي. مون کي اِهو چڱي طرح ياد آهي تہ ڪيترا دفعا دادوءَ ۾ سائين جي ايم سيد، حيدربخش جتوئي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، غلام محمد لغاري، اجمل خٽڪ، ولي خان وارا اچي اسان جي اوطاق تي رهندا هئا. خاص طور تي سياسي جلسن دوران. بابا هاري ڪاميٽي سان گڏ ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو.

مون هن ڪتاب ۾ بابا سائين جي يادگيرين سان گڏ سندن مضمون پڻ شامل ڪيا آهن. جن ۾ هڪ ڀرپور مضمون اويڪيو پراپرٽي يعني متروڪ املاڪ بابت آهي. جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ جون اهي ملڪيتون جيڪي سنڌي هندو ڇڏي هليا ويا هئا سي هندستان مان ايندڙ اردو ڳالهائيندڙ مسلمانن کي ڏنيون ويون. اهي تمام گهڻيون ملڪيتون هيون. سنڌي مسلمانن کي انهن ملڪيتن مان ڪجهہ بہ نہ ڏنو ويو. اهو مضمون تمام ڀرپور لکيل آهي. اهڙي نموني هڪ مضمون سائين جي ايم سيد بابت ۽ هڪ سائين تاج صحرائي بابت آهي. سنڌ هاري ڪاميٽي جي جن اجلاس ۽ جلسن ۾ بابا سائين شريڪ ٿيو انهن جو رپورٽون "ڪاروائي رجسٽر" جي قلمي مسودي تان وٺي مون ڪتاب ۾ شامل ڪيون آهن. ان کان سواءِ آتم ڪٿا ۾ سندن زندگي جي ڪهاڻي سان گڏ دنيا جو سير سفر بہ قلمبند ڪيل آهي. اميد ڪجي ٿي تہ پڙهندڙن کي هي ڪتاب پسند ايندو. اسان کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن ڪي دوست پنهنجي راين کان آگاهہ ڪندا.

آءُ هن ڪتاب جي سهيڙ ۾ پنهنجن دوستن ثناءَ الله سومرو ۽ جناب رجب علي آزاد جو ٿورائتو آهيان.

**پروفيسر اعجاز احمد قريشي**

ڪراچي، سنڌ

پهرين جولاءِ 2012

# ميان علي احمد قريشي: هڪ پروفائيل

علي احمد قريشي هِڪ معروف سماجي، سياسي اڳواڻ سان گڏ پيشي طور تي هڪ ڪُل وقتي زميندار ۽ ايڊووڪيٽ آهي. مقامي طور تي سندس سڃاڻپ هِڪ زميندار واري بہ آهي، جڏهن تہ 1945ع کان پاڻ وڪالت جي پيشي سان لاڳاپيل آهن. پاڻ سيشن ڪورٽ دادو ۾ هِڪ ناليواري وڪيل طور پنهنجون خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن، جڏهن تہ هاءِ ڪورٽ لاڙڪاڻو، حيدرآباد ۽ ڪراچي بينچيز ۾ پڻ سرگرم آهن. علي احمد قريشي، جن کي پنهنجي برادري ۾ "ميان علي احمد ايڊووڪيٽ" طور وڌيڪ سڃاتو ۽ سڏيو وڃي ٿو. پاڻ نهايت ئي باوقار، اصول پرست، بردبار ۽ هڪ ذميوار شخص طور پنهنجي سموري زندگي بصر ڪئي اٿن. پاڻ فيبروري 1920ع ۾ سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ بختيارپور ۾ اک کوليائون. ابتدائي تعليم آراضي ۽ بعد ۾ لاڪا، سن، ڪراچي، جهوناڳڙهہ ۽ بمبئي ۾ حاصل ڪيائون. زميندار ي کين ورثي کان ملي هئي. ان ڪري پاڻ زميندار جي حيثيت ۾ پنهنجي زمين کيڙائڻ سان گڏ وڪالت جي پيشي کي پڻ ٽائيم ڏيڻ لڳا ۽ ترت ئي سنڌ ۾ هڪ ناليواري ايڊووڪيٽ جي حيثيت مڃرائي ورتائون. سندس زمين تعلقي سيوهڻ ۾ آهي، جڏهن تہ دادو اتان کان 35 ڪلوميٽر يعني هڪ ڪلاڪ جي سفر تي آهي. ان ڪري زميندار ي ۽ وڪالت گڏوگڏ هلائڻ ۾ کين ڪا خاص دقت ڪا نہ پئي ٿي ۽ ائين پاڻ دادوءَ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائون. دادوءَ ۾ رهندي پاڻ ان وقت دادو ۽ سنڌ جي ناليوار سياستدانن جا پڻ همدرد ۽ ٻانهن ٻيلي بڻيا رهيا. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، قاضي فيض محمد، سائين جي ايم سيد،

عبدالمجيد خان جتوئي سندس بهترين دوست هئڻ سان گڏوگڏ سياسي قافلي جا پڻ ساٿي رهيا. انهن سان گڏجي ئي پاڻ دادو شهر ۾ مختلف سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ مشغول رهيا. اهڙين ساٿين ڪان علاوه مقامي طور پاڻ سائين تاج محمد صحرائي، استاد بخاري، سائين شفيع محمد سولنگي سميت شوڪت سنڌي ۽ ٻين سماج سڌارڪن سان گڏجي سماج ۾ هڪ مثبت تحرڪ پيدا ڪيو. ان وقت تعليمي ادارن جي کوٽ سبب دادوءَ ۾ شاگردن لاءِ پهريان هاءِ اسڪول ۽ بعد ۾ ڪاليج قائم ڪرائڻ وارين ڪوششن ۾ اڳيرا رهيا. تنهن ڪان علاوه دادوءَ ۾ جڻمخاني ۽ ٻين سماجي ادارن ٺهرائڻ ۾ پڻ سندن وڏو ڪردار رهيو. پاڻ سڄي عمر ڪاڇي ڌر سان لاڳاپيل رهيا ۽ خاص طور تي قومپرست سياسي طور سياست جا حامي رهيا. سائين جي ايم سيد ۽ انجي خاندان سان ويجهڙائپ جي پٺيان به سندس قومپرست سوچ نمايان هئي. جيتوڻيڪ هن وقت هو 90 ورهين ۾ هئڻ سبب مختلف سرگرمين ڪان ڪٽيل آهن پر پوءِ به سندس سوچ ۽ شعور جو عالم هي آهي جو هر هڪ فرد کي سماج جي تعبير ۾ پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ چوڻ سندن اولين فرض ۾ شامل آهي.

سياسي شعور سان گڏ سندن ذاتي روش ۽ ڪردار پڻ ڪين سماج ۾ هڪ ممتاز حيثيت ڏياري آهي، جيتوڻيڪ زميندارِي پيشو هاڻي هارين وٽ ڪو مان مرتبي وارو پيشو ناهي رهيو. پر علي احمد قريشي باقي زميندارن ڪان بنهه الڳ ۽ جدا حيثيت جا مالڪ رهيا آهن. تر جا هاري ساڻس بي پناهه پيار ڪن ٿا. جنهن جو بنيادي ڪارڻ به هارين لاءِ سندن دل ۾ عزت ۽ احترام آهي. هارپي ۾ پاڻ باقي زميندارن ڪان مختلف آهن. حساب ڪتاب وقت هو هميشه هارين جي ضرورتن کي اولين ترجيح ڏيندو آهن. مثال ڪڻڪ جي حساب ڪرڻ وقت هاريءَ جي سال جي اناج جي کپت پهرئين ورچ ۾ شامل ڪندڙ. هارين کان گاهه جي پوکي جو حساب به ناهن وٺندا. جڏهن ته هِڪ هر به هارين کي معاف ڪندا

رهيا آهن. مطلب تہ هارين جي ضرورتن مطابق هارين سان حساب ڪتاب ڪندا آهن. ان ڪري ذميوار جي حيثيت ۾ سندس ڪو بہ متبادل ڪونهي. سندن تعلق هاري ڪاميٽي سان پڻ گهرو رهيو آهي.

علي احمد قريشيءَ ڪي اولاد ۾ ٻہ پٽ ۽ ٽي نياڻيون شامل آهن. ٽئي نياڻيون گهريلو عورتون آهن جڏهن تہ سندس وڏو فرزند پروفيسر اعجاز احمد قريشي سماجي ڪيتر ۾ تمام نمايان نالو آهي. پاڻ هن وقت ڪراچي يونيورسٽي ۾ شهيد بي نظير ڀٽو چيئر جا ڊائريڪٽر آهن، جڏهن تہ ٻيو فرزند ظهير بابر قريشي پڻ پاڪستان نيشنل شپنگ ڪارپوريشن ۾ ڊائريڪٽر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. رب پاڪ شال هِن سياوڪ شخص ڪي ڊگهي عمر ۽ صحت عطا ڪري. آمين

**امام علي ڏيٿو**

ميان موٺ، سنڌ

20 جولاءِ 2012ع

# مهاڳ

آتم ڪهاڻيون، ساروڻيون، يادن جا ورق هڪ موضوع جو لڳ يڳ ساڳيو نانءُ ۽ نشان آهن. هڪ دلپذير، ذهن تي دائمي نقش ڇڏيندڙ آتم ڪهاڻي ڪي تواريخي دستاويز چئي سگهجي ٿو. جو ته ساروڻيون لکندڙ بنان ڪنهن رک رڪاء جي ذهن جي ڪنڊ ڪُڙڇ ۾ سانڍيل يادگيرين کي پرت ۽ پالوت ڪري ٻاهر ڪڍندو آهي. اهي ساروڻيون ان خطي جي تواريخي ۽ سياسي چرپر ۽ اٿل پٿل ۾ چڱو موچارو هٿ ونڊائيندڙ هونئن هڪ ذهن ۾ پيهي ويندڙ ۽ دل کي ڏونڌاڙي ڇڏيندڙ آتم ڪهاڻيءَ جو دارومدار ٽن عنصرن تي ڄاڻايو وڃي ٿو:

1. قبوليت نامو (Confession)
2. قبوليت جو دستاويز (Book of the Deed)
3. لفظن جو ڪتاب (Book of the words)

انهن نُڪتن کي ذهن ۾ رکندي صاحبِ ڪتاب جي ساروڻين تي محض سرسري نظر وجهنداسين ته هي اهڙي عملي پر مستقل مزاج ۽ سادگي جي پتلي جي مختصر آتم ڪٿا آهي جنهن سياست ۽ سماج ۾ ردو بدل آڻڻ لاءِ پنهنجو فڪري ۽ شعوري لاڙو متعين ڪري ڇڏيو؛ وڪالت جي پيشي سان انصاف ڪيو. جيتريقدر گهرو ڪارج جو حوالو آهي ته پنهنجي گهر ۾ به سدائين سياسي ڪارج کي اتساهيندڙ رهيو. انڪري سندس آستاني تي سدائين روشن خيال ۽ ترقي پسند ماڻهن جي اچ وڃ جاري رهندي هئي. جنهن بابت ڄاڻ اوهان کي هن ڪتاب جي مطالعي سان حاصل ٿيندي ۽ تلهي ليکي سياست کي خدمت. پنهنجي وطن ۽ انسان ذات سان محبت پائيندو اچي پيو.

هونئن مجموعي طور ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي:

1. ننڍپڻ، تعليم پرائڻ ۽ روزگار سان ٿيڻ.
2. سياسي ڪيتر ۾ عملي طور شامل ٿيڻ.

### 1_ ننڍپڻ، تعليم ۽ روزگار سان ٿيڻ

علي احمد صاحب پنهنجي ننڍپڻ ۽ ابتدائي تعليم بابت جيڪي ڪجهہ لکي ٿو ان ۾ گهراڻي جو پسمنظر بيان ڪندي چوي ٿو:

"منهنجو والد صاحب سنڌي فائنل پاس هو ۽ روينيو کاتي ۾ منشي هو ۽ ترقي ڪندي هيڊ منشي بہ ٿيو. اسان جو گهراڻو خوش پوش ۽ مڇي ماني وارو هو نہ ڪي، شاهوڪار نہ ڪي غريب".

ان ابتدائي دور ۾ سنڌ ۾ فارسي ۽ عربي تعليم جو ذڪر ڪيو اٿائون جنهن ڪي ملان مڪتب اسڪول پڻ چيو ويندو هو ان جي نشاندهي ڪندي لکن ٿا. "جيئن تہ اسان جي ڳوٺ ۾ عربي ۽ فارسي جا ماهر ۽ عالم موجود هئا تنهن ڪري سيئي ماڻهو مذهب ڏي گهڻي ياڳي مائل هئا ۽ اهو ئي سبب هو جو ٻهريان سمورا ٻار مڪتبن ۾ پڙهندا هئا . . . مون بہ ڇهن سالن جي عمر ۾ قرآن شريف پڙهي پورو ڪيو، سواءِ سمجهڻ جي."

ان ڪان علاوه والد صاحب جي وفات ڪان پوءِ زندگيءَ جو اڻانگر سفر ڪيئن طئہ ڪيو اٿن ان جو ذڪر پڻ مختصر پر ۽ اثرائتي نموني ڪيو اٿس. تعليم جي ابتدائي، آيامڪاري ۾ بختارپور، آراضي، سن، لاڪا ۽ ٻين آسپاس جي ڳوٺن جو سرسري جائزو وٺڻ جي بدران انهن ڳوٺن جي سماجي ۽ معاشي بيهڪ جو ڳوڙهو جائزو وٺڻ سان گڏوگڏ جناب جي . ايم . سيد جو ذڪر شامل آهي تہ پاڻ ڪيئن تعليم ۽ سماجي ڪمن ۾ سرگرمي سان حصو وٺندو هو.

اڳتي هلي جڏهن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ ڏانهن رُخ ڪيو تہ شهري ماحول جنهن ۾ اڪثريت سنڌي هندن جي

چانيل ۽ تعليم حاصل ڪندڙن جي بہ اڪثريت هئي. سنڌ جي مجموعي سماج ۾ جاگيردارانہ ۽ قدامت پرست سماج تي نظرنهار ڪرڻ سان گڏوگڏ سنڌ جو اپرندڙ هندو وچولو ۽ طبقو انهن جي تعليم يافتہ اولاد جي پاڻ هرتو مڳي جو احاطو ڪندي لکن ٿا:

”هندو چوڪرا ۽ چوڪريون تمام فئشن ايبل هئا. ۽ انگريزي لباس، سوٽ ۽ فراڪ پائيندا هئا. هندن ۾ بہ خاص طبقا هئا: هڪڙا عامل سڏائيندا هئا ۽ ٻيا ڀائي بند – عامل سرڪاري نوڪرين ۾ هوندا هئا ۽ رشوت جي ڪري شاهوڪار بہ هئا ۽ انهن جا ٻار گهڻو ڪري ڪاليج ۾ پڙهندا هئا. باقي ڀائيبند واپاري طبقي سان تعلق رکندا هئا.“

هوڏانهن ٻي پاسي جڏهن تعليم جي حصول لاءِ ڪين رياست جهوناگڙهہ ڏانهن اسهڻو پيو تہ رياست جي حالت زار جو نقشو چٽيندي ٻڌائي ٿو تہ مسلمان حڪمرانن جا ڪهڙا حال هئا:

”جهوناڳڙهہ هڪ مسلمان رياست هئي، ان جو نواب محابت خان هو. ڪتا گهڻا پاليندو هو. شهر کي چوڌاري ڪوٽ ڏنل هو. شهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چار پنج دروازا هئا. شهر ايڏو صاف سٿرو ڪو نہ هو“. ان مان سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ان وقت جا راجا مهاراجا ۽ نواب جيڪي انگريزن جا ناتيل ۽ پاليل هئا سي ڪهڙا شيل شڪار ڪندا هئا ۽ انهن جي ذهني ۽ فڪري اڏام رعيت کي غلام ۽ ڪِين جهڙو رکندڙ هئي. ۽ پاڻ جڏهن بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪراچي ۾ ايل. ايل. بي ۾ داخلا ورتائون تہ امتحان جي في ڀرڻ لاءِ سندس هٿ ۾ پئسا ئي ڪو نہ هئا. ان مامري ۾ هڪ ميمڻ دوڪاندار سندس مدد ڪئي جنهن جو ذڪر احسان ۽ شڪر گذاري سان ڪيو اٿن. وڪالت پاس ڪرڻ کان پوءِ حيدرآباد ۾ آخوند الهہ بچائي جي ڪمپني ۾ شامل ٿيا. سنت ئي دادو منتقل ٿيا ۽ جيستائين سندن صحت ۽ جُهد ساٿ ڏيندو رهيو اوستائين وڪالت جي پيشي کي پئسن ڪمائڻ جو ذريعو نہ پر خدمت ۽ انڪساري جو وسيلو پڻ سمجهندا رهيا. سندن زندگي ۾ ڪيترائي لاها چاڙها ۽ اوتر آيا پر

پنهنجي زندگي جو سفر ڪجهه طئہ ڪيل اصولن مطابق گذاريو. انهن ۾ پنهنجي اولاد کي تعليم ڏيڻ سان گڏوگڏ سياسي شعور سان پڻ ڏيٺ ويٺ ڪرائي.

## 2۔ سياسي ڪيتر ۾ عملي طور شامل ٿيڻ

هونئن سياست جي اڙٻنگ ۽ اٽانگي دنيا ۾ پير پائڻ مهل سندس ذهن ۽ من ۾ هڪ صاف ۽ سترو خاڪو جڙيل هو، جنهن تي پاڻ سڄي ڄمار ڪاربند رهيا. اهي اصول ۽ آدرش چئي سگهجن ٿا: سنڌ صدين کان هڪ آزاد ملڪ ۽ وطن رهيو آهي. سنڌ جي منفرد ۽ جداگانہ سياسي سماجي سڃاڻپ آهي. سنڌ جي سياسي غلامي جا ٻہ ڪارڻ آهن. هڪ خوشحال سنڌ جي مٿان ڌارين جو يلغارون ۽ حملا، تباهيون ۽ ڦرلٽ ۽ سنڌ جو جاگيردارانہ سماج جيڪو ڪنهن بہ ردوبدل جي آڏو رنڊڪ بڻجي بيٺل آهي. هونئن ڪتاب پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ ابتدائي دور ۾ خاڪسار تحريڪ کان متاثر رهيا پر سندس نظر ۾ قوم پرست ۽ سيڪيولر جماعت انڊين نئشنل ڪانگريس هئي جنهن ڪري سندن لاڙو اوڏانهن رهيو. ائين سياست ۾ متحرڪ ٿيڻ لاءِ هڪ هنڌ لکي ٿو:

" منهنجو نوجوانيءَ ۾ ۽ شاگردي واري زماني ۾ ئي اصل لاڙو ڪانگريس ڏانهن هو. ڪانگريس هندوستان جي هڪ وڏي ۽ مضبوط جماعت ۽ قيادت هئي، جنهن جو انگريزن کي ڀڄائڻ ۾ وڏو هٿ هو". پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پنهنجي فڪري ۽ ذهني وابستگي جو ذڪر ڪندي لکن ٿا:" پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مون محترم جي. ايم. سيد جي فلاسافي کي قبول ڪندي ان جو ساٿ ڏنو جيڪو اڄ تائين هلندو اچي ٿو. . . " هو هڪ آدرش وادي انسان هو ۽ پنهنجن آدرشن سان ڪميٽيڊ رهيو. جڏهن تہ سنڌ جا اڪثر سياستدان پنهنجن ذاتي مفادن سان سلهاڙجڻ ڪري مرڪز پرست قوتن ۽ مقتدر ڌرين لاءِ خريد ۽ فروخت جو هڪ وکر بڻيل هوندا هئا ۽ آهن".

ان کان سواءِ سندن واسطا هاري ڪاميٽي سان بہ رهيا ۽ خاص ڪري حيدربخش جي اڻ ٿڪ جدوجهد ۽ قرباني جو ذڪر پيرائتي نموني ڪيو اٿن. گڏجاڻين جو ڪجهہ رڪارڊ سندن ساروڻين ۾ شامل آهي ۽ 1950ع ۾ دادو هاري ڪاميٽي جا چيئرمين رهيا هئا. ۽ آجياڻي ڪاميٽي جي چيئرمين طور پاڻ جيڪي ڪجهہ ڳالهايو هئائون سو جيڪڏهن هتي ڏنو وڃي ها تہ وڌيڪ مهلائتو ۽ ڪارگر محسوس لڳي ها.

انهي ۾ ڪو بہ وهم گمان ڪونهي تہ صاحب ڪتاب پنهنجي سياسي سفر ۾ سنڌ جي ٻن آرماڻ هستين يعني ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ جناب جي. ايم . سيد کان متاثر رهيا آهن. پر پنهنجن مقرر ڪيل آدرشن ۽ اصولن مطابق سفر ڪرڻ ۾ جيڪڏهن انهن هستين کابہ غلطي ڪئي آهي تہ ان جي نشاندهي جرئت مندي ۽ بي باڪي سان ڪئي اٿن. ان جو مثال آهي تہ پنجاهہ جي اوائل ۾ جڏهن هاري ڪاميٽي مختلف تڪن تان چونڊ اميدوار بيهارڻ جو فيصلو ڪيو تہ دادو ۽ جوهي تڪ مان حيدربخش جتوئي کي نامزد ڪيو ويو ۽ سندن آفيس اليڪشن وَرڪ لاءِ مخصوص هئي ۽ پاڻ بہ ڪامريڊ جتوئي جا چيف اليڪشن ورڪر هئا. سرڪاري ڌر يعني مسلم ليگ پاران خانبهادر محمد ايوب کهڙي جو سالو عبداللطيف پنهور اميدوار هو. ان صورتحال جو جائزو وٺندي لکن ٿا:

”ان وقت سنڌ جو وڏو وزير قاضي فضل الله هو سو بہ سندس (کهڙي) گروپ جوهو. سائين جي. ايم . سيد بہ هنن جي يعني حڪومت ۽ کهڙي پاران جڻ تہ سفير ٿي آيو هو. ڇاڪاڻ تہ کهڙو صاحب پنهنجي سالي عبداللطيف پنهور لاءِ بہ زور ڏئي رهيو هو. پر اسان سائين جي . ايم . سيد کي جواب ڏنو“.

انهي متين روئداد بيان ڪرڻ مان منهنجي خيال ۾ لائق ليکڪ ڪنهن جي ڪردار ڪشي يا هنڪ ڪانہ ڪئي آهي. پر هڪ سچائي بيان ڪئي آهي. ڇو تہ سندس نظرن ۾ سنڌ سان محبت ۽

آدرش فردن کان وڌيڪ مقدم ۽ مٿانهان رهندا آيا آهن. هونئن به سياسي ليڊر جيڪڏهن ڪا غلطي ڪري ته ان جي نشاندهي ڪرڻ ضروري آهي ۽ ان کي غلطين کان پاڪ ۽ پوتر ڄاڻائي ديوتائن جو درجو ڏيڻ عبث ۽ اجايو آهي. ان کان سواءِ جناب جي . ايم . سيد ته انهن قدرآور هستين مان هڪ آهي جنهن ڪليل نموني سان پنهنجي غلطين جو اعتراف ڪيو آهي. علي احمد صاحب، سيد صاحب جي غلط حڪمت سان ته اختلاف ڪيو پر سيد ڏانهن محبت ۽ پائيپي ۾ ڪا به وٿي پيدا نه ٿي ۽ ان جو مثال آهي پيپلز پارٽي ٺهڻ مهل ذوالفقار ۽ سيد وچ ۾ چونڊ ڪرڻ ۽ ان جو برملا اظهار ڪيو ته سيد صاحب هڪ آدرش واسي انسان هو. اهڙي ريت ملڪي سطح تي روشن خيال، ترقي پسند، پارٽين جي ناهڻ ۾ به پنهنجو ڪردار نڀائيندو نظر اچي ٿو. ان ۾ پاڪستان نيشنل پارٽي کان عوامي نيشنل پارٽي تائين سفر جو ذڪر ڪيو اٿائين ۽ شيخ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ پاران ڍاڪا ۾ جلسو درهم برهم ڪرڻ جو ذڪر پڻ آهي. ون يونٽ جي خلاف تحريڪ ۾ سرگرم رهڻ جو به ذڪر به سبق آموز چئي سگهجي ٿو. پر ڪجهه اهڙيون شيون به آهن جنهن ۾ علي احمد صاحب جي راءِ سان سهمت هئڻ جي آڏو هڪ سواليه نشان آهي. مثال طور سندن راءِ آهي ته جنرل يحيٰ خان به سٺا ڪم ڪيا: هڪ ون يونٽ جو ٽوڙڻ ۽ ٻيو هڪ ماڻهو هڪ ووٽ جو اعلان ڪرڻ. پر ڏٺو وڃي ته فوجي آمريت ڪنهن به دور ۾ عوام دوست فيصلا ڪو نه ڪيا آهن ۽ انهن ٻنهي قدمن ڪٺن جي پويان سندن حڪمت عملي شامل هئي. اهو هيئن ته ون يونٽ خلاف ملڪ جي ٻنهي حصن يعني مغربي ۽ مشرقي پاڪستان ۾ هڪ گڏيل راءِ ابري رهي هئي. ۽ اسٽيبلشمينٽ اهڙي سياسي اتحاد کان ڏڄي رهي هئي، ان ڪري ٽالي ماتر اڪين جي ڏئ لاءِ ون يونٽ ٽوڙيو ويو. ڏٺو وڃي ته عملي لحاظ کان اڄ به ون يونٽ وڌيڪ جارحانه شڪل به موجود آهي.

هن ڪتاب ۾ سندن ڪجهه سفرنامن جو احوال، اوبڪيو پراپرٽي

ائڪٽ جي نالي ۾ سنڌ سان جيڪي ڦهري ڪلور ڪيا ويا آهن انجي نشاندهي ڪندي هڪ دردمند سنڌي جي دانهن ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هاري ڪاميٽي جون مختلف هنڌن تي گڏجاڻيون ۽ انهن ۾ پاس ٿيل قرارداون بہ سياسي ۽ اقتصادي نقطئہ نگاھ کان پڙهڻ ۽ غور لائق آهن.

هن ڪتاب ۾ دنيا جي مختلف حصن جي سير جي سفر روئداد بہ شامل آهي پر ان ۾ بہ جيڪا سياسي ۽ سماجي ٽيڪاٽپڻي ڪئي اٿن تہ ان ۾ سنڌ بابت راءِ جو اظهار ڪندا رهيا آهن. ائين مجموعي طور هن مختصر ڪتاب لاءِ پڻ چئي سگهجي ٿو تہ هڪ اهڙي مڃي ماني لائق پورهيت ورڪر جي زندگي جون ساروڻيون آهن جيڪو هڪ خوشحال آزاد ۽ انسان دوست سنڌ جي سپني جو ساڪي آهي ۽ اها سنڌ پيرن ميرن، وڏيرن ۽ پوتارن جي نہ پر شعوري طور ساڃاھ وند مڊل ڪلاس جي سنڌ. ان سموري صورتحال جو جائزو وٺي ٿو تہ سنڌ جو مڊل ڪلاس جيڪو گهڻي ڀاڱي سنڌي هندن تي مشتمل هو. انهن جي لڏپلاڻ سان سنڌ تي ڪهڙا ناڪاري اثر پيا ان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

”سنڌي سماج جيڪو صدين تائين هلي مس جڙيو هو ۽ ڪنهن رخ ۾ هلي رهيو هو. سنڌ ۾ هڪڙا سنڌي مسلمان هئا. جيڪي زميندار هئا، ٻيا هندو هئا جيڪي واپاري ۽ نوڪري وارا ماڻهو هئا. گهڻي ڀاڱي هندن جو اهوئي طبقو سنڌ جو مڊل ڪلاس هو، ان جي لڏپلاڻ جي ڪري سنڌ جي ثقافت، ٻولي ۽ ادب تي ڪافي ناڪاري اثر پيا“.

هڪ مڊل ڪلاس ئي ردوبدل ۾ ڪليدي ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو جنهن جي نشاندهي هاري ڪاميٽي پاران حيدرآباد ۾ 15 آڪٽوبر 1950ع تي ورڪرس گڏجاڻي ۾ مختلف رايا ڏيڻ وقت شمس الدين شاھ بہ ڪئي آهي: ”وچولي طبقي کي تحريڪ ۾ آندو وڃي“.

هاري ڪاميٽي جي مختلف اجلاسن جي روئداد پڙهڻ ضروري آهي جو ان ۾ سياسي بحث مباحثا ۽ پرمغز رايا پڻ شامل آهن.

سندس زندگي جو اهم دور سياست ۾ هڪ بي لوث ۽

خدمتگار ورڪر هڪ شاندار ۽ بي داغ ڪردار آهي. اڄ جڏهن سنڌ ۽ ملڪ جي سياسي ڪاروهنوار ۾ ورڪر ۽ انسان دوست سياست ۽ خدمت جو تصور جهيٽو ۽ جهڪو ٿيندو وڃي. سياست ۾ سجاده نشني ۽ دابا ڪلچر جو عروج آهي ته قريشي صاحب جهڙي باڪردار ۽ باعمل انسان جي صاف ۽ شفاف سياسي زندگي لاءِ شيخ اياز جي گيت جون هيٺيون سٽون ٺهڪي اچن ٿيون:

”هن سر جي گدلي سينور ۾ هي نيل ڪنول به ته ڏوهي آ“

هونئن جيتربقدر علي احمد صاحب سان منهنجي ڏيٺ ويٺ ۽ ويجهو هئڻ جو تعلق آهي ته فخر اٿم ته اهڙي اڏول، سپورنج ۽ نماڻائي جي پندار ۽ آدرشي انسان سان گذريل چئن ڏهاڪن کان به مٿي نيازمندي جو رستو هلندو اچي پيو. اهم ڳالهه ته سندس ٻئي لائق فرزند اعجاز احمد قريشي ۽ ظهير بابر قريشي سندن پيروي ڪندي مون سميت ٻين ڪوڙ سارن دوستن ۽ محبتين سان سِڪ ۽ محبت جو پيچ اٽڪائڻ ۾ پير پوئتي ڪونه رکيو آهي پٺائي جون هيٺيون سٽون اهڙن ئي املهه ماڻڪ انسان لاءِ آهن.

جڪرو جُسڪرو، ٻيا سپ انير،
جيائين جُڙيو جڪرو، تئان نه ٻيا
مٿي ان ماڳا، اصل هئي ايتري. (شاهه)

اڄوڪي سنڌ جي نئين ٿهي جيڪڏهن پنهنجي اجتماعي ڪردار جي جوڙجڪ واسطي سياسي تعليم ۽ تربيت کي پنهنجو فرض ۽ ذميواري قرار ڏئي ته سندن واسطي هي ڪتاب ضرور ڪارائتو ۽ لاڀائتو ثابت ٿيندو.

**امان الله شيخ**
ڪراچي، سنڌ
1 جولاءِ 2012

# ٻه اکر

محترم علي احمد قريشي صاحب نهايت خليق ۽ حليم سياڻ وارو، پڙهيل ڳڙهيل، علم ۽ عمل وارو شخص آهي. نهايت جرائت ۽ حشمت وارو به آهي. نوڙت نماڻائي جي مورت آهي. هي ڪتاب سندس آتم ڪٿا آهي. هن پنهنجي دنيا ۽ ماحول کي جيئن ڏٺو ۽ محسوس ڪيو تيئن ئي بيان ڪيو آهي. هن LLB پاس ڪري ساري عمر وڪالت ڪئي، ڳوٺاڻي زمين جي به سنڀال ڪئي، اولاد کي پڙهايو، عزيزن جي خدمت ڪئي. هڪ مثالي زندگي ۽ ڪامياب زندگي گذاري. وطن ۽ وطن وارن جي خدمت ڪئي.

هن سنڌ هاري ڪاميٽي جو ذڪر اهڙي تفصيل سان ڪيو آهي جو مواد اڃا ظاهر ٿي لکت ۾ نه آيو آهي. اڳتي جي تحقيق ڪندڙ محققن لاءِ ڪافي مواد هن آتم ڪٿا ۾ تفصيل سان بيان ڪيل آهي. سنڌ جي ٻن عظيم شخصيتن جي ايم سيد ۽ حيدر بخش جتوئي جي حياتي جا ڪافي پهلو علي احمد قريشي صاحب کولي بيان ڪري ڏنا آهن ۽ اهڙي انداز ۾ بيان ڪيا اٿس جڻڪ اسان خود انهن ميٽنگن ۽ جلسن ۾ موجود آهيون.

ورهاڱي واري صورتحال ۽ بعد ۾ پيش آيل ڏکوئيندڙ واقعن جو تاريخي پيش منظر هوندئن نه تمام وڏو آهي، پر هتي مختصر طور اهو ذڪر ڪندس ته سنڌ ۾ پهرين اليڪشن 1937ع ۾ ٿي ٻي اليڪشن جنگ جي ڪري وقت تي ڪانه ٿي وري مهاڀاري جنگ بعد 1945ع ۾ انجو ورڪ ٿيو ۽ جنوري 1946ع ۾ ٿي. انهي سال وري سنڌ اسيمبلي ۾ مسلم ليگ کي ڪٿائڻ لاءِ اسيمبلي اپريل 1946ع ۾ ٽوڙي وئي ۽ وري اليڪشن ڊسمبر 1946ع ۾ ٿي. جنهن ۾ مذهبي تعصب کي ايترو ته زور وٺايو ويو جو سنڌ جو صلح پسند ماحول خراب ٿيو ۽ جنهن ڪري جي ايم سيد مسلم ليگ کان جدا ٿيو. اها تاريخ علي احمد قريشي خوب بيان ڪئي آهي. هي آتم ڪهاڻي صرف قريشي جي ذات جي ناهي پر جديد سنڌ جي آهي نه ڪيئن

ڪيئن سنڌ هلندي پاڪستاني سنڌ ٿي. هن ۾ يورپ جي سفر بيروت، دمشق، استنبول، اٿنس، روم، پئرس، جنيوا، قاهره جو احوال لکندي قريشي صاحب لنڊن جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. هي منهنجي پياري دوست ۽ ساٿي جي آتم ڪٿا آهي. هن جيئن حياتي ۽ دنيا ڏٺي آهي تيئن پيش ڪئي آهي، پر آپ بيتي ادب ۽ فن جو هڪ اهم حصو آهي. ادب ۾ بيان ڪرڻ جا ٻه طريقا آهن هڪ ۾ شخصي ذاتي ۽ داخلي ڪيفيت (Subjective attitude) بيان ڪجي ٿي ۽ ٻي ۾ معروضي انداز ۽ تقابلي طريقي (Objective attitude) سان عقلي ۽ حقيقي طريقي سان ڳالهه بيان ڪجي ٿي. علي احمد قريشي هن آتم ڪٿا ۾ (Subjective attitude) ذاتي ڪيفيت، ذاتي انداز ۾ پنهنجي حياتي جا ڪارناما بيان ڪيا آهن.

عام طور هر آتم ڪٿا لکندڙ ضرور ڪجهه لکي ٿو ۽ ڪجهه لڪائي ٿو. اهڙيءَ ريت ڪيترا واقعا علي احمد قريشي جي دور جا جن جي مونکي خبر آهي نه علي احمد قريشي کي به خبر آهي ۽ اهي سندس حياتي جو حصو رهيا آهن. اهي هن ۾ ڇاپيل ناهن، پر جيئن نه هو سينئر سياسي ۽ ادبي شخصيت آهي، انهي ڪري هن جيڪي مناسب سمجهيو سو لکيو اٿس. پوءِ به هن پنهنجي يادگيرين کي پنهنجي من جي تارازي ۾ طوري لکيو آهي، سِندس انداز پنهنجو آهي حياتي به پنهنجي اٿس. هن جي حافظي جيترو ساٿ ڏنو هوندو اوترو ئي لکيو اٿس. هن پنهنجا عقيدا، عمل ۽ اخلاقيات پنهنجي وزن ۽ لهجي ۾ بيان ڪيا آهن. سندس آتم ڪٿا نه رڳو اسانجي دور جي تاريخ آهي پر علي احمد قريشي جي پنهنجي زندگي ۽ پنهنجا رايا جيئن هن ڏٺو ۽ سمجهيو سي پنهنجي مخصوص انداز ۾ پيش ڪيا آهن. منهنجو پيارو دوست علي احمد قريشي صاحب 92 سالن جي عمر ۾ جيتوڻيڪ جسماني طرح پوڙهو ٿو لڳي، پر اڃا تائين ذهني طور چاڪ ، چوبند. تيز ۽ بيدار مغز آهي. هو خوشنصيب آهي جو تاريخي پراڻي ڳوٺ بختيارپور ۾ ڄائو جتي گهڻي ۾ گهڻا عالم ۽ پڙهيل شخص پيدا ٿيا. هي ڳوٺ ايشيا جي مشهور مٺي پاڻي جي ڍنڍ منڇر جي ڪمانڊ ۾ آهي جنهن جي ايراضي 200 چورس ميل ٿيندي. جتي البيلو سنڌو درياءُ شاهي منڇر ڍنڍ ۽ سنڌ جي جبلن مان وهندڙ تيز رفتار نئين جو سنگم ٿئي ٿو. انهي سنڌ جي معاش، تاريخ ۽

سپيتا تي وڏو اثر وڌو آهي.

رحمت الله قريشي جي گهر ۾ پيدا ٿيندڙ ٻنجي وڏو ٿيندڙ علي احمد قريشي 1935ع ۾ سنڌ مدرسه هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪئي. ان وقت اسان وٽ سنڌ يونيورسٽي ڪانه هئي جنهن ڪري قريشي صاحب مئٽرڪ بمبئي (هاٿوڪي ممبئي) مان پاس ڪئي ۽ D J سنڌ ڪاليج مان به B A آنرس فلاسافي جي مضمون ۾ پاس ڪئي، هو D J ڏيارام جيٺمل ڪاليج ۽ بهاوالدين ڪاليج جونا ڳڙهه ۾ پڙهيو. بختيار پور، لاڪا ۽ سن جي علائقي ۾ پرائمري پڙهيو. تفصيلن سان ۽ دلچسپ نموني ۾ انهي دور جي انهي ادارن ۾ تعليم ۽ استادن جو ذڪر ڪيو اٿس. علي احمد قريشي صاحب سٺو ليکڪ آهي انهي ڪري انهن جڳهين ۽ ادارن جو تعليمي ماحول جو تفصيل سان ذڪر ڪيو اٿس. ايترو ته اهو احوال دلچسپ ۽ سهڻي نموني بيان ڪيل آهي جو جڻڪ اسانجي اڳيان انهي دور جي صحيح صورتحال ظاهر ٿي ملي ٿي. علي احمد مذهبي تعصب کان پاڪ، انساني رواداري ۽ محبت جو قائل آهي ۽ بيشڪ محبتي ۽ انسان دوست شخص آهي. سنڌ جي معاشي قوت بي وس هاري طبقي سان محبت سان گڏ انهن لاءِ جدوجهد ۾ هنجو وڏو رول رهيو آهي. پر هن ۾ ٺٺاڪ ناهي، آڪڙ ناهي، سنڌي نوڙت ۽ عاجزي سان ڀريل سڌوسنئون ايماندار ۽ نيڪ شخص آهي. هو ناليوارو وڪيل هوندي به انڪساري جو نمونو آهي. هن پنهنجي دور جو بيان ڪندي اسان کي ڪافي معلومات ڏني آهي.

**ڪامريڊ روچي رام**
ڪراچي، سنڌ
8 جولاءِ 2012ع

# ماني ۽ منهنجو ڳوٺ
# ڪجهه ٻيون يادون

ماني جنهن ڳوٺ ۾ ڄائس اهو بختيارپور جي نالي سان مشهور آهي. هي ڳوٺ سيوهڻ شهر کان ستن ميلن جي مفاصلي تي دادوءَ ڏانهن ويندڙ انڊس هاءِ وي تي آهي ۽ هڪ وڏي دڙي تي ٻڌل آهي. اهو ان ڪري جو "منڇر ڍنڍ" جيڪا دنيا ۾ مٺي پاڻيءَ جي وڏي ۾ وڏي ڍنڍ آهي سا ڳوٺ کي ويجهو آهي ۽ اٽڪل چار يا پنج ميل پري ٿيندي. (هن ڍنڍ جي پکيڙ هن وقت تقريبن ٻه سو چورس ميل آهي). ڍنڍ جي آس پاس وارا ٻيا ٻه سمورا ڳوٺ جهڙوڪ: ٻوبڪ، آراضي، ۽ اڪٽڙ وغيره به دڙن تي ٻڌل آهن. چيو اهو ٿو وڃي ته منڇر جي اٿلڻ جي ڪري سڄي ايراضيءَ ۾ زبردست ٻوڏون ايندڙيون رهيون آهن ۽ نتيجي ۾ اهڙا ڪافي ڳوٺ مٿي ٿيندا ويا آهن ۽ اڄ ڪلهه دڙن تي آهن. سکر بئراج ٺهڻ کان اڳ ۾ ڍنڍ کي ڪوبه پڪو بند ڪو نه هو. جنهنڪري آبڪلاٽيءَ جي مند ۾ سمورو آس پاس وارو علائقو پاڻيءَ هيٺ اچي ويندو هو ۽ ماڻهو ٻيڙين تي سفر ڪندا هئا. سال جا چار پنج مهينا پاڻي بيٺل هوندو هو. ان ڪري فصل به سال ۾ فقط ربيع جو ٿيندو هو. ماڻهن جي معاشي حالت ڏاڍي سقيم هئي.

عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ اها خبر نه آهي ته هتي عوام جو ڪهڙو حال هو، پر حالتن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته ماڻهن جو گذران مڇي مارڻ، پوکي راهي ڪرڻ ۽ ڪپڙي ناهڻ جي هنر تي هوندو هو. تعليم نه بلڪل ئي ڪانه هئي. يا بلڪل گهٽ هئي. عربن جي اچڻ کانپوءِ ماڻهو علم پرائڻ لڳا. جيئن ته عربن جي دور حڪومت ۾ سيوهڻ شهر سرڪاري حيثيت رکندو هو، تنهنڪري اتي علم جو مرڪز پيدا ٿيو

۽ ڪيترائي مدرسا ۽ درسگاهون وجود ۾ آيون. جن جو اثر آس پاس وارن ڳوٺن. جهڙوڪ: بوبڪ. آراضي. بختيارپور. اڪنڙ تلٽي ۽ ٻين ڳوٺن تي ٿيو ۽ انهن ۾ به علم پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو شوق پيدا ٿيو. اهڙيءَ طرح اسان جو ڳوٺ بختيارپور به علم جو مرڪز بڻيو. هتان جي رهواسين کي "ملان"سڏيو ويندو هو. اها خبر بلڪل نٿي پوي ته بختيارپور جا رهندڙ اصل ۾ ڪهڙو ذنذو ڪندا هئا. قوي گمان آهي ته اهي يا ته "ميربحر" هئا يا"ڪوري" هئا. جيڪي پوءِ آهستي آهستي علم پرائڻ بعد "ملان". "آخوند" ۽ "قاضي" سڏجڻ لڳا. اڄ ڏينهن تائين" بختيارپور" کي "ملن جو ڳوٺ" سڏيو ويندو آهي ۽ ڳوٺ ۾ هاري ناري، دايا، حجم. پنهور. نائچ. ڳائنچا ۽ ڪنير وغيره پڙهيل مائٽهن کي "ملان" ئي سڏيندا آهن. ۽ اٽڪل ستر يا اسي سالن کان وٺي هتان جو پڙهيل لکيل طبقو پاڻ کي "قريشي" سڏرائي ٿو. اهو حال آس پاس جي ڳوٺن جو پڻ آهي. بوبڪ. اڪنڙ. سيوهڻ. پڪا چنا ۾ به جيڪي ماڻهو پاڻ کي "قريشي" سڏائين ٿا سي اصل هتي جا رهاڪو آهن ۽ اصل ۾ ڪنهن ٻيءَ ذات جا آهن. قريشي معنيٰ ته جيڪي عربن سان گڏ آيا. جيڪڏهن هتي يا آس پاس جي ڳوٺن جا ماڻهو قريشي هجن ها ته اهي شروع کان پاڻ کي قريشي سڏائين ها. پر ائين نه آهي. مون وٽ هڪ رجسٽرڊ دستاويز جيڪو سال 1899ع جو آهي جنهن ۾ منهنجي عزيزن (جيڪي منهنجي ناناڻي آڪهه مان آهن) جي ذات" ملان" ڏيکاريل آهي ۽ نه "قريشي". پهريان ماڻهو جيڪي اسان جي ڳوٺ مان انگريزي پڙهيا. اهي هئا جناب ميان اميد علي ولد عبداللطيف ۽ جناب حاجي خان محمد ولد مرحوم آگيڏنو. پر هنن کان به اڳ ۾ منهنجو سهرو مرحوم حاجي عبدالعليم انگريزي تعليم پرائي ۽ اسڪولن جو ائڊمنسٽريٽر ٿيو ۽ 1934ع ۾ ڪراچي ضلعي مان رٽائر ڪيائين.

"ملان" لقب ان وقت عزت وارو هو. امان الله بادشاهه افغانستان واري جو تخت "ملان شوربزار"ڪيرايو هو. ملان لقب اڳ علم واري

ماڻهوءَ کي ڏيندا هئا. پر هاڻي ملان ان کي چيو وڃي ٿو جيڪو ڪفن دفن جو ڪم ڪري. عربن سنڌ تي اٽڪل ٽي سو سال حڪومت ڪئي، ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن سان گڏ جيڪي عام ماڻهو يا سپہ سالار هتي آيا ۽ اهي هتي ئي رهجي ويا انهن پاڻ کي قريشي سڏايو هجي، پر انهن جو اولاد هتي نظر ڪو نہ ٿو اچي. بوبڪ شهر ۾ علم وڏيڪ هو ۽ اتي هڪ طبقو مخدومن جو پيدا ٿيو، جن مان "مخدوم محمد جعفر بوبڪائي" هڪ وڏو عالم ٿي گذريو آهي، جيڪو مخدوم نوح هالن واري جو همعصر هو. جيڪڏهن مخدوم نوح کي ڪو شرعي مسئلو سمجهہ ۾ نہ ايندو هو تہ مخدوم محمد جعفر ڏانهن موڪليندا هئا. ان نسبت سان انگريزن جي دؤر ۾ هڪ ديهہ تي جعفر آباد نالو پڻ رکيو ويو جا اڄ بہ موجود آهي. مخدوم جعفر بوبڪائي جو شريعت جي حوالي سان ڪافي ڪم ٿيل آهي.

بختيارپور جا سڀ قريشي ٽنڊي سائينداد جي سرهندي پيرن جا مريد هئا ۽ اڪثر ڪري اسان جي ڳوٺ جي وڏن ۽ عورتن جي، اوڏانهن اچ وڃ گهڻي رهندي هئي. ٽنڊي سائينداد جا مرشد بہ اسان وٽ تمام گهڻو ايندا هئا. ڳوٺ جي وڏڙن جي راهہ رباني وٺڻ ۽ پير سائين جن جي مرحيات ٿيڻ بعد اهو سلسلو تمام گهڻو گهٽجي ويو سواءِ چند گهرن جي. ڪافي وقت اڳ ڳوٺ جي نوجوانن ۾ بين ماڻهن ۾ ترقي پسنديءَ جو لاڙو پڻ پيدا ٿيو جيڪو پڻ پيري مريدي جي گهٽتائيءَ جو سبب بڻيو.

## منهنجي پيدائش

مان 20 فيبروي 1920ع، جمعي جي ڏينهن تي ڄائو هوس. اهو نوٽ منهنجي والد مرحوم پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو آهي، جو مون وٽ موجود آهي. منهنجي والد بزرگوار مرحوم رحمت الله قريشي جي ٻي شادي هئي جنهن مان [illegible] ٻار ڄاوا سين، جن ۾ وڏو مان ۽ مون کان پوءِ ٻيو بہ پاءُ ڄائو جيڪو ٽن [illegible] جي عمر ۾ گذاري ويو، ٽنهن کانپوءِ بہ

پيئرون پيدا ٿيون جن مان هڪ ننڍي هوندي ئي گذاري وئي. باقي ٻي ڀيڻ وڏي ٿي، پرڻي، هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ کي جنم ڏنو. ڪجهه سال اڳ هوءَ گذاري وئي. (سندس پٽ ڊاڪٽر سڪندر رفيق هڪ سٺو ڊاڪٽر آهي ۽ ڪراچي سول اسپتال جي ايڪسري ڊپارٽمينٽ جو انچارج آهي ۽ سندس نياڻي اسان جي ويجهي مائٽ ۽ مامي مولوي عزيز الله جي پٽ محمد صادق قريشيءَ جي گهرواري ٿي. هاڻي گذاري وئي آهي. باقي ٻه ٻار ڀاءُ ۽ ڀيڻ جاڙا ڄاوا جن ۾ ڀاءُ عبدالڪريم قريشي جيڪو اڳتي هلي ڊاڪٽر ٿيو ۽ دادو ۾ خانگي اسپتال ٺهرائي پريڪٽس ڪندو هو ۽ سال 1987ع ۾ دل جي دوري پوڻ ڪري فوت ٿي ويو. ڀاءُ عبدالڪريم قريشي کي ڪافي اولاد آهي ۽ سندس پُٽ انجنيئر، ڊاڪٽر آهن ۽ ان سان گڏ ڄاول ڀيڻ ڪراچيءَ ۾ پنهنجي خاوند سان گڏ رهائش پذير هئي، هاڻي هو ٻئي گذر ڪري چڪا آهن. اولاد مڙي ماني وارو اٿن. سندن هڪ پٽ محمد علي ڏندن جو ڊاڪٽر آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ ئي پريڪٽس ڪندو آهي. والد صاحب کي پهرئين گهرواريءَ مان گهڻو ئي اولاد ٿيو پر اهو ڪونه بچيو. فقط هڪ پٽ نالي سومر عرف عبدالحسين زنده رهيو جو مستانو هو ۽ اسان کي ڏاڍو پيار ڪندو هو. آخر اهو به گذاري ويو. والد صاحب جي پهرين گهرواري اڳ ۾ ئي گذاري وئي هئي ۽ پوءِ اسان جي والده سان ٻي شادي ڪئي هئائين. بابا سائين 1930ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو ۽ امان سائڻ 1985ع ۾ راهه رباني وٺي وئي.

ڊاڪٽر عبدالڪريم جو وڏو پٽ شفيق ڪسٽمس آفيسر آهي، ٻيو پٽ عتيق ڊاڪٽر آهي، ٽيون پٽ خليق انجنيئر آهي ۽ چوٿون توفيق پڻ ڊاڪٽر آهي.

## منهنجي تعليم

منهنجو والد صاحب سنڌي فائينل پاس هو ۽ روينيو کاتي ۾ منشي هو ۽ ترقي ڪندي هيڊمنشي به ٿيو هو. اسان جو گهراڻو خوش ۽

مچي مانيءَ وارو هو. نہ ڪي شاهوڪار نہ ڪي غريب. جيئن تہ اسان جي ڳوٺ ۾ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا ماهر ۽ عالم موجود هئا. تنهنڪري سيئي ماڻهو مذهب ڏي گهڻو مائل هئا ۽ ٻارن کي شروع ۾ مذهبي تعليم ڏياريندا هئا. اهوئي سبب هو جو پهريان سمورا ٻار مڪتبن ۾ پڙهندا هئا جتي کين قرآن شريف پڙهايو ويندو هو ۽ ديني تعليم پڻ ڏني ويندي هئي ۽ پوءِ هو اسڪول ۾ داخل ٿيندا هئا جتي سنڌي فائينل تائين پڙهايو ويندو هو. حسب معمول مون کي بہ والد صاحب حافظ محمد ايوب جي مڪتب ۾ داخل ڪرايو. جتي قرآن شريف جي تعليم ڏني ويندي هئي. مون پنجن ڇهن سالن جي عمر ۾ قرآن شريف پڙهي پورو ڪيو سواءِ سمجهڻ جي ۽ اهو سلسلو اسان جي مڪتبن ۾ اڄ ڏينهن تائين هلندو اچي ٿو. قرآن شريف پورو ڪرڻ تي حافظ صاحب کي پئسا ۽ مٺايون ڏنيون ويون. مولوي گهرايا ويا. وڏو جلسو پڻ ڪيو ويو. پر مان اهو چوڻ کان هرگز نٿو رهي سگهان تہ فقط هڪ رڪوع قرآن شريف جيڪو جلسي وقت پڙهايو ويو. پر جيڪڏهن سڄي قرآن شريف مان وچان ڪجهہ پڙهائجي ها تہ مان ڪونہ پڙهي سگهان ها. چاڪاڻ تہ اهو سڄو مون کان وسري ويو هو. حافظ صاحب بہ لالچ ۾ اچي جلدي جلدي پڙهائيندو ويندو هو. حقيقت ۾ اهو پڙهائڻ فضول آهي. بهتر اهو آهي تہ پهريائين سنڌي پڙهائي پوءِ قرآن شريف پڙهائجي تہ اهو تمام سولو لڳندو ۽ ٻار جلدي پڙهي ويندو. هونئن بہ معنيٰ کانسواءِ قرآن شريف پڙهڻ ۽ پڙهائڻ بيسود آهي. جيڪا شيءِ سمجهہ ۾ نہ اچي ان جي پڙهڻ مان ڪهڙو فائدو. ڪمال اتا ترڪ اهو صحيح ڪيو جو قرآن شريف ترڪي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري پڙهائيندو هو تہ جيئن سمجهہ ۾ اچي. حافظ محمد ايوب جي مڪتب ڀرسان هڪ ڇپر هوندو ۽ نن‍ڍپڻ ۾ راند ڪندي مون کان ان کي باهہ لڳي وئي هئي، جنهن ۾ سڄو مڪتب سڙي ويو هو. جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ اسان جي ڳوٺ ۾ سنڌي اسڪول ڪونہ هو ۽ اسان کي پڙهڻ لاءِ ڀرسان واري وڏي ڳوٺ آراضيءَ

وچڻو پوندو هو جيڪو تقريبن ميل پنڌ تي هو. گرميءَ جي موسم ۾ اسڪول وڃڻ ۾ ڪافي تڪليف ٿيندي هئي. سکر بئراج برپا ٿيڻ کان اڳ اونهاري ۾ ٻيڙيءَ تي ايندا ويندا هئاسين. مائي الهرکي ميربحر ٻيڙي هلائيندي هئي ۽ ان کي هڪ پٽ هو. ڳوٺ ٻيڙي پپر واري ڪڏ جي ڪپ تي ٻيهندي هئي، چون ٿا تہ اتي ڪو وڏو پپر جو وڻ هوندو هو جيڪو ڪري پيو هو. اهو وڻ مون نہ ڏٺو باقي ڪڏ اڃا تائين موجود آهي. هن وقت ان جي اتر ۾ سنڌي اسڪول نهيل آهي ۽ جمعدار جو گهر پڻ آهي. اسان جي ڳوٺ ۾ هڪڙوئي دوڪان هوندو هو، جيڪو مامي مولوي عزيزالله جو هو. دوڪان ايڏو وڏو تہ نہ هو پر پورو سارو هو. باقي اسان جي پاڙيسري ڳوٺ آراضيءَ ۾ هندو واپارين جا وڏا دوڪان هئا. اتي هر نموني جي شيءِ ملندي هئي، ڪجهہ وقت کان پوءِ ٻي جنگ عظيم کان پوءِ منهنجي سهري جي ڀاءُ حاجي مولوي عبدالرحيم بہ هڪ ننڍو دڪان ڳوٺ ۾ کوليو جنهن ۾ سڀ شيون هونديون هيون. هي دڪان ڪافي وقت هليو ۽ پوءِ بند ٿي ويو. آراضيءَ ۾ هندو کٽي بہ گهڻا هوندا هئا جيڪي اجرڪن جو ڪم ڪندا هئا ۽ تمام سٺا اجرڪ تيار ٿيندا هئا. جيڪي ٻاڙمير ۽ راجستان ۾ گهڻو ويندا هئا. تي سگهي ٿو تہ ٻين هنڌن تي بہ ويندا هجن. اجرڪن ڪانسواءِ سوسيون ۽ ڪاڏي ڪوري( ميمڻ) اڻندا هئا. اهي بہ وڏا هنر آراضيءَ ۾ هوندا هئا. پر ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران اجرڪن جو هنر گهٽجي ويو هو. ڇاڪاڻ تہ اجرڪن لاءِ بافتو ڪونہ ملندو هو. سموريون ملون جنگ لاءِ ڪپڙو تيار ڪنديون هيون. عام ماڻهن کي پڻ راشن تي ڪپڙو ڏنو ويندو هو. هر ٽئين چوٿين مهيني ٻارهن وال. سنهو ڪپڙو بلڪل ناياب هو.

ڳوٺ ۾ ننڍي هوندي ونجهہ وٽي، ڪوڏي ڪوڏي (ڪبڊي) ۽ اِتي ڏڪر راند ڪيڏبي هئي. ان ڪانسواءِ: ٻلهاڙو. نانگيل فوسيل وغيره رانديون ٿينديون هيون. ننڍي هوندي صرف ڏسڻ جو موقعو گهڻو مليو ۽ ڪيڏڻ جو گهٽ. اسڪول ۾ ٻاراڻو ۽ پهريون درجو مون گڏ پاس ڪيا.

اسان جو استاد اسان جوئي عزيز سائين محمد خان مرحوم هو. جنهن مون کي تياري ڪرائي هئي. تمام گهڻو هوشيار استاد هو. اسڪول ۾ صبح جو وڃبو هو ۽ شام جو موٽبو هو. پوءِ اسان جا شام وارا ڪلاس بند ڪيا ويا. اسڪول ۾ مسلمانن سان گڏوگڏ هندو استاد به هئا. هيڊ ماستر سائين ليلا رام هو. جيڪو 1928ع ۾ دل جي دوري پوڻ ڪري ديهانت ڪري ويو. ٻئي درجي ۾ اسانجو استاد اسان جوئي عزيز سائين دوست محمد هو. جيڪو مار به ڏاڍي ڏيندو هو. هٿن تي پٽيون هڻندو هو. ان وقت اسڪولن جا امتحان مارچ ۾ ٿيندا هئا. ٻيو درجو پاس ڪري ٽئين درجي ۾ داخل ٿيس. ان وقت اسانجو استاد سائين ورند مل هو. مون ٽيون درجو ڪجهه وقت آراضيءَ ۾ پڙهيو. ان وقت اسان جو عزيز مرحوم علي اڪبر عرف غوث محمد "سن" شهر ۾ نائب استاد هو. ان منهنجي والد کي چيو ته هن ڇوڪري کي ڇڏيو ته مان وٺي وڃانس ۽ پاڻ وٽ رهائي ڪيس تياري ڪرايان ۽ اسڪالرشپ جو امتحان به ڏياريانس، جيڪو چوٿين درجي ۾ ٿيندو هو. اهڙي طرح مان سن اسڪول ۾ داخل ٿيس. ٽئين درجي ۾ منهنجو استاد سائين غلام حسين ڪمانگر هو جيڪو ٽنڊي شهبازيءَ جو وينل هو. سٺو هوشيار استاد هو ۽ ڳائيندو به ڏاڍو سٺو هو. جلدئي استاد علي اڪبر جي بدلي هيڊ ماستر طور لاڪن جي اسڪول ۾ ٿي. هو اتي هيڊماستر ۽ سينيئر ماستر جون خدمتون سرانجام ڏيڻ لڳو. سال جي پڇاڙي هئي. جلدئي ٽئين ڪلاس جو امتحان ٿيو ۽ مان چوٿين ڪلاس ۾ داخل ٿيس. ڪاڏ خوراڪ جو سمورو خرچ منهنجو والد صاحب ڏيندو هو. ماني سن جي هڪ استاد سعد الله ميمڻ جي گهران تيار ٿي ايندي هئي.

## سن شهر بابت

سن جو شهر درياءَ جي ڪپ تي آهي ۽ سائين جي ايم سيد جو بنگلو پڻ درياءَ جي ڪپ تي آهي. ڏاڍو سهڻو منظر هوندو هو. جڏهن

اونهاري ۾ وڏا بيڙا ۽ بيڙيون لنگر هٺي بيهنديون هيون. اسين روزانو اتي شام جو وهنجڻ ويندا هئاسين. فرحت اچي ويندي هئي. سن جو پرائمري اسڪول اجا ساڳيو آهي ۽ موجود آهي.

سن جو شهر واپار جي لحاظ کان مشهور هو. اتي ڪيترائي "سنڌورڪي" واپاري رهندا هئا جن جو واپار سوماترا ۽ جاوا سان هلندو هو. سن ۾ هندو ديوان بہ هئا. هڪ مشهور جج، ديوان رامچند هو جو ڪراچيءَ جو سٽي ماجسٽريٽ بہ ٿيو. مون جڏهن 1945ع ۾ وڪالت پاس ڪئي تہ وقتي طور ان جي ڪورٽ ۾ وڃي ويهندو هوس.

اڪثر مسلمان ميمڻ واپاري ڪلاس جا ماڻهو هئا. واڍا بہ سنا هئا. ڪتون بہ سنيون ٺاهيندا هئا. هتي محمد عاقل ميمڻ بہ هوندو هو جيڪو ٽپالي هو. درياءَ تي پلن جي مڏي هئي چاڪاڻ تہ هتي پلا ڏاڍا مرندا هئا. سن شهر ۾ ميربحر بہ گهڻا رهندا هئا، جن جو ذنڌو مڇي مارڻ ۽ بيڙيون هلائڻ هو. درياءَ جي هن پار سڪرنڊ جو شهر آهي. عام ماڻهو نوابشاهہ وڃڻ لاءِ بيڙين ۾ چڙهي پار ويندا هئا. چاڪاڻ تہ سکر ۽ ڪوٽڙيءَ جي وچ تي درياءَ تي ڪابہ پل ڪانہ هئي. ريلوي اسٽيشن کان "سن" شهر تائين پڪو رستو هوندو هو.

سائين جي ايم سيد ان وقت ڪراچي لوڪلبورڊ ضلعي جو پريزيڊنٽ هو. ڪراچي ضلعي جي ايراضي لڪي ۽ پگهي' ٺوڙهي تائين هئي. سن ان وقت ڪراچي ضلعي ۾ هو. سن جي آبهوا گهڻي گرم ڪانہ هئي. سن شهر ۾ پليجن جو محلو آهي. راڌڻ پليجو مشهور ماڻهو هو. شهر ۾ سنيون گهوڙي گاڏيون هيون ۽ هڪ وڪٽوريا بہ هئي. عبدالمالڪ جو ابلق گهوڙو مشهور هو. شهر ۾ بہ بازاريون هيون. گوشت، مڇي، پلو جام ۽ سنو ملندو هو. اهو احوال سال 1929ع جو آهي، جڏهن مان سنڌي ٽيون درجو پڙهندو هوس. ڪيرو پلو ٽي آنا ۽ آنيارو پلو پنجين آني ملندو هو. سن ۾ سائين جي ايم سيد بہ اسانجي رهائش واري جاءِ تي ايندو هو ۽ منهنجي عزيز سائين علي اڪبر کي پنهنجي

ضلعي جي گشت جون ڊائريون لکڻ لاءِ ڏيندو هو. چاڪاڻ سندس صورتخطي تمام سٺي هئي ۽ اکر جهڙا موتي داڻا هيس.

## لاڪا شهر بابت

لاڪن جو شهر سن ڪان ننڍو هو ۽ هتي به سنڌورڪي واپاري رهندا هئا. هن شهر ۾ ميمڻ، ميربحر ۽ هندو گهڻا هئا. هي شهر به درياءَ جي ڪپ تي ئي آهي. شهر لاڪن کان اٽڪل ٻن ميلن جي مفاصلي تي ڪاڇين جو ڳوٺ هو جنهن جو زميندار ۽ چڱو مڙس رئيس فقير بخش ڪاڇي هو. سندس هڪ پٽ شهمير خان بي اي پاس ڪئي هئي پر سرڪاري نوڪري ڪون ڪيائين. مون سان چڱو رس هيس پر مسٽر مظهر الدين گهلوءَ سان گهڻو رستو هيس. دادو ايندو هو ته ان وٽ ئي رهندو هو.اسپورٽس جو ڏاڍو شوقين هو. پاڻ ٽينس کيڏندو هو. مان جڏهن دادو ڪلب جو سيڪريٽري هوس ۽ ٽينس کيڏندو هوس ته هو به اچي کيڏندو هو. هو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو ميمبر به ٿي رهيو. سندس ڪي پٽ مانجهند ۾ رهن ٿا، ڪي حيدرآباد ۾ جتي ٻي شادي ڪئي هئائين. ڏاڍو مٺو ماڻهو هو. اٽڪل 14 سال ٿيندا جو فوت ٿي ويو آهي.

رئيس فقير بخش ڪاڇي وڏو دلير ماڻهو هو. ڪاڇي ڳوٺ ۾ بنگلو هوس جيڪو هاڻي ڊهي ويو آهي. ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو ميمبر هو. ڳالهائڻ ڳرو ۽ گجگوڙ وانگر هوندو هيس. رڙڪري ته سڏ پنڌ ڪان به پري تائين ٻڌبي هئي. شوقين مزاج به هو. ڪڏهن ڪڏهن لاڪن ۾ اسانجي اسڪول ايندو هو ۽ وزٽ پڻ ڪندو هو. مسٽر علي اڪبر سان سٺا تعلقات هوندا هيس. منهنجو سُهرو گشت ۾ ايندو هو ته رئيس وٽ ئي ٽڪندو هو. ڊسمبر 1930ع ۾ منهنجو والد دم جي بيماريءَ سبب انتقال ڪري ويو ۽ مان ٻئي يا ٽئين ڏينهن تي ڳوٺ ويو هوس.1930ع ۾ چوٿون درجو پاس ڪيم ۽ 1931ع ۾ اسڪالرشپ جو امتحان ڏيڻ ڪراچيءَ وياسين ۽ اتي برادرم مرحوم خان محمد جي اوطاق تي

ٿڪياسين. اسڪالرشپ جي امتحان ۾ آئون ڪراچيءَ ضلعي ۾ پهريون نمبر پاس ٿيس.

لاڪن ۾ هارون ٽپاليءَ جو ڪم ڪندو هو. تن ڏينهن ۾ ڪجهه ٽپال جو ڪم به استادن جي حوالي هوندو هو. ماني پاڙي مان پچرائبي هئي. مان پاڻ به چانور رڌڻ سکي ويو هيس ۽ رات جو رڌيندو هوس. چوٿين ڪلاس ۾ منهنجو ڪلاس استاد سائين علي اڪبر خود هو جنهن تمام سٺي تياري ڪرائي. پيپر حل ڪرڻ جو طريقو به سيکاريائين. لاڪن جو شهر ريلوي اسٽيشن کان اڌ ميل جي مفاصلي تي آهي. اسٽيشن کان شهر تائين ڪچو رستو هو. سيوهڻ کان ڪوٽڙيءَ لاءِ به هڪ ڪچو رستو هو جو سن ۽ لاڪن جي وچان گذرندو هو. اهو رستو سڌو مانجهند، ڀڏاپور ۽ انڙپور شهرن مان پڻ لنگهندو هو. 1953ع ۾ ان رستي کي ختم ڪري انڊس هاءِ وي ٺاهيو ويو. جيڪو 1965ع ۾ تيار ٿيو ۽ پڪو ٿيو. نه ته اڳ ۾ سڄو ڪچو رستو هو.

اسان جو رهڻ اسڪول ۾ ئي ٿيندو هو. ماستر ڪريم بخش سن وارو به اتي اسڪول ۾ رهندو هو ۽ ماني پاڻ ڪندو هو. سن شهر ۾ منهنجا به ڪلاس ميٽ رهيا هڪ مسٽر محمد الياس ۽ ٻيو محمد عاقل. اسان ٽنهي سنڌ مدرسي مان گڏ مئٽرڪ پاس ڪئي. محمد الياس هوشيار هو جو ايريگيشن ۾ ايس اي جي عهدي تي رهيو ۽ رٽائر ڪيائين ۽ قاسم آباد ۾ رهندو هئو ۽ هاڻي دنيا ۾ نه آهي باقي محمد عاقل پوليس کاتي ۾ ڪلارڪ ٿيو ۽ رٽائر ٿيڻ کانپوءِ جلدئي فوت ٿي ويو. لاڪن مان ڪو به اڳتي نه هليو سواءِ ڪجهه ميمڻن جي. هڪ مسٽر محمد موسيٰ جو سنڌ جو چيف انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو ۽ ٻيو ان جو ڀاءُ محمد عيسيٰ جيڪو سنڌ مدرسي ۾ استاد هو. ٿيون ميان ڪريم بخش جيڪو پڻ ايگزيڪيٽو انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو. اهي ماڻهو لاڪن مان گهڻي وقت کان لڏي ويا آهن. انهن مان پهريان ٻه ته فوت ٿي چڪا آهن. باقي ميان ڪريم بخش جي خبر ناهي. لاڪن جي سرڪاري اسڪول جي

عمارت ڊهي وئي هئي ان ڪري اهو مسواڙي جاءِ ۾ هلندو هو. اسڪول ننڍو هو ۽ اتي ست درجا سنڌي پڙهايا ويندا هئا. لاڪن ۾ مڇي، پلو ۽ گوشت جام ملندو هو. وڏي گوشت جو نالو ئي نہ هو ڇاڪاڻ تہ هندن جي گهڻائيءَ ڪري شهرن ۾ وڏو گوشت ڪو نہ پائبو هو.

## سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ داخلا

سنڌي چار درجا پاس ڪري ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسي ۾ داخلا ورتم. والد صاحب جي تازو فوت ٿيڻ ڪري دل کي ڏاڍو صدمو آيو ۽ بعد ۾ گذر سفر ڪرڻ لاءِ ڏهہ رپيا ماهوار ملڻ لڳا. اسڪالر شپ چوٿين سنڌي ۾ پاس ڪيم ۽ 10 روپيہ مليا جنهن مان اسڪول ۽ ڪاڏي پيتي جو خرچ نڪري ايندو هو ۽ وئڪيشن جي ڪري ڪجهہ بچت بہ ٿيندي هئي جا ڪرايي وغيره ۾ ڪم ايندي هئي يا ڪو ڪتاب ڪڙو وٺبو هو.

سنڌ مدرسو هڪ اعليٰ درجي جو هاءِ اسڪول هو. ان ۾ سڄي سنڌ جا شاگرد پڙهڻ لاءِ ايندا هئا. انگريزي پهرئين درجي جو استاد سائين محمد حسن سولنگي هو جو دادو ضلعي جو هو ۽ مسلسل 36 سال انگريزي پهريون درجو ئي پڙهائيندو رهيو. سنڌ جا سمورا وڏا ماڻهو سندس شاگرد هئا. ڏاڍو هوشيار استاد هو ۽ رانديڻ جو بہ ماهر هو.

سنڌ مدرسي ۾ ٻيا بہ ڳوٺ جا عزيز رهندا هئا جهڙوڪ منهنجو ماسات محمد صالح، مرحوم عبدالرشيد، ڊاڪٽر جان محمد ۽ ٻيا. مان نهايت ئي غربت سان رهڻ لڳس. والد جي فوت ٿيڻ ڪري ذهني ڪوفت ٿيندي هئي ۽ خاندان جو خيال پڻ ٿيندو هو. بابا ڪجهہ زمين ۽ 2100 رپيا روڪ ڇڏي ويو هو. زمين مان اناج ملندو هو. گهر ۾ ڪل ڇهہ ڀاتي هئاسين. والده گهر جو سمورو ڪم پاڻ ڪندي هئي. اسان جي گهر ۾ بہ ڳئون هونديون هيون جن لاءِ ٻهہ ۽ ڪانا ڇهن مهينن لاءِ وٺي رکيا هئا. گهر ۾ کير پنهنجو هوندو هو باقي ٻوڙ ڀاڄي ڪفايت سان وٺبي هئي. گهر ۾ پيو بہ ڪافي سامان هو. ان کان علاوه امان وٽ ڪجهہ زيور بہ هئا پر ڏڪئي

وقت ۾ به انهن کي هٿ نه لاتوسين. اسان وٽ گهر ۾ هڪ تجوڙي به هئي جا اڄ ڏينهن تائين بختيارپور واري اباڻي گهر ۾ موجود آهي ۽ سٺي حالت ۾ آهي. تمام ڳري آهي ۽ گهرجي پٽ ۾ فڪس ٿيل آهي.

اسان جا چار سڳا سئوٽ هئا. مگر ڪا سٺي نوڪري ڪانه هين جو اسانجي مدد ڪري سگهن. انهن مان ننڍي مرحوم محمد ابراهيم کي اسان پنهنجي وڏي ڀيڻ ڏني هئي جنهن جو پٽ ڪراچيءَ ۾ سنو ڊاڪٽر آهي ۽ ان جو ذڪر ٿي چڪو آهي. ٻيا به پري جا سئوٽ هئا. پر انهن ۾ به ڪو سرنديءَ وارو ڪونه هو سواءِ مرحوم شفيع محمد جي. جيڪو پوليس کاتي ۾ صوبيدار طور ڀرتي ٿيو ۽ 1938ع ۾ انسپيڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. هو وڏو برجستو آفيسر هو ڪيس ججهو اولاد ٿيو. چار پٽ ٿيس، تن ۾ هڪ ڊاڪٽر عبدالفتاح قريشي فزيشن ٿي گذريو آهي. هن جا به پاڻتيا هڪ مسٽر اميد علي جيڪو سنڌ جي آريگيشن جو چيف انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو. اڳيان هلي هو (W. Qureshi) جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ ٻيو ڊاڪٽر جان محمد. جيڪي خوش ماڻهو هئا. پنهنجي اوطاق هين ۽ هميشه نوڪر رکندا هئا. محمود ٻوڙو ڏيٿو سندن پراڻو نوڪر هو. ڳوٺ ۾ ٻيا به گهڻا ماستر ۽ ڪلارڪ ٿيا. اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ محلو سٺن گهرن تي مشتمل هو جن ۾ هڪ ميان حاجي محمد احسان مختيار ڪار ٿيو. هڪ سب رجسٽرار. هڪ هيڊمنشي. انهن مان مسٽر اميد علي ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي رسيو جيڪو مرحوم حاجي محمد احسان جو نياڻو ۽ پاڻتيو پڻ هو. مرحوم اميد علي به ڪليڪٽر جي عهدي تان فائز ٿيڻ وارو هو پر اوچتو دل جي دوري پوڻ ڪري گذاري ويو. اهو پاڙو اسان جي پاڙي ڪان وڌيڪ سکيو ستابو هو. حاجي محمد احسان کي ٽي نياڻيون هيون. ميان اميد علي کي ٽي پٽ ٿيا. جن مان مسٽر احمد علي قريشي وڪيل ٿيو. اڳيان هلي جج ٿيو ۽ بعد ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيو. سندن ٻيو ڀاءُ مسٽر عبداللطيف قريشي جو اصل وڪيل هئو ۽ پ پ پ سان واڳيل هئو. اڳيان هلي هو به

هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيو پر جلدئي وفات ڪيائين. سندس ٽيون ڀاءُ مسٽر عبدالقادر قريشي آهي جيڪو هن وقت واپڊا ۾ چيف انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو آهي.

مسٽر احمد علي جا پٽ ماشاءَ الله هن وقت سٺين جاين تي آهن سندس وڏو پٽ منصور احمد هن وقت ڪمشنر جي گريڊ ۾ آفيسر آهي، هڪ پٽ منير احمد واپڊا ۾ S.E آهي. هي سڄو محلو سٺين نوڪرين ۾ رهيو ۽ سٺا زميندار پڻ آهن. سندن مٿن مائٽن ۾ ميان خدا بخش قريشي، ميان غلام الله، ميان دوست محمد قريشي، ميان عبدمجيد، ميان عبدالحڪيم قريشي، ميان عبدالخالق قريشي اڇي وجن ٿا. وڏڙن مان ميان محمد بخش قريشي ۽ عبدالقوي قريشي اڇي وجن ٿا. ميان زين العابدين جو وڏو پٽ غلام حسين قريشي دادوءَ ۾ وڪيل آهي.

اسان جي وڏيڪ مائٽن ۾ ٻيا وڏڙا تمام ڀلا ماڻهو ٿي گذريا آهن جن ۾ منهنجو سهرو جيڪو اسڪولن جو وڏو صاحب هو سو به ان پاڙي سان تعلق رکندڙ هو بلڪ ان سٽن گهرن واري محلي جو هو. باقي ٽيون محلو قائماڻي سڏبو هو. ان ۾ هڪ هوشيار شاگرد پيدا ٿيو مسٽر محمد صالح قريشي جنهن لنڊن مان انجنيئرنگ جي شعبي ۾ پي ايچ ڊي پاس ڪئي هئي. هي سنڌ ۾ پهريون ماڻهو هو جو پي ايچ ڊي هو. پهريائين ايريگيشن کاتي ۾ ڊپٽي سيڪريٽري ٿيو مرڪز ۾ به رهيو ۽ پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيو جتان رٽائر ڪيائين. پاڻ ڪافي اولاد ڇڏيو اٿس. سندس وڏو پٽ مشهور فزيشن ڊاڪٽر شفيع هئو. سول ۾ پروفيسر ٿيو بعد ۾ سنڌ جي صحت کاتي جو سيڪريٽري ٿيو. هن کي اڳيان هلي ڪراچيءَ ۾ حملو ٿيو ۽ معذوري تي پيو. بعد ۾ لنڊن ۾ وڃي رهيو. سال کن نه ٿيو ته گذاري ويو. سندس اولاد لنڊن ۾ رهي ٿو. ڊاڪٽر محمد صالح قريشي جو ڀائٽيو يعني مرحوم محمد عالم قريشي جو پٽ ڪريم بخش قريشي واپڊا ۾ چيف انجنيئر ٿيو ۽ حيسڪو جو چيف ايگزيڪٽيو ٿي رٽائر ٿيو.

# بختيارپور بابت ڪجهه وڌيڪ احوال

بختيار پور ڳوٺ سان تعلق رکندڙ ڪيترائي ننڍا وڏا ڪامورا ٿيا جن مان گهڻن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. مسٽر عبدالرشيد جيڪو ڊپٽي سيڪريٽري ٿيڻ وارو هو سو 1970ع ۾ ڊائبٽيز سبب گذاري ويو. سندس هڪ پٽ ڊاڪٽر عبدالمجيد قريشي لاڙڪاڻي ۾ سنو ڊاڪٽر آهي ۽ ايڪسري ۾ مهارت رکي ٿو چانڊڪا يونيورسٽي ۾ پروفيسر ٿي رٽائر ٿيو آهي سندس هڪ ٻيو پٽ ڊاڪٽر عبدالشڪور آهي جنهن ٻاهران پي ايچ ڊي ڪئي آهي ۽ هن وقت سنڌ يونيورسٽي ۾ پروفيسر آهي. ٻيا پٽ ننڍين نوڪرين ۾ اٿس. ڳوٺ ۾ هاڻي بہ ڪافي ڊاڪٽر, استاد ۽ ڪلارڪ وغيره آهن ۽ مختلف کاتن ۾ مختلف عهدن تي ڪم ڪن ٿا. هاڻي ڪجهه سال ٿيا آهن جو بختيارپور شهر ڦٽي ويو آهي, هتان جا سمورا پڙهيل قريشي لڏي ويا آهن ڇاڪاڻ تہ وقت جي اهڙي ضرورت هئي. ڇوڪرين تعليم حاصل ڪئي ۽ نوڪريون ڪرڻ لڳيون. مهانگائي جي ڪري سيني لاءِ ڪمائڻ ضروري ٿي پيو, سواءِ فقط ٻن گهرن جي باقي سمورا قريشي لڏي وڃي ڪراچيءَ حيدرآباد ۽ دادو ۾ ويٺا آهن, سمورا گهر برباد ٿيا پيا آهن. بختارپور جو ڳوٺ سنڌ جي چند اهم ڳوٺن مان هڪ آهي. هن ڳوٺ جي خواندگيءَ جي شرح سئو سيڪڙو آهي. ماڻهو تمام گهڻا پڙهيل آهن. اسان جي ٻين مائٽن ۾ مرحوم عبدالمالڪ قريشي وڪيل ٿيو ۽ جيڪب آباد لڏي ويو. منهنجن ٻين ماساتن ۾ مامو جعفر علي, مامو عبدالجبار ۽ مامو غلام سرور آهن. مامو جعفر حيات آهي. هنن سيني کي اولاد آهي ۽ خوش آهي. قريشن جا ٻار تہ پڙهن ٿا پر ڳوٺ جي ٻين غريبن هارين نارين, ڪڙمين, ڪاسبين ۽ مزدورن ۽ ننڍن ڪاروباري ماڻهن جا ٻار بہ پڙهن ٿا. هن وقت ڳوٺ ۾ چند اسڪول آهن, ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا اسڪول موجود آهن.

اڳيئن دور ۾ تہ ڳوٺ جا ماڻهو ٻاهر نڪري ويندا هئا پڙهڻ سانگي ۽ نوڪرين سانگي. جيئن مون اڳ ۾ ڊاڪٽر محمد صالح قريشي

۽ مسٽر اميد علي قريشي جي باري ۾ ٻڌايو آهي. منهن جي گهرواري جو سوٽ جي ايم قريشي غلام محي الدين جيڪو وڏو وڪيل ٿي گذريو آهي. سند وڏو ڀاءُ ميان عبدالسميع قريشي انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو سندس پٽ جي اين قريشي نوجوان آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪري ٿو. سنو نالو ڪڍيو اٿائين. اسان جي ڀين مائٽن ۾ مسٽر فيض محمد قريشي آهي جيڪو مختيارڪار ٿي رٽائر ٿيو. ڪيس ماشاءَ الله ججهو ۽ سنو اولاد آهي. پٽ ۽ ڌيئون ڪافي اٿس. پٽ ڊاڪٽر خالد قريشي ۽ طارق قريشي اٿس. ٻئي محنت ڪري چڱن عهدن تي پهتا آهن. اهڙي نموني سندس ڀاڻج ڊاڪٽر سعيد قريشي آهي، هاڻي مولانا ٿيو آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ صحت کاتي ۾ ڪنهن وڏي عهدي تي آهي. علي اڪبر قريشي سئي گئس مان چيف انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو آهي. ميان لطف الله قريشي جو هڪ آصف قريشي پروفيسر آهي. ائين ئي محمد هاشم ٻه پروفيسر آهي. منهنجي هڪ ڀائيٽيءَ جو مڙس، خالد پڻ پروفيسر آهي. اهڙي طرح نبي بخش قريشي ۽ محمد وارث قريشي ٻه سٺن عهدن تي پهتا آهن سيني يعني سڄي ڳوٺ جو تفصيلي احوال ڏيڻ تمام گهڻو ٿي ويندو. بختيارپور ڳوٺ ڪي ڀاٽ شريف، ڏيپلي ۽ سنڌ جي ٻين اهڙن ڳوٺن ۽ شهرن سان ڀيٽي سگهجي ٿو ڇو ته انهن ڳوٺن جي خواندگي به تمام گهڻي رهي آهي ۽ ماڻهو تمام وڏين نوڪرين تي آهن. جيئن ڀاٽ مان علامه آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، ڊاڪٽر علي احمد قاضي، ڏيپلي مان محمد عثمان ڏيپلائي، ڊاڪٽر محمد صالح ميمڻ ۽ ڊاڪٽر سڄڻ پڻ اچي وڃن ٿا. پرسان سيوهڻ جي علائقي مان به تمام گهڻا ماڻهو پڙهيا جيئن محبوب علي چنا، مظهر الحق صديقي اهڙي نموني بوبڪ مان ڊاڪٽر ايس ايم قريشي ۽ اڪثر مان ميان عبدالغني قريشي. هن مهل بختيارپور شهر ڦٽي ويو آهي. گهڻي ڀاڱي پڙهيل ماڻهو لڏي شهرن ڏانهن ويا. اسان جي ڳوٺ ۾ ٻيون جي جيڪي ذاتيون رهن ٿيون انهن ۾ ڀنگر، نائچ، پنهور، دايا، ڪنير اچي وڃن ٿا. اسان جي ڳوٺ جي پرسان هڪ ڳوٺ ميان موتڻ آهي

بختيارپور ۽ ميان موٽڻ جي ماڻهن جو پاڙ ۾ سنو ڳانڍاپو آهي. هن ڳوٺ مان به ڪافي ماڻهو پڙهي نوڪرين ۽ ڌنڌن ۾ هليا ويا آهن. هتان جي خواندگي به 80 کان 90 سيڪڙو ٿيندي. هن ڳوٺ ۾ ڏيتا، ابڙا، پيرزادا رهن ۽ ٻيو سيال سچ ڳوٺ آهي. اوتي ڪافي ذاتيون رهن ٿيون جن ۾ سيال، ڪاٺيا، کوسا وغيره آهن. انهن سيني ڳوٺن جا ماڻهو هارپو ڪندا آهن. ڳوٺ جي چوڌاري پيرن فقيرن جون ڪافي درگاهون آهن. ڳوٺ جي وڏڙن ۾ حاجي دوست محمد، سائين دوست محمد، حافظ رسول بخش، محمد هاشم قريشي، ادو دين محمد، ادو محمد شريف، ادو بيگ محمد، محترم عبدالسلام، ماستر محمد اسلم، خليل الله، ادو احمد بخش، ادو نور محمد، ماستر غلام محمد، ميان خدا بخش ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. مامو مولوي حاجي عزيز الله قريشي ڳوٺ جي وڏڙن ۾ پڻ شامل هو. سندس اولاد نيڪ ۽ صالح آهي. هن وقت سڀئي نوڪرين ۾ آهن. مامو بقادار ۽ نبي بخش پڻ ڳوٺ جا معزز هئا.

# ڪاليج

مون سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان ست سال تعليم حاصل ڪري سال 1938ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي. ان کانپوءِ شوق ٿيو ته ڪاليج ۾ پڙهجي. منهنجون مئٿميٽڪس ۾ فرسٽ ڪلاس مارڪون هيون پر مان پهرئين سال انجنيئرنگ ۾ داخلا نه وٺي سگهيس جو غربت هئي ۽ پئسي جو زور نه هو، اها به شاباش هجي مرحوم شيخ محمد حسن کي جيڪو اسان جي بورڊنگ جو سپرنٽينڊنٽ هو. محمد حسن شيخ هندستان مان گهٽو اڳي لڏي آيل شيخ خاندان مان هئو جيڪي حيدرآباد صدر ۾ اچي رهيا ۽ باقاعده سنڌي ٿي ويا. سندس والد ۽ پائر سنڌ ۾ وڏن عهدن تي رهيا. هڪ پاءُ خيرپور اسٽيٽ جو وزير به رهيو. هن وقت هي صدري شيخ مشهور آهن. جنهن مون کي هڪ سال مفت بورڊنگ ۾ رهايو ۽ خيرپور هائوس ۾ هڪ جدا ڪمرو ڏنو ۽ ماني به

مفت ڪائڻ لڳس. باقي پهرئين ٽرم يعني اڌ سال جي في جا اٽڪل هڪ سئو روپيا هئي سا والده ڪان وٺي اچي فرسٽ ييئر آرٽس ۾ داخلا ورتم. ڪاليج ۾ ٻه ٽرم ٿيندا هئا. هڪ ويهين جون ڪان ڏهين آڪٽوبر تائين ۽ ٻيو ڏهين نومبر ڪان ڏهين مارچ تائين. امتحان ممبئي يونيورسٽي وٺندي هئي جيڪي اپريل ۾ ٿيندا هئا. فرسٽ ييئر جو امتحان صرف ڪاليج وٺندو هو. ڊي جي ڪاليج سنڌ جو مشهور ڪاليج آهي جيڪو اڄ تائين ڪاميابي سان هلي پيو. ان وقت خانگي هو ۽ هاڻي گورنمينٽ جي حوالي آهي. ڪراچيءَ جو هي ڪاليج ان وقت جي امير ماڻهو ڏيارام ڇيٺمل ٺهرايو جنهن جو نالو بعد ۾ سنڌس نالي پويان منصوب ڪيو ويو.

ڊي جي ڪاليج ۾ هندو شاگرد ڇوڪرا توڙي ڇوڪريون تمام گهڻا هوندا هئا. باقي مسلمان اٽي ۾ لوڻ برابر هوندا هئا. مسلمان وڏيرا ۽ زميندار پنهنجي اولاد کي مٿي تعليم ڏيڻ ڪان ڪيٻائيندا هئا. ان وقت ڊي جي ڪاليج جو پرنسيپل مسٽر بٽاڻي هو. هو عالم ۽ بزرگ شخص هو. ٻيا به تمام سنا پروفيسر هئا جن ۾ اڪثريت هندن جي هئي. صرف ٻه پروفيسر مسلمان هئا هڪ مئٿميٽڪس جو مسٽر شيخ صاحب ۽ ٻيو عربي جو مسٽر محمد ڪريم جو نوابشاهه جو پيرزادو صاحب هو.

هندو ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون تمام فيشن ايبل هئا ۽ انگريزي لباس سوٽ ۽ فراڪ پائيندا هئا. هندن ۾ ٻه خاص طبقا هئا: هڪڙا عامل سڏائيندا هئا ۽ ٻيا ڀائي بند. عامل سرڪاري نوڪرين ۾ هوندا هئا ۽ رشوت جي ڪري شاهوڪار به هئا ۽ انهن جا ٻار گهڻو ڪري ڪاليج ۾ پڙهندا هئا. باقي ڀائي بند واپاري ڪلاس سان تعلق رکندا هئا. اهي ڪاليج جي تعليم کي گهڻو ڪونه وڃڙندا هئا. ڪلاس ۾ ڇوڪريون اڳين ڊيسڪن تي ويهنديون هيون. مسلمان ڇوڪرن جو انهن سان واسطو يا ڳالهائڻ ٻولهائڻ تمام گهٽ ٿيندو هو. ڪابه بدسلوڪي ڪانه هوندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪريون پاڻ به ڳالهائينديون هيون. پروفيسرن جو رويو سٺو هوندو هو. پڙهائڻ ۾ ڪوبه فرق ڪو نه هو. فرسٽ ييئر ۾

مسٽر رام پنجواڻي سنڌي پڙهائيندو هو ۽ ڪلاس ۾ ڳائيندو به هو. رام پنجواڻي سنڌي مشهور سماج سڌارڪ ۽ گائڪ رهيو آهي پاڻ هندستان ۾ لاڏاڻو ڪيائين. ٻيو هوشيار پروفيسر مسٽر ڊاڪٽر ڊيوآرٽ ڪرسچن هيو جو هسٽري ۽ انڊين ايڊمنسٽريشن ايڪٽ پڙهائيندو هو. ڊاڪٽر ڊيوآرٽي سنڌ جو هڪ سڄڻ هئو. وڏو عالم هئو. سنڌ جي تاريخ تي تمام گهڻو ڪم ڪيو اٿس سندس ڪجهه ڪتاب به ڇپيل آهن رٽائرمينٽ کان پوءِ اهو پنهنجي گهرواري سان ڪراچيءَ ۾ رهندو هئو ۽ سنڌ جي ڪجهه خاندانن جي ٻارن کي پاڻ وٽ رهائي انگريزي جي تعليم علم ۽ عمل سيکاريندا هئا. مون به پنهنجي ٻن پٽن اعجاز ۽ ظهير کي وٽن ڪجهه وقت لاءِ انگريزي وغيره سکڻ لاءِ ڇڏيو هئو. پروفيسر ڀٽاڻي بابت ٻڌايان ته اڄ تائين مون کي ياد آهي ته پاڻ گورنمينٽ ۽ آئين ۾ فرق ٻڌايائين. مان سمجهان ٿو ته اڄ جي تعليم يافته ماڻهن کي به خبر گهٽ هوندي. انگريزي مسٽر ڀٽاڻي پاڻ پڙهائيندو هو خاص ڪري پوئٽري. مسلمان شاگردن ۾ منهنجا دوست مسٽر گهرام خان ناريجو، مسٽر غلام محمد ڪوريجو (جيڪو هاءِ ڪورٽ جو جج به ٿيو) ۽ ڪجهه ٻيا به دوست هئا جي هاڻي ياد نه آهن.

هت اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته ڪراچي ان دؤر ۾ مهانگو شهر هو. مسلمان شاگرد رهي ڪونه سگهندا هئا. ان ڪري گهڻا شاگرد "جهونا ڳڙهه" پڙهڻ ويندا هئا. اتي "بهاءُ الدين ڪاليج" آهي جو جهونا ڳڙهه جي نواب ٺهرايو هو. هن ڪاليج ۾ تمام گهڻيون سهولتون هيون. ٽيوشن في ڪانه ورتي ويندي هئي. يعني پڙهائڻ فري هو. باقي کاڌي پيتي جو خرچ هر ڪنهن کي ڪرڻو پوندو هو. اتي هاسٽلن جون به سهولتون هيون ۽ ڪافي سنڌي شاگرد اتي پڙهڻ ويندا هئا ۽ هاسٽلن ۾ رهندا هئا .سنڌ جو ڏاهو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻيا ڪيترائي سنڌي اتي پڙهيا. انهن کان اڳ ۾ مسٽر قاضي عبدالرحمٰن اتان گريجوئيشن ڪئي.

مان ٻيو ٽرم به ڊي جي ڪاليج ۾ پڙهيس. ان ٽرم ۾ منهنجي

في معاف ٿي هئي جو مان حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو خط پرنسيپل مسٽر بٺاڻي ڏي ڪٺي ويو هيس، جي هئي ڳوٺائي يعني سيوهاڻي هئا. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ڪاڏي پائيندو هو ۽ پڪو ڪانگريسي هو. فرسٽ ييئر جو امتحان ٽيو ۽ مان پاس ٿيس. هاڻي ٻئي سال چا ڪجي، چاڪاڻ ته شيخ صاحب وڏيڪ رهائڻ کان جواب ڏنو هو. پوءِ مون ٻه جهونا ڳڙهه جو ارادو ڪيو. مسٽر عبدالعزيز سنڌ مدرسي واري استاد هڪ پنجابيءَ سيٺ کان ٻارهن روپيا ڪرايو وٺي ڏنو. ڪجهه ڪٽڪ جي فصل مان پئسا والده کان وٺي جهوناڳڙهه ويس ۽ ٻيو سال يعني انٽر اتي پڙهيس. ڪراچيءَ ڊي-جي سنڌ ڪاليج ۾ ڪو ايجوڪيشن هئي، ڇوڪرا ڇوڪريون گڏ پڙهندا هئا. هندن جو تعداد مسلمانن کان گهڻو هو. هندن جي ڇوڪرين جو تعداد مسلمان ڇوڪرن کان ٻيڻ ٽيڻ ٿي هو. هندو شاگردن ۾ ڇوڪريون ذري گهٽ هندو ڇوڪرن جي برابر هيون. ڪي هندو ڇوڪريون تمام سهڻيون هونديون هيون. انهن ڇوڪرين مان مون کي ٻه ڇوڪريون وڻنديون هيون. هڪ ڇوڪري جو نالو ليلا مير چنداڻي هو جيڪا سائنس پڙهندي هئي. ٻي ڇوڪري ڪملا ڪرپالاڻي هئي. ٻئي ڇوڪريون سانوريون هيون. انٽرميڊيئيٽ آرٽس پاس ڪرڻ ڪانپوءِ سال 1939ع ۾ ڪاليج اتارتي سائنس جو سڄو شعبو مئن ڊي- جي ڪاليج ۾ رکيو. جتي سمورو نصاب فرسٽ ايئر کان وٺي ايم - ايس. سي تائين پڙهايو ويندو هو ۽ آرٽس جو شعبو فرسٽ ائير کان وٺي ايم-اي تائين جدا بلڊنگ ۾ هوندو هو جنهن کي Annexe سڏيندا هئا ۽ ان جو ڊين جدا ڊاڪٽر گربخشاڻي هوندو هو.

جيئن ته ليلا مير چنداڻي انٽر سائنس ۾ پڙهندي هئي ان ڪري هن کي ڏسڻ جو موقعو گهٽ ملندو هو. چاڪاڻ ته آرٽس Annexe ان جي پنيان ۽ پر پرو هئي. هندن ۽ مسلمانن جو پاڻ ۾ ايترو ڳالهائڻ جو تعلق نه رهندو هو. ۽ هندو ڇوڪرين سان مسلمان ڳالهائي نه سگهندا هئا. ليلا مير چنداڻي ڪراچي ڪلب جي سامهون بنگلي ۾ رهندي

هئي. جتي سندس پيءُ جو بنگلو ٺهرايل هو. منهنجو ڪڏهن به ڇوڪري سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ نه ٿيو. پڻس نارائڻ داس وڏو خانگي ڊاڪٽر هو جنهن جي اسپتال هن وقت موجوده آرام باغ جي پُٺ ۾ هئي.

بي- اي پاس ڪرڻ کان پوءِ خبر نه آهي ته ليلان مير چندائي ڪاڏي وئي ۽ نه وري ڪملا ڪرپالاڻي جو ڪو پتو پيو، نه ان سان ڪڏهن ملاقات ٿي. اسان مسلمان هندو ڇوڪرين کان پري رهندا هئاسين ۽ پاڻ ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪونه هو. بس ائين ئي دل ڪي وڻنديون هيون. لا جا ٻه سال به ڪراچيءَ ۾ پڙهيس. "پارٽلي" نوڪري به ڪندو هوس ۽ صبح جو لا جا ڪلاس پڻ اٽينڊ ڪندو هوس. اهي ٻه سال به ائين گذري ويا ۽ مٿي ذڪر ڪيل ڇوڪرين جو پتو ڪونه پيو. لا پاس ڪرڻ کانپوءِ مون ڪي ڪراچي ڇڏڻي پئي. مان حيدرآباد اچي آخوند الله بچايو وڪيل جو جونيئر ٿيس.

## سنڌ مدرسي جا ڏينهن

سنڌ مدرسي ۾ ست سال پڙهيس. مان پڙهڻ ۾ هوشيار هوندو هوس. ڪڏهن فرسٽ ته ڪڏهن سيڪنڊ ايندو هوس. راندين جو به شوقين هوندو هيس. ڪرڪيٽ، هاڪي ۽ فوٽ بال کيڏندو هوس. ڪرڪيٽ تمام سٺي کيڏندو هوس. پڙهائي تي اثر پوڻ ڪري آهستي آهستي راندين جو شوق گهٽ ٿي ويو. منهنجو ماسات محمد صالح تمام هوشيار شاگرد هو ۽ ڪرڪيٽ ۾ گهڻي دلچسپي وٺندو هو، ان ڪري مئٽرڪ ۾ فيل ٿي پيو هو ۽ پوءِ ٻئي سال پاس ڪيائين. سنڌ مدرسو هڪ عاليشان اسڪول هو. اتي چار هاسٽلون هيون. جن جا نالا هي هئا ٽالپر هائوس، سردار هائوس، خيرپور هائوس ۽ حسن علي هائوس.

**ٽالپر هائوس:** ٽالپر هائوس نهايت ئي شاندار ۽ ٻين سان ٺهيل هو جو پوءِ 1942ع ۾ اڳتي هلي ڪاليج ٿيو ۽ ان ۾ ڪلاس هلڻ لڳا. اسان جي وقت ۾ اتي ڊائيننگ هال به هو جتي ڇوڪرا ماني کائيندا هئا.

متئين حصي ۾ لس ٻيلي جو ڄام غلام قادر رهندو هو ۽ ساڻس گڏ نوڪر به رهندا هئا. ڪرڪيٽ جو ڏاڍو شوقين هو. ٽيم ٺاهي اسان کي ٻاهرونئي وچي راند کيڏائيندو هو. ڄام صاحب بلوچستان جو وڏو وزير به ٿي رهيو ۽ هاڻي گذاري ويو آهي. لس ٻيلي جا ٻيا به ڪيترائي شاگرد ان هائوس ۾ رهندا هئا ته دبئي جا عرب ڇوڪرا ۽ ايراني به رهندا هئا جيڪي انگريزي تعليم وٺندا هئا. هڪ به انڊونيشيا جا شاگرد به رهندا هئا جيڪي عربيءَ جا ماهر هئا. به ڇوڪرا امروز ۽ مير دوست بلوچ نسل جا آسٽريلين ماءُ جو اولاد هئا سي به هتي پڙهندا هئا. سندن پيءُ بلوچ هو جيڪو آسٽريليا ۾ ڏنڌو يا واپار ڪندو هو. جيڪي ست سال مان سنڌ مدرسي ۾ پڙهيس ان دوران هيڊ ماسٽر/پرنسپال هڪ انگريز مسٽر هيريسن هو. جيڪو 1938ع ۾ رٽائر ٿي ويو.

**سردار هائوس:** هن ۾ ڪل چار هال هئا ۽ هر هڪ هال ۾ ويهه ڇوڪرا رهندا هئا. تقريباً سڀ ننڍي عمر وارا ڇوڪرا هڪ ئي هنڌ گڏ هن هائوس ۾ رهايا ويندا هئا. هر هڪ ڇوڪري کي لوهي کٽ واڻ سان واٽيل مليل هوندي هئي. منگهڻ ڏاڍا هوندا هئا ۽ آچر آچر تي ڪتون ڪڍي اس ۾ سڪائيبيون هيون. بورڊنگ جي ڪاڏي جي في ڪل ڏهه روپيا هئي جنهن ۾ ٽي وقت کاڌو، ڌوبي ۽ حجم به شامل هئا. ڌوبي هفتي ۾ چار ڪپڙا ڌوئي ڏيندو هو ۽ حجم مهيني ۾ هڪ دفعو وار ڪٽيندو هو. مدرسي ۾ راندين جو ميدان وچ تي آهي ۽ راندين لاءِ سڀ سامان فري ملندو هو. خاص ڪري بورڊنگ ۾ رهندڙ شاگردن کي.

**خيرپور هائوس** ۽ حسن علي هائوس ۾ ڪمرا هوندا هئا. انهن ڪمرن ۾ پنجين ڪلاس کان وٺي ستون ڪلاس پڙهندڙ شاگرد. هر هڪ ڪمري ۾ ٻه ٻه ڪري رهايا ويندا هئا. ڪمرا هيٺ ۽ مٿي هئا. هاڻي اتي ايس- ايم ڪاليج آهي ۽ اتي رهائش جو ڪو به بندوبست ڪونه آهي. اتي ٻه مسجدون: هڪ سنين لاءِ ٻي شيعن لاءِ آهي ۽ اسين سنين جي مسجد ۾ نماز پڙهندا هئاسين.

بورڊنگ هائوس يا هالن ٺهرائڻ ۾ خيرپور جي ميرن جو وڏو هٿ هو. سردار هائوس، سردار محمد يعقوب جي نالي پنيان سڏجي ٿو جو خيرپور جو وزير هو. سڄي سنڌ جا شاگرد اتي اچي رهندا هئا. اسان کان اڳ ۾ ته تمام گھڻا ناميارا شاگرد پڙهيا. بلوچستان جو ميان غوث بخش بزنجو ۽ ميان عطاءُ الله مينگل به اتي جا شاگرد هئا. بورڊنگ ۾ بورڊن لاءِ اچڻ وڃڻ تي بندش هئي. صرف جمع ۽ آچر تي پاس ملندي هئي ۽ ٻاهر شهر گھمڻ وڃبو هو. سنڌ جي اعليٰ شخصيت ۽ وڏو اديب ۽ عالم مسٽر محمد ابراهيم جويو به سنڌ مدرسي ۾ پڙهيو ۽ قائداعظم محمد علي جناح به هن اداري جو شاگرد هو ۽ بعد ۾ انگلستان پڙهڻ ويو هو. سنڌ مدرسو مرحوم حسن علي آفنديءَ انگلينڊ جي پبلڪ اسڪول جي نموني تي ٺهرايو هو. هن اسڪول سنڌ جي مسلمانن جي وڏي خدمت ڪئي آهي ۽ سنڌ جا جيڪي به وڏا آفيسر ٿي گذريا آهن سي اتي پڙهيا آهن.

سنڌ مدرسي جي ماحول ۽ تعليم جو مون تي تمام وڏو اثر ٿيو ڇاڪاڻ ته ٻاراڻيءَ کان ونئي جوانيءَ تائين وارو وقت اتي گذريو ۽ جدا جدا استادن جي خيالن جا اثر منهنجي اخلاق تي پيا. عربيءَ جو استاد مرحوم قاضي عبدالرزاق روهڙي وارو هڪ سٺو عالم هو ۽ عربي ڏاڍي سٺي پڙهائيندو هو. دادو جو مولوي عبدالرحيم مگسي فقه پڙهائيندو هو ۽ بر جستو عالم هو. مولوي عبدالحق پناڻ به عربيءَ جو بهترين استاد هو. انهن کان علاوه استاد ناصر حسين ۽ مسٽر F. K پائيجي به سٺا ۽ محنتي استاد هئا. اردو سيڪشن ۾ استاد مرحوم عبدالعزيز، سائين عبدالمجيد، سائين محمد دائود هئا. سائين عبدالڪريم پيرزادو، سائين نور احمد ميمڻ سيوهاڻي به سٺا استاد هئا. سائنس ٽيچر هڪ يهودي مسٽر ابراهم بينجا من ٽالڪر به سٺو استاد هو. هندو استادن ۾ سرنهال چند سٺو هيڊ ماسٽر هو. ان کان سواءِ مسٽر پگت سنگھ به مئٿميٽڪس جو تمام پلو استاد هو. اسڪول جي چوڌاري لوهي جھنگلو هو. جنهن مان ڪڏهن لڪي پڄي وڃبو هو. پرسان بندر روڊ تي "سنڌ اسلاميه

هوٽل" هئي، جتي ڪڏهن ڪڏهن ماني ڪائبي هئي. هن هوٽل جي ماني ذاڍي سٺي هوندي هئي. اها هوٽل هاڻي بہ آهي، پر "وود اسٽريٽ" ۾ آهي. هوٽل جو مالڪ محمد صديق هو جو سنڌي هو ۽ هاڻي ان جو اولاد هوٽل هلائي ٿو.

## ڪراچيءَ جو ذڪر

جمع ۽ آچر تي پاس وٺي ٽن ڪان مٿي ڇوڪرا گڏجي شهر گهمڻ ويندا هئاسين. ڪڏهن ٻيڙي يا لانچ تي منهوڙي وڃبو هو. ڪياماڙيءَ تي ٻاهريان جهاز ايندا هئا، اهي ڏسڻ ويندا هئاسين. ڪا بہ بندش ڪانہ هئي. انگريزن جو دور هو. ڪڏهن راڻي باغ تہ ڪڏهن هوائي بندر تي بہ وڃڻ ٿيندو هو. شهر ۾ ٽرام هلندي هئي جنهن جو ڪرايو ٽڪو هوندو هو. عربي سمنڊ ڪراچيءَ سان لڳيو بيٺو آهي جيڪو هن شهر کي زينت بخشي ٿو. 1939ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي لڳي، پوءِ ڪراچيءَ جي آبادي وڌندي رهي. شهر تمام صفائيءَ وارو ۽ رستا ڪشادا هئا. ان وقت ۾ ڪيس "اوپر جي راڻي"سڏيو ويندو هو. موٽر ڪارون ڪونہ هيون، ڪي چند ٽئڪسيون بولٽن مارڪيٽ وٽ بيهنديون هيون. گهوڙي گاڏي ۽ وڪٽوريا وڏي سواري هئي. عام ماڻهن لاءِ ٽرام هئي. ان ڪان سواءِ ڪجهہ بسون بہ هلنديون هيون.

ڪراچيءَ کي ناهڻ ۾ مسٽر جمشيد نسروانجي پارسي ۽ راءِ بهادر هرچند راءِ وشنداس جو وڏو هٿ هو. مسٽر جمشيد هڪ تمام سٺو سوشل ورڪر هو ۽ راءِ بهادر هرچند راءِ وشنداس بئريسٽر هو ۽ ڪراچيءَ ۾ وڏو نالو هو. جناح صاحب جڏهن بئرسٽري پاس ڪري آيو هو تہ پهريائين ڪجهہ وقت ان جي فرم ۾ ڪم ڪيو هئائين. هر چندراءِ ڪراچيءَ جو ميئر بہ رهيو ۽ سنڌ جي وڏي سياستدان مرحوم رئيس غلام محمد ڀرڳڙي جو آخري دم تائين گهرو دوست رهيو. هي ٻئي سنڌ ۽ هندستان جا وڏا نالا هئا. هي ٻئي هندو مسلمان اتحاد جا حامل هئا،

انهن جي ٻڌيءَ کي ڏسي سنڌ ۾ مسلمانن ۽ هندن تي سٺو اثر پيو.

ڪراچيءَ ۾ هندن جي آبادي گهٽجي هئي. واپار به انهن وٽ هو. مسلمان ڪڏي ۽ لياري وارن علائقن ۾ رهندا هئا. ڪڏي ۾ گهڻا ملاح هئا ۽ اڄ به آهن ۽ لياري ۾ بلوچ ۽ مڪراني رهندا هئا ۽ اڄ به رهن ٿا. شهر ۾ هندن جا گهڻا هاءِ اسڪول هئا. اين- جي- وي هاءِ اسڪول گورنمينٽ طرفان هو جتي سنڌي، مرهٽي ۽ گجراتي سيڪشن پڻ هوندا هئا. اردو سيڪشن ڪو نه هو. سينٽ پيٽرڪ، ڪرسچنن جو مشهور اسڪول هو ۽ ٻيا به چرچ مشن هاءِ اسڪول، ماڊل هاءِ اسڪول ۽ سٽي هاءِ اسڪول هوندا هئا. بوهرين جو هڪ اسڪول سنڌ اڪيڊمي جي نالي سان هو ۽ اڄ به آهي. پارسين جو بائي وير بائجي سوپاري والا اسڪول پڻ هوندو هو ۽ اڄ تائين بهترين طريقي سان هلي رهيو آهي ۽ صدر ۾ واقعي آهي. اهڙي طرح ڇوڪرين لاءِ وري خاص هاءِ اسڪول ماما پارسي هاءِ اسڪول هوندو هو ۽ اڄ به آهي. هندن به ان طرز تي هڪ اسڪول ڇوڪرين لاءِ فريئر روڊ تي ”ڪنيا مهاوديالا“ جي نالي سان ٺهرايو هو جو اڄڪلهه ڪاليج آهي. ڪراچيءَ ۾ ڊي - جي سنڌ ڪاليج ۾ سائنس ۽ آرٽس جا سبجيڪٽ پڙهايا ويندا هئا ۽ اڄ به پڙهايا وڃن ٿا. ان کان سواءِ اين-اي-ڊي انجنئرنگ ڪاليج به هو. جيڪو اڄڪلهه يونيورسٽي جو درجو رکي ٿو. هي ڪاليج به هڪ پارسي نورو جي ايڊلجي ڊنشا ٺهرايو هئو.

ڪراچيءَ ۾ لا ڪاليج پوءِ دير سان کوليو ويو ۽ ان جا ڪلاس شام جو ڊي- جي سنڌ ڪاليج ۾ هلندا هئا. پوءِ ڪاليج جي بلڊنگ ٺهي. مون جڏهن ”لا“ ۾ داخلا ورتي تڏهن ان جو افتتاح ٿيو هو. جيڪو هندوستان جي فيڊرل ڪورٽ جي چيف جسٽس ڪيو هو جيڪو لنڊن کان دهليءَ وڃي رهيو هو ۽ کيس ڪراچيءَ ۾ دعوت ڏئي آندو ويو هو. ان وقت ”لا“ ٻن سالن جو ڪورس هو ۽ ”لا“ انٽر کان پوءِ به ٿيندي هئي. انٽر پاس شاگردن لاءِ ٽي پيرڊ ۽ گريجوئيٽ شاگردن لاءِ ٻه پيرڊ هوندا هئا.

# جهونا ڳڙهہ جو احوال

اڳ ۾ ذڪر ڪري آيو آهيان تہ فرسٽ، ايئر ڊي- جي ڪاليج مان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ جهونا ڳڙهہ رياست ڏانهن وڃي تعليم حاصل ڪرڻ جو ارادو ٿيو. ڪجهہ پئسا بنيءَ جي فصل مان ۽ ڪجهہ فنڊ مان جيڪي مرحوم قاضي خدا بخش ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ هڪ ٻئي سيٺ گڏجي ڏنا. ڊاڪٽر علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو جو ان وقت 1938ع ۾ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشنس ٿي آيو هو ان هڪ چٺي مرحوم ظهور الدين پرنسپل بهاءُ الدين ڪاليج جهونا ڳڙهہ لاءِ ڏني سو الاتوهار ڪري روانو ٿيس. مون کي ڪجهہ دير ٿي وئي هئي جو ڪاليج 20 جون تي کلي ويو هو ۽ مان پوءِ پهتو هوس. حيدرآباد کان ننڍي ريلوي لائين ميرپورخاص رستي ممبئي ويندي هئي، ان ۾ دوارڪا جو گاڏو لڳندو هو. ان ۾ چڙهي برٿ ٿرڊ ڪلاس والاري وينس. جهوناڳڙهہ پهچڻ ۾ ٻہ ڏينهن لڳندا هئا. واٽ تي وڏيون اسٽيشنون جهڙوڪ: مهسانہ-ويرم گام ۽ واڌوان وغيره هيون. ابوجبل کان بہ گذر ٿيندو هو. اتي هڪ مسلمان سنا اُقراتا ۽ ٻوڙ رڌي اسٽيشن تي ڪٽي ايندو هو. جنهن کان منجهند جي ماني وٺي کائبي هئي. گاڏي صبح جو لوني جنڪشن تي پهچندي هئي. سڄا گاڏا ٻاڙهي ريتيءَ سان پرجي ويندا هئا، جي صاف ڪري هنڌ بسترا چنڊي وري وڇائبا هئا. گاڏي هتي ٻہ ٽي ڪلاڪ ترسندي هئي. اسان اتي وهنجي سنهنجي ڪپڙا بدلائي حلوي پوري سان نيرن ڪندا هئاسين. منجهند جو ٽين وڳي ڌاري گاڏي ماروا اسٽيشن تي پهچندي هئي. ويرم گام اسٽيشن تي ممبئي وارا گاڏا جدا ڪري ٻي گاڏي سان ڳنڍيا ويندا هئا. ٻيءَ لائين تي ”گونڊل“ ۽ هڪ وڏي رياست“ راج ڪوٽ“ هيون. اسان اتي لهي ٻي گاڏي ۾ ويهندا هئاسين جو اهو گاڏو دوارڪا طرف ويندو هو.

مان پهرئين دفعي منجهند جو جهوناڳڙهہ پهتس ۽ سڌو ڪاليج هاسٽل وڃڻ ٿيو. اتي ڪيترائي سنڌي شاگرد اڳيئي پهتل هئا. هڪ ۽ ٻہ

هاسٽل تہ انهن سان پري پئي هئي. مون في الحال هڪ دوست وٽ ٽپڙ رکيا. پر هاسٽل ۾ جاءِ نہ ملي. مون کان پوءِ ٻيا بہ ڪيترائي سنڌي شاگرد آيا، جن ۾ سيد پناهہ علي شاهہ- ميمڻ عبدالفتاح - احمد نواز اعوان اصل ۾ نوابشاهہ ۽ پوءِ لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيو. تمام پلو ماڻهو هئو. - شفيع محمد قريشي بوبڪائي- محمد رمضان ميمڻ ٽٽي وارو- شيخ عبدالله وارهہ وارو ۽ ڪجهہ ٻيا بہ شاگرد هئا. اسان سڀني دوستن گڏجي شهر ۾ جاءِ ورتي سين. خان محمد شاهہ ٽنڊي باگي وارو. هڪ ميمڻ هالن جو، شاهنواز لاڙڪ نوابشاهہ جو گڏجي ان جاءِ ۾ رهڻ لڳاسين. هڪ سنڌي بورچي اتي اچي ويو. ماني سٺي ڪندو هو. ان کي رکيوسين. ڪاليج جا پروفيسر سٺا هئا. پرنسپل مسٽر ظهور الدين پنجابي هو پر ڏاڍو هوشيار هو. ڪي پروفيسر سٺا هئا. هندو ۽ ڪي وري مسلمان بہ هئا. "مسٽراوزا" ۽ مسٽر جوشي سٺا پروفيسر هئا. ڪاليج ۾ ٽيوشن في ڪانہ هئي، پڙهائي باقاعدي ٿيندي هئي. سمورا پروفيسر ڪلاس وقت تي ونندا هئا. پروفيسر Joshi جي ڪلاس ۾ چوڪرا گوڙ ڪندا هئا. انگريزي جو پروفيسر چڱو هو. مسٽر اوزا بہ سٺو هو. قاضي عبدالرحمٰن ڪلاس ۾ گهٽو پچندو هو (قاضي عبدالرحيم جو سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج هئو ان جو والد هو. سندس ڀيو پٽ قاضي عبدالستار حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو آهي ۽ اصل اچي قبر لڳ نارو شاهہ جا ويٺل آهن.) سندن وڏو قاضي عبدالجليل سنڌ جو مشهور وڪيل ٿي گذريو آهي.

اسان جن شاگردن کي هاسٽل ۾ جاءِ نہ ملي انهن گڏجي وچ شهر ۾ عثمانيہ هوٽل جي سامهون سٽن ڪمرن تي مشتمل هڪ وڏي جاء مسواڙ تي ورتي. مسٽر ابوبڪر ميمڻ ڏيپلي جو پڻ بہ اتي رهڻ لڳو ۽ ناصر الدين ڪوٽوال ميرج اسٽيٽ (نزد ڪولها پور) بہ اتي ان جاء ۾ ڪمرو وٺي رهڻ لڳو. هو انگريزيءَ ۾ ڏاڍو هوشيار هو. ڪاليج ۾ عربيءَ جو استاد مسٽر يحيٰ هو جيڪو ٻوڙو هو، تمام هوشيار هو. اتي جي هاسٽلن ۾ بہ وقتي ماني ٿيندي هئي جو ڪاليج جو ٽائيم صبح جو

ڏهين وڳي کان شام ڇئين وڳي تائين هوندو هو. ڪراچيءَ ۾ به اهو تائيم هوندو هو ۽ اتي به ٻه وقتي ماني ملندي هئي. جهوناڳڙهه هڪ مسلمان رياست هئي، ان جو نواب "محبت خان" هو. ڪتا گهڻا پاليندو هو. شهر کي جوڙاري ڪوٽ ڏنل هو. شهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چار پنج دروازا هئا. شهر ايڏو صاف سٿرو ڪونه هو. باقي ڪوٽ کان ٻاهر سٺو هو جو اتي ڪاليج ۽ هاءِ اسڪول هئا. نواب صاحب جا بنگلا به ٻاهر هئا.

هاسٽل ۾ مانيءَ جو بل ڇوڏهن، پندرهن روپيا ايندو هو. ٻي ڪلب جو بورچي جهوناڳڙهي هو، اتي جمع موڪل هوندي هئي. اسان وٽ جمع ڏينهن ماني سني يعني پلاءُ وغيره پچندو هو. ان کان علاوه پڊنگ- بيضن جو حلوو يا دوڌي يعني ڪدوءَ جو حلوو سٺو ٺهندو هو. اتي شهر ۾ ڪاڌي پچائڻ لاءِ ترن جو تيل استعمال ٿيندو هو ۽ ان ۾ ماني تيار ڪرڻ جو رواج هو. اسان سنڌي سٺو گيهُ استعمال ڪندا هئاسين. ماهيو کير ڏاڍو سٺو ملندو هو.

جهونا ڳڙهه شهر ۾ هڪ وڏي لئبريري هئي جتي پڙهڻ لاءِ وڃبو هو. اتي، جون، جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ تمام گهڻو مينهن پوندو هو، پر سال 1939ع ۾ گهٽ مينهن پيو نه ته 16 انچ به پوندو هو. شهر جي ٻاهران ٻيلا هئا. خاص ڪري گير فاريسٽ جنهن ۾ شينهن به رهندا هئا. شهر کان ٻه يا ٽي ميل پري "ڏاتار جبل" هو جتي مسلمانن جي هڪ درگاهه هئي ۽ هڪ باغ به هو. ڏاتار جبل لاءِ اهو مشهور آهي ته سنڌ جا مسلمان چور ۽ ڏاڙيل قانون جي گرفت کان بچڻ لاءِ ڏاتار جبل ۾ وڃي لڪندا هئا. اسين شاگرد هر جمعي تي اتي گهمڻ ويندا هئاسين. ٻيو ٽن چئن ميلن جي مفاصلي تي وڏو جبل "گرنار" هو. اهو اوچو جبل هو. اسان به تفريح خاطر هڪ دفعو پنهنجي ماني وغيره تيار ڪري اتي ويا هئاسين. جبل جي مٿين چوٽي به ٽي هزار ڏاڪا مٿي هئي، اتي ٻيون به ٽي چوٽيون هيون. پهرين چوٽيءَ تي "شِوَ" جا مندر هئا جتي "لنگ" جي پوڄا ٿيندي هئي. پوڙها ماڻهو پاڻ کي ڏوليءَ ۾ ڪٺائي اتي پهچندا هئا. ان جاءِ تي ڪڪر به هيٺ هوندا هئا ۽

ماڻهن کي ڪپڙن سميت آلو ڪري چڙهيندا هئا. ان چوٽيءَ تي هندو ٻاوا بہ رهندا هئا جن جا اتي گهر گهات بہ هئا. مندر غارن ۾ ٺهيل هئا. آخري چوٽيءَ کي ”گرو گورک ناٿ“ جي چوٽي سڏيندا آهن. اتي ننڍڙي ٽلهي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونہ هو. ان تي سنياسي يا ٻاوا متو ٽيڪيندا هئا. اتان گهمي ڦري سج لٿي واپس آياسين.

اهو سفر ڏاڍو مزيدار هو جو اڄا تائين نٿو وسري. آخري چوٽيءَ تي رسڻ لاءِ ڏاڪا ٺهيل آهن جي اسٽيٽ (رياست) پاران ٺهرايا ويا آهن. مٿان کان هيٺ نظر ڪبي تہ غار ۾ ماڻهون نظر ايندا. هيٺ چوڏاري ٻيلو هئو/آهي. جبل مٿان تمام گهٽي ساوڪ ۾ گاهہ بہ قسمن قسمن جا نظر آيا. اتي پاڻي تمام گهٽو آهي. جبل ڪکرن کان گهڻو مٿي آهن. اهو ٽوئر خاص اسين سنڌي مسلمان شاگرد ڪندا هئاسين. جهوناڳڙهہ ۾ هڪ مسجد قلعي تي شهر ۾ زير زمين وانگر آهي جا ڏاڍي سٺي نموني ٺهيل آهي. ڪجهہ وقت ذڪر ڪيل دوست پاڻ ۾ ٺهراءُ نہ هجڻ ڪري ٻي جاءِ وٺي وڃي رهياسون.

## ممبئي گهمڻ جو شوق

جهوناڳڙهہ پڙهڻ دوران ممبئي گهمڻ جو شوق ٿيو. سو مسٽر احمد خان بارڪزئي جج (جو هاڻي گذاري ويو آهي) ۽ مرحوم غلام قادر شيخ ۽ مان گڏجي گهمڻ وياسين. جهوناڳڙهہ کان ممبئي جو ڪرايو 6 يا 8 روپيا هو. اهو 1939ع جو زمانو هو. ممبئيءَ ۾ رهائش هڪ ڪاٺياواڙي مسلمانن جو مسافر خانو هو جو پڪ موڙيا اسٽريٽ شوڪت علي روڊ ۽ گرانٽ روڊ وٽ J. J هاسپٽل پرسان هو. اتي ترسياسين. رهائش فري هئي باقي ماني هوٽل تي کائبي هئي. اتي هفتو کن رهياسون ۽ خوب گهميا ڦرياسون. هروڀرو گهڻو خرچ ڪونہ ايندو هو. سستائيءَ جو دور هو. ممبئيءَ شهر گهمڻ وٽان هئو. چوپاٽي بيچ هئي. سمنڊ جو ڪنارو. ڏسڻ وٽان هئو.

ممبئيءَ ۾ رنجيت مووي ٽون اسٽوڊيو جو چڪر لڳايو سين

جتي پرٿوي راج، راج ڪپور ۽ ٻيا اداڪار نظر آيا. شهر ۾ ٽرين به هلندي هئي ۽ ٽرام به هلندي هئي، جيڪا هاڻي بند آهي. ٻاهر انڌيري ۾ اسماعيل ڪاليج آهي، جتي علامه دائود پوٽو صاحب ڪجهه وقت لاءِ پروفيسر هو. ممبئي ۾ ٽڪري تي هئنگنگ گارڊن آهي، جتي جناح صاحب جو بنگلو هو. اهو پوش علائقو هئو. جو سمنڊ جي ويجهو هئو. اتي ان وقت سهراب موديءَ جي مشهور فلم "پڪار" سئنيما ۾ لڳل هئي جا پهرئين ڏينهن ڏٺين سين. اتي اسماعيل ڪاليج ۾ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو مليو جنهن سڄو ممبئي شهر گهمايو. هفتو کن اتي رهي واپس جهوناڳڙهه آياسون. ٽرين ذريعي تقريباً 48 ڪلاڪن جو سفر هو. واٽ تي احمد آباد، سورت، ٻڙودا ۽ بروچ ڏٺاسون. اهي تمام وڏا شهر آهن. احمد آباد سابرمتي نديءَ جي ڪناري تي آهي. اهو سڄو سمنڊ جو ملبار ڪنارو سڏجي ٿو. برسات گهڻي پوي ٿي ۽ ساوڪ تمام گهڻي آهي. هتي ناريل جا وڻ به جام هئا. انهن شهرن کان سمنڊ گهڻو پري ڪونه آهي. اهو به تاريخ جي ڪتابن ۾ پڙهيو اٿئون ته انگريزن ۽ پورچوگيزن صورت ۾ اچي واپاري ڪوٺيون قائم ڪيون ۽ هندوستان سان واپار ڪرڻ شروع ڪيائون ۽ پوءِ آهستي آهستي سڄي هندوستان تي قبضو ڪري ويا.

ان سال 40-1939ع ۾ آرٽس ۽ سائنس ٽرم ۾ اٽڪل 70-60 مسلمان شاگرد داخل ٿيا هئا. مسٽر احمد خان لانگاهه سينيئر شاگرد هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻيا مون کان مٿي، ۽ جونيئر بي- اي ۾ مسٽر پناهه علي شاهه موسوي ۽ ميمڻ عبدالفتاح هئا. مان پڙهڻ ۾ سست هيس ۽ ڪو خاص نمبر ڪو نه حاصل ڪيم. سال پورو ڪري ڪراچيءَ آيس ۽ انٽر جي امتحان جي تياري ڪرڻ لاءِ مسلم هاسٽل ۾ رهڻو پيو. تمام سخت امتحان هو ۽ ممبئي يونيورسٽي جو هو. فيروزالدين اچڻ ۽ ٻيا هوشيار شاگرد هئا. ڪراچي اچڻ ڪانپوءِ ڪافي محنت ڪيم ۽ انٽر جو امتحان پاس ڪيم. انٽر پاس ڪرڻ ڪانپوءِ وري ڪراچي ۾ پڙهڻ جو

خيال ٿيو. ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب ويھ روپيا ماهوار اسڪالرشپ ڏني، اهڙي طرح ڊي- جي ڪاليج ۾ بي- اي ۾ داخلا ورتم ۽ منهنجي رهائش مسلم هاسٽل ۾ ٿي. هاسٽل جو مڪمل نالو "ليسلي ولسن مسلم هاسٽل" هو. جو ممبئي جي گورنر جي نالي پٺيان هو. جنهن فنڊس گڏ ڪري مذڪوره هاسٽل ٺهرائي هئي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ان کي جناح ڪورٽس سڏيو ويو. تمام سٺي ۽ هوا دار بلڊنگ هئي ۽ آهي، پراڻي پولو گرائونڊ (هاڻي جناح باغ) جي سامهون آهي. هاڻ اتي هاسٽل ڪانه آهي ۽ خبر ناهي ته اتي هاڻي ڪهڙو ادارو کوليو آهي، هاڻي شايد هي فوج جي حوالي آهي.

بي- اي ۾ داخلا دوران مون يو- ٽي - سي ۾ به داخلا ورتي ۽ هڪ ٽرم ملٽريءَ جي ٽريننگ به ورتم ۽ پڙهائي به جاري رکيم. اهڙي طرح فلاسافي ۾ بي- اي آنرس پاس ڪيم. ان زماني ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي به زور شور سان هلندڙ هئي. جپانين انگريزن کي برما فرنٽ تي ٽوٽا چٻايا ۽ سڄو قبضو ڪري ويا. ڪلڪتي ۾ بامبنگ پئي هلي. ان کان سواءِ بنگال ۾ سخت ڏڪار هو ۽ ماڻهو گهٽين ۾ مري رهيا هئا.

بي-اي جي امتحان هلندي مسٽر عثمان علي انصاري جيڪو ان وقت هاسٽل سيڪريٽري هو. پهرين اپريل 1942ع تي صبح جو سوير هاسٽل ۾ آيو ۽ هاسٽل خالي ڪرڻ لاءِ چيائين. ايتري ۾ اسان جي هم ڪلاسي غلام حسين طاهراڻيءَ چيس ته "سائين اسان سان اپريل فول ڪرڻ آيا آهيو ڇا؟" انصاري صاحب چيو ته "نه بابا گورنر مسٽر ڊو (Sir Hugh Dow) مونکي گهرائي آرڊر ڏنو آهي جو هتي آمريڪن فورس اچي ٿو، اهي رهندا. اوهان منا رام هاسٽل ۾ رهو"

منهنجو بي- اي جو پرچو هو سو مون پنهنجي دوست شمس الدين شاهه کي چيو ته منهنجو سامان به کڻائي منا رام هاسٽل ۾ رکائي. اهڙي طرح باقي مهينو کن مينا رام ۾ رهڻ ٿيو. ان بعد ڪجهه شاگردن کي ان وقت جي وزير تعليم پير الاهي بخش ميڪليوڊ روڊ تي هڪ جاءِ

ڏني، ان جو نالو روپ ولاڙهو. ڪافي ڇوڪرا اتي وڃي رهيا. ٽيستائين امتحان به پورا ٿي ويا. ڪراچيءَ جو شهر جهوناڳڙهه کان مهانگو ۽ فيشن ايبل شهر هو. ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا سٺا ڪپڙا ۽ سوٽ پائيندا هئا. انهن کي ڏسي مون به سوٽ وغيره ٺهرايا جي نه ٺهرائڻ کپندا هئا ۽ اجا سادگيءَ سان رهي پئي سگهيس، پر ٻين دوستن کي ڏسي ايئن ڪرڻو پيو. بي-اي پاس ڪرڻ کانپوءِ بابا جا ڇڏيل 2100 روپيا مون ڪڍرائي مختلف وقتن تي مختلف ڪمن سان خرچ ڪيم ڪجهه اڳ ۾ ئي خرچ ڪري ڇڏيا هئا.

## ٻي مهاڀاري لڙائي

ٻي مهاڀاري لڙائي سيپٽمبر 1939ع کان شروع ٿي ۽ آگسٽ 1945ع تائين هلي. هي لڙائي جرمني ۽ انگريزن جي وچ ۾ شروع ٿي. اٽلي جرمنيءَ جي پاسي هئي ۽ جاپان بعد ۾ جرمنيءَ سان شامل ٿي ويو هو. اهي سمورا ملڪ هڪ پاسي ۽ يورپ سڄو ٻئي پاسي هو. جرمني سڄو يورپ قبضي ۾ ڪري ورتو هو. باقي انگلينڊ سان لڙائي هلي رهي هئي. آخر 1942ع ۾ جاپان سڄي اوڀر ايشيا تي قبضو ڪيو. برما به قبضي هيٺ اچي ويو هو. جو انگريزن جي ماتحت هو. ايشيا جا مسلمان خاص ڪري پنجابي- سک ۽ گورکا انگريزن جا مددگار هئا. جاپانين انگريزن کي سخت نقصان رسايو ۽ پرل هاربر ٻيٽ جيڪو آمريڪا جي پئسفڪ ۽ هندي سمنڊ جي وچ تي آهي اهو هٽ ڪيو ۽ ان کانپوءِ آمريڪا به جنگ ۾ گهڙي پيو ۽ اپريل 1942ع ۾ فوجي دستا ڪراچيءَ پهچي ويا جن جي ڪري اسان کان مسلم هاسٽل خالي ڪرائي وئي هئي. آمريڪي فوجين ۾ اڇا ۽ ڪارا سپاهي شامل هئا.

آگسٽ 1945ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي ختم ٿي ۽ ساڳئي ئي مهيني ۾ آمريڪا. جاپان جي ناگا ساڪي ۽ هيرو شيما تي ائٽم بم ڪيرايا، جنهن ڪري جاپان ۾ زبردست تباهي ٿي ۽ لکين ماڻهو مري

ويا. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جو اثر اسان جي علائقن تي نه پيو بلڪ پوري دنيا تي پيو. جو ڪپڙو به راشن تي ملندو هو. 1942ع ۾ سنڌ ۾ ته اهڙي حالت هئي جو ماڻهو ميّت به ڳوٿين ۾ ويڙهي دفن ڪندا هئا. ڪفن لاءِ به ڪپڙو ڪونه ملندو هو.

## ملٽري ٽريننگ جو احوال

بي- اي جي پهرئين سال ۾ منهنجا روم ميٽ علي محمد سمون ۽ مهرو خان ڪلهوڙو هئا. ان سال ۾ پڙهائيءَ جو شوق گهٽجي ويو هو. ان ڪري يو- ٽي - سي ۾ ملٽري ٽريننگ حاصل ڪيم جيڪا تقريباً ڇهه مهينا هلي. نومبر مهيني ۾ ڪئمپ لڳندي هئي ۽ ڪئمپ جا پندرهن ڏينهن تنبن ۾ رهڻو پوندو هو. ۽ باقاعدي ملٽريءَ واري زندگي گذاربي هئي. صبح جو بگل وڄندو هو ۽ چانهه پي اتي پي- ٽي ڪبي هئي. اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ ڏاڙهي لاهي، بسترو ويڙهي تنبوءَ جي صفائي وغيره ڪرڻ ڪانپوءِ نيرن ڪبي هئي. ان ڪانپوءِ رائيفل کڻي وڃي پريڊ ۾ بيهبو هو. 9 ڪان 12 وڳي تائين رائيفل ڪلهي تي رکي ڊوڙڻو پوندو هو. ٽريننگ وارو ميدان اڳوڻي 'ڊالميا سيمينٽ فيڪٽري" وٽ هو جنهن کي "ڪنٽري ڪلب" سڏيو ويندو هو. اهو جيل کان اٽڪل ٽي ميل پري هو. پريڊ کان پوءِ رائيفلون توشاخانه يعني ڪوارٽر ماسٽر ۾ رکي تنبن ۾ واپس ايندا هئاسين ۽ پريڊ واري ڊريس لاهي وهنجي ڪپڙا بدلائي هڪ وڳي منجهند جي ماني کائبي هئي. ماني وٺڻ لاءِ پنهنجون به پليٽون کڻي وڃبيون هيون ۽ ماني وٺي ٽيبلن تي ويهي کائبي هئي. هتي ٻن قسمن جو کاڌو ملندو هو: هڪ ويجيٽيرين ۽ ٻيو نان ويجيٽيرين. چاڪاڻ ته هندن جي گهڻائي هئي. مون سان گڏ منهنجو هڪ دوست احمد تيجاڻي جيڪو خوجو هو تنهن ويجيٽيرين لکرايو هو. ان ڪري اسان ٻئي ٻنهي کاڌن جو مزو وٺندا هئاسين. ناشتي ۾ مون کي به بوائل بيضا ۽ هڪ بن ڊبل روٽي ملندي هئي. مسٽر تيجاڻيءَ کي

حلوو پوري ملندو هو. ڏاڍو مزو ايندو هو ڪاڌي کائڻ ۾. هر هڪ تنبوءَ ۾ ڇهه ڇوڪرا رهندا هئاسين. بسترو پنهنجو هوندو هو جو پٽ تي وڇائي سمهڻو پوندو هو. پنهنجو هر ڪم پاڻ کي ڪرڻو پوندو هو. شام جو هاڪي ۽ فوٽبال رانديون کيڏندا هئاسين. ڪيمپ ۾ پنج پلٽونون هيون جن جي وچ ۾ مئچون ٿينديون هيون. ڪيمپ ۾ "ڪوارٽر ماسٽر گارڊ" ٿيندو هو جنهن ۾ هر هڪ پلٽون جا اٺ ڄڻا پريڊ ڪري چوويهه ڪلاڪ ڊيوٽي ڏيندا هئا ۽ توشاخاني واري تنبوءَ ۾ رهندا هئا. انهن مان ٻه ڪلاڪ ٻه ڄڻا صبح شام بيهندا هئا.

رات جو جيڪڏهن ويجهو يا پري کان ڪو لنگهندو هو ته ان کي چيلينج ڪبو هو ۽ ڪيس هڪل ڪري چئبو هو ته "هوڪمز ديئر". جيڪڏهن هو جواب ڏيندو هو ته "فرينڊ" ته پوءِ ان کي چئبو هو "پاس آن فرينڊ". ٻي حالت ۾ ان تي فائر به ڪري سگهبو هو. پر اهڙو واقعو ڪو نه ٿيندو هو. مون به "ڪوارٽر گارڊ" جي ڊيوٽي ڏني. ڪيمپ ۾ پاڻيءَ جو سٺو بندوبست هو. هر وقت پاڻيءَ جون ٽانڪيون موجود هيون. ڪئمپ ۾ ٿورو پري ڪڏو ڪوٺي وچ ۾ ڳوٺيون هٽي ڪاڪوس (ليٽرن) ٺهرايا ويا هئا. انگريزن جو دور هو. خرچ تمام گهٽ ٿيندو هو. اسان جا سارجنٽ پنهنجي پلٽونن جا هوندا هئا ۽ انهن جي مٿان آفيسر هوندا هئا. ڪئمپ پندرهن ڏينهن هلندي هئي ۽ ان کان پوءِ سيڪو پنهنجي پنهنجي گهر هليو ويندو هو. مون فقط هڪ سال ٽريننگ ڪئي، ٻيو سال ڪانه ڪيم. اتي ڪئمپ تي هڪ ڪئنٽين به لڳائي ويندي هئي، جتي بسڪيٽ ۽ ڪتمنڙا سستا ملندا هئا. جيڪي ڏينهن گرائونڊ ۾ پريڊ ڪبي هئي ان دوران ميلن جو حساب ڪري ڪرايو ڏيندا هئا ڪئمپ جي ختم ٿيڻ واري ڏينهن تي. ڪئمپ لائيف ۾ دنيا جو ڪو به خيال نه هوندو هو.

## نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ

بي- اي پاس ڪرڻ ڪانپوءِ نوڪري ڪرڻ جو ارادو ٿيو ڇاڪاڻ ته

غربت هئي ۽ ڪائڻ لاءِ ڪجهه به ڪو نه هو. سو منهنجي ماسات مرحوم محمد صالح مون کي پوسٽ آفيس ۾ نوڪري وٺي ڏني. پگهار چاليهه روپيا هئي. ڊائريڪٽر پوسٽ جي آفيس ۾ ويس پر 8 ڏينهن کانپوءِ نوڪري ختم ڪري ڇڏيائون جو ليو ويڪنسي هئي. مونکي به ڪلارڪي جو شوق ڪونه هو. البت ماستريءَ جو رجحان هو سو يڪدم وڃي ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب سان آفيس ۾ مليس. مون کي چيائين ته اوهان جهڙا نوجوان کپن. سپاڻي وڃي اين - جي- وي هاءِ اسڪول ۾ ڊيوٽيءَ تي چڙهه. آرڊر تنهنجو مان موڪلي ڏيندس. مان ٻئي ڏينهن آگسٽ مهيني جي شروع ۾ اتي ويس ۽ هيڊ ماسٽر مسٽر بي - ٽي آڏواڻيءَ سان مليس جيڪو تمام سنو ماڻهو هو. مونکي پهريون درجو ڏنائين پر ڪجهه ڏينهن کانپوءِ چيائين ته بابا پهرئين درجي تي بي-ٽي ٽرينڊ ٽيچر رکڻو آهي تون ٽيون درجو پڙهاءِ. مان پاڻ به ڏاڍو خوش ٿيس ۽ دل و جان سان ڪم ڪيم. ان وقت بي- اي آنرس گريجوئيٽ جو پگهار 45 روپيا هئي. نوڪري ڪرڻ دوران وڪالت پڙهڻ جو شوق ٿيو. پر ڪيئن ڪيان جو ان وقت "لا" جا ڪلاس صبح جو ڏهين وڳي کان هلندا هئا ۽ نوڪريءَ دوران ڪلاس نه پئي اٽينڊ ڪري سگهيس ۽ سڄو سال اتي پڙهايم. ان کانپوءِ قدرتي ڪم اهو ٿيو جو سنڌ سرڪار انسپيڪٽر جنرل هيلٿ جي آفيس ٿي کولي ۽ انهن لاءِ جاءِ جو مسئلو هو. جيئن ته اين-جي- وي هاءِ اسڪول سول اسپتال سان لڳ هو ۽ آفيس به اسپتال جي پرسان کولڻي هئي. ان ڪري سرڪار اين - جي - وي اسڪول جي اڌ بلڊنگ انهن جي حوالي ڪئي ۽ اسڪول ۾ شفٽ شروع ٿي. پهرين شفٽ صبح جو 8:30 کان 1:30 تائين جنهن ۾ چوٿين ڪلاس کان ستين ڪلاس تائين پڙهايا ويندا هئا ۽ ٻي شفٽ ۾ ٻين وڳي کان ڇهين وڳي تائين پهرئين کان ٽيون ڪلاس هلڻ لڳو. اهو منهنجي لاءِ هڪ سونهري موقعو هو. لا ۾ داخلا وٺڻ لاءِ. اهڙي طرح مون 1943ع ۾ لا ۾ داخلا ورتي. پگهار مان پئسا بچائي فيس وغيره ڀريندو هوس. ان وقت لا ٻن

سالن اندر مڪمل ڪيو ويندو هو ۽ سخت محنت ڪرڻي پوندي هئي. خاص ڪري لا جو ٻيو سال ڏاڍو ڏکيو هو. ڪمپني لا ۽ سالونسي لا ڏاڍا ڏکيا پيپر هئا. پورا ٻارهن ڪلاڪ ڪرسيءَ تي ويهي پڙهندو هيس. منهنجو دوست مهرو خان ڀهرئين فيل ٿي عليگڙهه هليو ويو ۽ ٻيا به گهڻا مسلمان ڇوڪرا هئا. پاس به گهڻا ٿيا. هالن جو ارباب حسين علي، ممتاز بخاري، احمد خان بارڪزئي ۽ محسن عباسي وغيره هئا. انهن مان ته ڪيترائي گذاري ويا آهن. اهڙي طرح سخت محنت ڪانپوءِ لا جو امتحان پاس ڪيم.

هتي هڪ ڳالهه ضرور ٻڌائڻ چاهيان ٿو (جيڪو مون اڳ ۾ به ذڪر ڪيو آهي) ته آئون هڪ غريب ماڻهو هيس. منهنجو والد هيڊ منشي هوندو هو. پر هو ننڍيءَ عمر ۾ گذاري ويو هو ۽ منهنجي والده پورهيو ۽ محنت ڪري اسان ٻائرن کي پڙهايو ۽ ٻيٺن جي سار سنڀال به ڪيائين. ڪي سال آئون جهوناڳڙهه ۾ پڙهيس. ان کان اڳ مان سنڌ مدرسي ۽ ڊي جي ڪاليج ۾ به پڙهيس ۽ ايل ايل بي ڪراچيءَ مان ڪيم. ايل ايل بي جي امتحان جي في لاءِ مون وٽ پئسا ڪو نه هئا. ڪراچيءَ ۾ اهڙا تمام گهڻا سخي حضرات هوندا هئا جن ۾ خاص طور تي گجراتي ميمڻ جيڪي غريب شاگردن جي پڙهائيءَ جو ڪجهه بار کڻندا هئا. مان پنهنجي ڪاليج جا ڪاغذ. امتحان جو ليٽر ۽ مارڪس شيٽ کڻي هڪ اهڙي دل واري ماڻهوءَ سان بندر روڊ تي مليس. وٽس هڪ وڏو دڪان هو. مون ڪيس اِها گذارش ڪئي ۽ پنهنجا ڪاغذ ڏيکاريم ۽ غالباً انهيءَ دور ۾ يعني 1945ع ۾ امتحان جي في 350 رپيا هئا. ان شخص مون کي 350 رپيا ڏنا ۽ مان امتحان ڏئي ڪامياب ٿيس. دادو وڃڻ کان پوءِ مان پنهنجي ڀهرئين ڪيس جي في ملڻ شرط ڪراچيءَ ويس 350 رپيا کڻي. ان ماڻهوءَ سان مليس ۽ پئسا ڏنا مانس. جنهن تي هو عجب ۾ پئجي ويو ۽ چيائين ته نوجوان قريشي تون اهو پهريون ماڻهو آهين جيڪو دادوءَ مان هلي مون کي پئسا موٽائڻ آيو

آهين. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي نوجوانن جي مدد ڪئي هوندي پر مون وٽ اهڙي طرح ڪو بہ مُوٽي نہ آيو آهي. توڪي لک شابسون هجن. هي پئسا مان تو کي واپس ٿو ڪيان ۽ توکي اِها وصيت ٿو ڪيان تہ تون بہ ڪوشش ڪري هڪڙو ماڻهو اسڪول يا ڪاليج ۾ پڙهاءِ. ان ماڻهوءَ منهنجي تمام گهڻي عزت ڪئي. مون کي پاڪر پاتائين ۽ خدا حافظ چئي موڪلايائين. ان ڪانپوءِ منهنجي اِها ئي ڪوشش رهي آهي تہ جيڪي مون ڪمايو پئي ان مان هر سال ڪو نہ ڪو شاگرد پئي پڙهايو يا شهر توڙي ٻهراڙيءَ جي غريب ٻارن جي اسڪولن کي پڪا يا پاڻي مهيا ڪري ڏنو هوندو. جڏهن مون وڪالت پاس ڪئي تہ مون کي چيف ڪورٽ ۾ پاڻ کي رجسٽر ڪرائڻو هو تہ ان وقت بہ مون وٽ پئسا ڪو نہ هئا. آئون ان وقت پنهنجي سهري محترم مرحوم عبدالعليم قريشي ڏي آيس ۽ ڪيس انهيءَ لاءِ 2000 رپين لاءِ عرض ڪيم. جنهن بنا دير مون کي پئسا ڏنا ۽ مان پاڻ کي بار ڪائونسل ۾ رجسٽر ڪرائي وڪيل جي حيثيت سان پنهنجي وڪالت جو پيشو شروع ڪيو. مرحوم عبدالعليم قريشي منهنجي ماسات حاجياڻي شهربانو جو والد هو. اُهُ ڪيس مامو ڪري ڪوٺيندو هوس. پاڻ اڳيان هلي سنڌ جي پرائمري تعليم جو هيڊ يعني EI (ايجوڪيشن انسپيڪٽر) ٿيو ۽ علامہ عمر بن محمد دائود پوٽي سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو. هو هڪ تمام پڙهيل لکيل، سچو عالم ۽ وضع دار ماڻهو هو ۽ سجي ڳوٺ ۾ سندس سنو ڏاڪو ۽ عزت هوندي هئي.

## وڪالت جو دور

مون کي ڪراچيءَ ۾ دم جي شڪايت ٿي پئي هئي ڪنهن جي عزيز ڊاڪٽر جان محمد مون کي چيو تہ توکي ڪراچي جي موسم پاڻ ڪانہ پوندي. سو تون حيدرآباد ۾ وڃي وڪالت ڪر. منهنجي واقفيت ان وقت آخوند الهبچائي سان هئي جو حيدرآباد ۾ وڪالت

ڪندو هو ۽ اتان جو ٿي (مٿياري) رهاڪو هو. جنهن چيو ته امتحان پاس ڪري پلي مون وٽ هليا اچو. مون لاجي امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ هڪدم شادي ڪئي. وڪالت جي سند نومبر 1945ع ۾ ورتم. مان اڃا اين- جي - وي اسڪول ۾ ئي هيس ته ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب کي خبر پئي ته مان نوڪري ڇڏيان ٿو، سو يڪدم منهنجي نوڪريءَ جي ٽرمينيشن جو آرڊر ڪڍي موڪليائين. مان به وري وٽس ويس ئي ڪونه. نوڪري ڇڏي اچي حيدرآباد نڪتس ۽ آخوند صاحب سان مليس. آخوند صاحب جي وري مرحوم نصير محمد نظاماڻيءَ سان دوستي هئي جو ٽنڊي محمد خان ۾ وڪالت ڪندو هو ۽ نهايت ڪمزور ۽ پوڙهو ماڻهو هو، جنهن آخوند صاحب کي نوجوان وڪيل جي ضرورت محسوس ڪندي چيو ته ڪو پروسي وارو وڪيل رکي ڏيو. اهڙي طرح آخوند صاحب مون کي نظاماڻي صاحب ڏانهن ٽنڊي محمد خان ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليو. اها ڳالهه منهنجي دل وٽان ته ڪانه هئي، پر مجبوريءَ سبب اتي وڃڻو پيو. نظاماڻي صاحب نهايت ئي لائق انسان هو، ڪيس ڪاوڙ اصل ڪانه ايندي هئي. خاڪسار تحريڪ جو خاص ڪارندو هو ۽ مان به ڪراچيءَ ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو هوس. خاڪسار تحريڪ 1933ع ۾ علامه عنايت الله مشرقيءَ شروع ڪئي هئي جو لاهور جو هڪ وڏو سرڪاري آفيسر هو ۽ استعيفيٰ ڏيڻ ڪانپوءِ تحريڪ شروع ڪئي هئائين. تمام سٺي آرگنائيزيشن هئي ۽ خاص ڪري پنجاب، سرحد ۽ سنڌ ۾ گهڻو مقبول ٿي. اڪثر نوجوان ان ۾ شامل هئا. ان جو مول ۽ مقصد دين اسلام جي تبليغ ۽ بلندي هئي. يعني اخوت ۽ اسلامي برادريءَ جو اصول. خاص سياسي جماعت ڪانه هئي. هن جو اهم مقصد هو ته انگريز هندستان ڇڏي وڃن ته پوءِ حڪومت تي قبضو ڪجي جا ڳالهه تمام ڪٺن هئي. هندوستان ۾ هندن جي اڪثريت هئي ۽ هو اسان مسلمانن کان گهڻو اڳتي نڪري چڪا هئا. ڇاڪاڻ ته هو انگريزي پڙهڻ لڳا هئا جنهن ڪري تعليم ۾ وڌي ويا ۽ حڪومت ۾

نوڪريون ڪرڻ لڳا. ان جي ابتڙ اسان مسلمانن کي ملان مولوي چوڻ لڳا ته انگريزي پڙهندؤ ته ڪافر ٿي ويندؤ. جيڪو تمام غلط نظريو هو. ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ وڏو تغير اچي ويو هو. مغربي تهذيب ۽ تعليم سڄي دنيا تي حاوي ٿيندي ٿي وئي. جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو اسان مسلمان پوئتي ڌڪجي وياسين. بعد ۾ هندستان جي اڳواڻ سر سيد احمد خان مسلمانن ۾ بيداري پيدا ڪئي ۽ علي ڳڙهه ۾ انگريزي تعليم لاءِ ڪاليج کوليو جيڪو اڄ يونيورسٽيءَ ۾ تبديل ٿي ويو آهي. ان وقت هن ڪاليج ۾ مسلمان ڏاڍا ڏڙ انگريزي پڙهڻ لڳا. جيئن ته ورهاڱي واري تحريڪ ۾ ٻيون به سياسي تنظيمون هيون جيئن: مسلم ليگ ۽ انڊين نيشنل ڪانگريس. جنهن ۾ نالي وارا وڏا ليڊر هئا. جن ۾ نهرو، گانڌي، ابوالڪلام آزاد وغيره. ان ڪري هيءَ تحريڪ (خاڪسار) انهن اڏو بيهي نه سگهي ۽ انگريزن به هن جي مخالفت ڪئي هئي. مسلم ليگ پڻ ان جي مخالفت ڪئي جنهن ڪري اتي نه سگهي.

مان ٽنڊي محمد خان ۾ نظامائيءَ صاحب وٽ هفتو ڪن رهيس. هـ ـ ـن کي پهرئين ڏينهن ڏاڍو سنو سبق ڏنو. جهڙوڪ: ضامن لاءِ درخواست جو نمونو- نقلن حاصل ڪرڻ لاءِ درخواست جو نمونو ۽ ڪيس رڪائڻ لاءِ درخواست جو نمونو پڻ لکي ڏنو. ڇاڪاڻ ته گهڻو ڪم فوجداري هو. پوءِ مان ڪم سان ٽنڊي باگي- بدين ۽ ماتلي ويندو هيس ۽ اتي ڪورٽون اٽينڊ ڪيم. منهنجي پگهار 50 روپيا مقرر ڪئي وئي هئي. رهائش ۽ ماني به نظامائي صاحب ڏني پئي. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ آخوند الهبچايي صاحب، نظامائي صاحب کي چيو ته مون کي ماڻهوءَ جي ضرورت آهي انڪري اهو ماڻهو مونکي واپس ڏيو. اهڙي طرح حيدرآباد آيس. منهنجي پگهار 75 روپيا مقرر ڪئي وئي، جنهن مان مانيءَ جا 25 روپيا آخوند صاحب ڪاٽي وٺندو هو. منهنجي رهائش آفيس ۾ هڪ ڪمري ۾ هئي ۽ ماني آخوند صاحب جي گهران تيار ٿي ايندي هئي. ڪم سانگي بدين، ماتلي ۽ ٽنڊي باگي جي ڪورٽن ۾

وچڙو پوندو هو ۽ جيڪو ڪرايو ملندو هو ان مان به ٽي روپيا بچت ٿيندي هئي جيڪا خرچ ڪندو هوس. ڪڏهن سينما ڏسندو هوس يا وري نيرن لاءِ بيدا وغيره وٺي ڏيندو هوس. آخوند صاحب سان هڪ ٻيو پارٽنر هندو وڪيل موتي رام هو، جو هفتي ۾ هڪ ڏينهن ايندو هو.اصل سيوهڻ جو ٻناڻي نسل جو هو. اتي حمزو ميرجت آخوند صاحب جو نوڪر هو، جو ماني ڪٽي ايندو هو ۽ رات جو آفيس ۾ سمهندو هو. ڏاڍو سٺو ماڻهو هو.

حيدرآباد ۾ ڪم هلندو رهيو. آخوند صاحب اي- پي - پي به هو. نوجوان ۽ هوشيار وڪيل هو، پر تجربو ۽ آزمودو اجا پري هو. ان جي ابتڙ هندو وڪيل تمام گهڻا هئا ۽ مسلمان نوجوان وڪيل ايرندا ٿي رهيا. آخوند صاحب کانسواءِ مرحوم مسٽر عبدالشڪور منشي، مرحوم عبدالجليل قاضي، مرحوم خدا ڏنو عرف شمس الحق، ميان محمد ميمڻ، ميان مرحوم عبدالرحمٰن مرزا سينيئر وڪيل هئا. مرزا سڪندر بيگ حيدرآباد جو ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر هو. وڏو خانداني ماڻهو ۽ سيني کان سينيئر هو. مسٽر عبدالغني ميمڻ ۽ غلام نبي ميمڻ به سٺا ۽ سينيئر وڪيل هئا. مسٽر غلام نبي ميمڻ بعد ۾ ميرپورخاص جو پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿيو. هندو وڪيلن ۾ ڏيئل مل، هيراننداڻي ۽ ٻيا به گهڻا هئا، نالا ياد نٿا اچن. سول ۾ به هندو وڪيل تمام گهڻا هئا. مسلمان بلڪل ٿورا هئا. مرزا قمر علي بيگ وڪيل هو، اڳيان هلي جج ٿيو. بس زندگي گذرندي رهي. آخوند صاحب سال کن کانپوءِ مونکي 100 روپيا ڏيندو هو. جن مان 25 روپيا مانيءَ جا ڪاٽيندو هو. هندن جي گهڻائي ڪري ترقيءَ جا چانس گهٽ پئي نظر آيا سو مون کي خيال ٿيو ته پنهنجي ضلعي دادو ۾ وڪالت ڪجي. اهو سال 1945ع هو ۽ پاڪستان لاءِ وڏي ڪشمڪش هلي رهي هئي ۽ اها ڳالهه اجا واضح نه هئي ته پاڪستان ٺهندو يا نه. مان اپريل 1945ع ۾ آخوند صاحب کان موڪلائي دادوءَ هليو آيس.

## منهنجا منشي

وڪالت شروع ڪرڻ وقت مون وٽ دادوءَ جا سٺا نوجوان ڪجهه وقت لاءِ منشي هئا. آهستي آهستي اهي لڏيندا ۽ سنڌ ڇڏيندا ويا ۽ بعد ۾ مون وٽ پهريون منشي عرض محمد سولنگي اچي لڳو. ان سان گڏ ٿوري وقت کان پوءِ محمد بخش لغاري به منشي طور اچي لڳو ۽ هي ٻئي مون وٽ پندرهن ويهن سالن تائين منشي رهيا. ٻنهي جي ڪمائي تمام سٺي ٿيندي هئي. اڳيان هلندي مسٽر عرض محمد مونکي ڇڏي ويو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ مسٽر محمد بخش به ڇڏي ويو ۽ پوءِ مون وٽ مسٽر ٽلو مل هڪ سينئر ماڻهو منشي ٿي اچي لڳو. ڪي سال مون سان هليو. وڏي عمر جي ڪري مون کان رٽائر ڪري وڃي مسٽر شمس الدين ملڪاڻي وڪيل وٽ منشي ٿيو. ان کان پوءِ مون وٽ مسٽر حبيب الله ميمڻ منشي ٿي اچي لڳو. جيڪو اڄا تائين مون سان هلندو اچي. هن کي مون وٽ ويهه سال کن ٿي ويا آهن.

## دادو بار ايسوسيئيشن

مان دادو بار ايسوسيئيشن جو ڪيئي سال صدر رهيس ۽ هڪ دفعو سنڌ بار ڪائونسل جو چونڊيل نمبر پڻ رهيس. ساڳئي وقت دادو ۾ قائم ڪيل دادو جيم خانه جنهن کي پهرين دادو ڪلب ڇيو ويندو هو جو ڪيئي سال سيڪريٽري رهيس. ان ۾ سڌارا آندم جتي گڏيل طور تي ڪئي نيون رانديون متعارف ڪرايم. مان دادو اچڻ کان پوءِ مسلسل ٽينس راند ڪيڏندو رهيس. سٺن ماڻهن. آفيسرن. وڪيلن ۽ ڊاڪٽرن لاءِ هي ڪلب هڪ بهترين جاءِ هئي ۽ آهي. تازو مون دادو بار ايسوسيئيشن کي پنهنجا اٽونجاهه کان وڌي هيل تائين گڏ ڪيل ڪتاب عطئي طور ڏنا جنهن ۾ گهڻائي آل انڊيا ائڪٽ جي آهي. اهي ڪتاب مون شروع کان خريد پئي ڪيا ۽ انهن کي جُلد ڪرائي پاڻ وٽ محفوظ رکندو ويس ۽ منهنجي سڄي حياتيءَ ۾ انهن ڪتابن منهنجي تمام گهڻي مدد

ڪئي، آءُ اميد ڪيان ٿو تہ دادوءَ جا سينئر ۽ خاص طور نوجوان وڪيل انهن ڪتابن مان مسلسل ۽ ڀرپور استفادو حاصل ڪندا.

## دادو شهر بابت

مان جڏهن دادوءَ آيس تہ ان وقت دادو ۾ هندو تمام گهڻا هوندا هئا. مسلمانن ۾ مستري محمد ابراهيم، سيٺ شمس الدين، سيد جڙيل شاهہ، رئيس علڻ خان لغاري، رئيس پيرل خان شاهاڻي، آخوند شفيع محمد ۽ آخوند نجم الدين ۽ مولوي محمد سليمان ميمڻ ڪجين وارو معزز ماڻهو سمجهيا ويندا هئا. آخوند نجم الدين پبلڪ پراسيڪيوٽر بہ هو، وري سندس پٽ حبيب الرحمٰن بہ پبلڪ پراسيڪيوٽر رهيو. حاجي محمد حسن ۽ سندس ڀاءُ حاجي محمد حسين آخوند ۽ سندن ٽيون ڀاءُ حاجي محمد عالم هو جيڪو ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي رٽائر ٿيو.

دادو شهر جي چوڌاري باغ هئا جن ۾ ليمان، ڦاروا، انب ۽ زيتون پڻ ٿيندا هئا جيڪي هينئر ختم ٿي ويا آهن ۽ شهري ڪالونيون ٺهي ويون آهن. دادو شهر جا محلا ساڳيا آهن، جيڪي شروع ۾ هئا جهڙوڪ: جڳت آباد، شاهاڻي محلہ، مزدور آباد، غريب آباد ۽ ٻٺ محلہ. پر هاڻي دادو شهر ڪافي وڏي ويو آهي ۽ ڪيترين ئي نيون ڪالونيون ٺهيون آهن جن جا نالا ڏيڻ ضروري نہ ٿو سمجهان. دادو شهر جي اوڀر پاسي بہ ڪالونيون ٺهي ويون آهن. اولهہ پاسي ڪان مرڪپور ڪان بہ تمام گهڻو شهر اڳتي وڌي ويو آهي. اهڙي طرح اتر پاسي بہ شهر تمام گهڻو وڌي ويو آهي تہ ڏکڻ پاسي ڊي- 10 آر ڪان بہ پرتي رهائشي ڪالونيون ٺهي ويون آهن. جيتوڻيڪ شهر تمام گهڻو وڌي رهيو آهي پر گورنمينٽ شهر جي صفائي، سنائي ۽ رستن ۽ نالين ناهڻ ۾ ڏاڍي سست نظر اچي رهي آهي. سڀ ڪم سفارش تي ٿين ٿا ۽ جيڪي روڊ رستا ۽ نالين وغيره ٺهن ٿيون سي ناقص مٽيريل هجڻ ڪري ٽن چئن مهينن اندر ڊهي پون ٿا. ٻٺ محلہ ۾ چڪلو بہ هوندو هو جتي ڪيترين عورتون ويهنديون

هيون. جن جاين ۾ اهي رهنديون هيون اهي جايون مسٽر نجم الدين آخوند جون هيون. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ چڪلو بند ڪيو ويو.

دادو ڪنهن زماني ۾ ڪراچيءَ سان گڏ هوندو هو يعني ڪراچي ضلعي جو حصو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ وري دادوءَ کي لاڙڪاڻي ضلعي سان ڳنڍي ان جو حصو بنايو ويو. دادوءَ جي رهواسين ڪافي ڪوشش ڪئي تہ ان کي ضلعو بنايو وڃي ۽ اهڙيءَ طرح هلندي هلندي 1931ع ۾ دادو کي ضلعو بنايو ويو جنهن ۾ ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهہ، دادو شهر، سيوهڻ، مانجهند، ڄامشورو، ڪوٽڙي ۽ ٺاٽي بولا خان جا علائقا اچي ويا ٿي. دادو هوئڻ بہ سنڌ جو هڪ ذرخيز ضلعو آهي، جنهن ۾ قديم آثارن جون اڻ ڳڻيون جايون ۽ نشانيون، جبل ۽ چشما، درگاهون، منڇر ڍنڍ، قلندر جي درگاهہ ۽ سيوهڻ ۾ اوليائن بزرگن ۽ اصحابن جون سوا لک قبرون پڻ موجود آهن. انهيءَ دور ۽ ان کان اڳ ۾ پڻ ۽ بعد ۾ سنڌ جي سياست تي جن شخصيتن جو وڏو اثر هوندو هو، انهن ۾ سائين جي ايم سيد پيش پيش هيو. جي ايم سيد صاحب سنڌ جي قومي تحريڪ جو هڪ وڏو سرواڻ تي رهيو آهي. دادوءَ ۾ ٻين بزرگن سان گڏ سنڌ جو وڏو بهادر، سپهہ سالار ۽ الله جو ولي مخدوم بلاول پڻ ٿي گذريو آهي. هن شخص سنڌ ڌانهن ميري اک رکندڙن خاص طور تي ارغونن ۽ ترخانن سان لڙايون ڪيون ۽ انهن کي شڪست ڏني ۽ سنڌ ۾ ايرندڙ مهدوي تحريڪ جي مخالفت ڪئي. حقيقت ۾ هيءَ سمن جي دور ۾ سنڌ جو وڏو بهادر ڪماندر رهيو ۽ پاڻ بہ حقيقت ۾ سمون هون ۽ سمات خاندان جو اعليٰ ڪردار هو. سنڌ ۾ ڪافي اهڙيون تحريڪون هليون جن جي شروعات دادوءَ مان ٿي. جنهن ڪري ئي دادوءَ ۾ تمام گهڻيون مذهبي ۽ انقلابي شخصيتن جون قبرون، درگاهون ۽ نشانيون آهن. منهنجي مرحوم ساٿي ۽ دوست محترم تاج صحرائيءَ دادو ضلعي تي بيش بها ڪوجنا ڪري دادوءَ جي تاريخي ۽ ثقافتي ماڳن کي ظاهر ڪيو ۽ انهن تي تمام گهڻي تحقيق ڪئي ۽ گهڻو ڪجهہ لکيو. دادو

ضلعي ۾ تمام وڏا جبل پڻ موجود آهن ۽ کير ٿر جبلن جي قطار هن ئي ضلعي مان لنگهي بلوچستان ڏانهن وڃي ٿي. ون يونٽ جي خلاف دادو هڪ وڏو مرڪز هو ۽ بعد ۾ ايم آر ڊي تحريڪ جو پڻ مرڪز رهيو. اهڙيءَ طرح دادو ضلعو سنڌ جي سياست ۾ مرڪزي ڪردار رهيو آهي. ايم آر ڊيءَ ۾ ميهڙ ۽ خيرپور ناٿن شاهه پيش پيش هئا. دادوءَ ضلعي ۾ دنيا جي مٽي پاڻيءَ جي وڏي ڊنڊ منڇر آهي. ان بابت وڌيڪ ذڪر اڳيان ايندو. دادو ضلع جي زراعت جي آبادي لاءِ دادو ڪئنال لنگهي ٿي.

## منهنجي سياست ۾ دلچسپي

منهنجو نوجوانيءَ ۾ ۽ شاگرديءَ واري زماني ۾ ئي اصل لاڙو ڪانگريس ڏانهن هو. ڪانگريس هندستان جي هڪ وڏي ۽ مضبوط جماعت قيادت هئي، جنهن جو انگريزن کي ڀڄائڻ ۾ وڏو ڪردار هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مون محترم جي ايم سيد جي فلاسافيءَ کي قبول ڪندي ان جو ساٿ ڏنو جيڪو اڄ تائين هلندو اچي، چاڪاڻ ته آئون سمجهان ٿو ته سيد هڪ اهڙي شخصيت هيو جنهن جو سنڌ ۽ سنڌ جي عوام سان هڪ جذباتي لڳاءُ ۽ محبت هئي. سيد ئي سنڌ جو واحد سياسي اڳواڻ هو جيڪو گڏيل هندستان هجي يا پاڪستان، سندس سوچ ۽ فڪر جو محور ۽ مرڪز سنڌ ۽ سنڌ جو مظلوم عوام هو. هو هڪ آدرش وادي انسان هيو ۽ پنهنجن آدرشن سان Committed رهيو. جڏهن ته سنڌ جا اڪثر ٻيا سياستدان پنهنجن ذاتي مفادن سان سلهاڙيل هجڻ ڪري مرڪز پرست قوتن ۽ مقتدر ڌرين لاءِ خريد ۽ وڪري جو هڪ "وکر" بڻيل هوندا هئا ۽ آهن.

## دادوءَ جون ادبي سرگرميون

دادو شهر ۾ ادبي سرگرميون ان وقت تمام عروج تي هيون. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ اردو ڳالهائيندڙن جي اچڻ ڪري هتي سنڌي سان

گڏ اردو شاعر پڻ هوندا هئا. مشاعرا سنڌي ۽ اردو ۾ گڏيل بہ ٿيندا هئا تہ الڳ الڳ بہ. انجمن آفتاب ادب دادو ان وقت گهڻي سرگرم هوندي هئي. رئيس ضياءُ الدين ايس بلبل، حافظ محمد احسن چنا، امام الدين ضامن، احمد مجتبيٰ غالب، ان وقت جا سنا شاعر هئا.

1950-51ع ۾ رئيس ضياءُ الدين ايس بلبل ادبي رجحان کي برقرار رکندي انجمن آفتاب ادب دادو طرفان هڪ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو سوچيو(اها شايد پارهين ادبي ڪانفرنس هئي.) جنهن لاءِ هڪ ڪاميٽي ناهي وئي. ان ۾ آخوند شفيع محمد. سيٺ شمس الدين ميمڻ. مان ۽ ٻيا ميمبر چندا چاڙي ڪرڻ ۽ ڪانفرنس جي انتظامن ۾ لڳي ويا سين.آخر ڪار مارچ 1951ع ۾ اسان جي محنت رنگ لاتو ۽ ادبي ڪانفرنس منعقد ٿي. ڪانفرنس ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اديب ۽ شاعر اچي پهتا. انهن ۾ علي محمد خالدي. مومن مليرائي. فيض بخشا پوري، عبدالله اثر علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو وغيره جا نالا شامل آهن. هي ڪانفرنس ٽي ڏينهن هلي هئي. مهمانن جي ماني جو بندوبست سيٺ شمس الدين جي حوالي هو ۽ ماني ٽئي وقت بهترين درجي جي هئي. ڪانفرنس ۾ پهرئين ڏينهن مقالا ۽ ٻئي ڏينهن اردو سنڌي مشاعرو ٿيو جيڪو صبح تائين جاري رهيو. شاعرن واري واري سان زبردست شعر پڙهيا. ڪجهہ مزاحيہ شاعر بہ هئا. جن ڏاڍا سنا شعر پڙهيا. ڪانفرنس نهايت ڪامياب رهي. اها ڪانفرنس ميونسپل پارڪ ۾ منعقد ڪئي وئي هئي.

ان ڪانفرنس بعد بہ ميونسپل ڪاميٽي جي آفيس اڳيان ايوان ۾ هر مهيني ۾ مشاعرا ٿيندا هئا جن ۾ شريڪ ٿيندو هئس. حافظ احسن چنا ۽ امام الدين ضامن مشاعرن ۾ تمام گهڻو بهرو وٺنداهئا. امام الدين ضامن ڏاڍا سنا مزاحيا شعر پڙهندو هو. ان کان گهڻو پوءِ غلام رسول سومرو سودائي مزاحيا شاعري ۾ گهڻو نالو ڪمايو. امام الدين ضامن ٽپالي هجڻ ڪري مشاعري جا دعوت نامہ ورهائيندو هو ۽ مزاحيا شعر

پڙهي ماڻهن کي ڏاڍو ڪلائيندو هو. مستري محمد ابراهيم هميشه شعر لکي ايندو هو ۽ پڙهندو به هو پر مزيدار شعر نه هوندو هئس. مشاعرن ۾ احمد خان آصف مصراڻي ۽ احمد خان مدهوش به شريڪ ٿيندا هئا. حافظ محمد احسن چنه سنڌ جو استاد شاعر هيو. ڪيترائي نوجوان تيار ڪيائين.

طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جي قائم ٿيڻ بعد ميان تاج صحرائي ڪڏهن راڳ رنگ جي محفل ڪرائيندو هو ته ڪڏهن مشاعرا به ڪوٺائيندو هو. استاد محمد صالح ساند جيڪو استاد بيبا خان جو شاگرد هو پڪي راڳ جي محفل مچائيندو هو ۽ اسين ان کي شوق سان ٻڌندا هئاسين. هڪ ڀيري طالب المولىٰ اسڪول جي متئين ونگ ۾ هڪ زبردست مشاعرو ٿيو هو جنهن ۾ هري درياني دلگير به آيو هو. هن مشاعري ۾ تاج صحرائي، امام الدين ضامن، قربان ملڪاڻي ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن شعر پڙهيا هئا ۽ ڏاڍو سٺو مشاعرو ٿيو هو، جو اڃا تائين ياد آهي.

## دادوءَ ۾ وڪالت

جڏهن مون هتي وڪالت شروع ڪئي ۽ جيئن متي چيو اٿم ته هتي هندن جي گهڻائي هئي. جملي ڏهه ڪن هندو وڪيل هئا. مسلمانن ۾ مسٽر مظهر حسين گهلو هو، جو به نئون هو ۽ مون کان به سال ڪن سينيئر هو. گهلو صاحب زميندار ماڻهو هو ۽ وڪالت ۾ دلچسپي گهٽ وٺندو هو. آخوند نجم الدين جيڪو اي-پي-پي به هو تمام سينيئر وڪيل هو، ٻيو سندس پٽ حبيب الرحمٰن به پوليس پراسيڪيوٽر هو. ٽيون آخوند شفيع محمد هو سو به مونکان به سال سينيئر هو ۽ ميهڙ ۾ پوليس پراسيڪيوٽر هو ۽ اهي ٽئي خانگي وڪالت نه ٿي ڪري سگهيا. مان دادوءَ ۾ 30 روپيا ڪٽي پهتو هوس. رهائش ۽ ماني جو وڏو مسئلو هو، ان وقت هت بوبڪن جو دوست مسٽر شفيع محمد قريشي مدل اسڪول جي هاسٽل جو سپرنٽينڊنٽ هو. اهو اسڪول تعليم جي وزير

پير الاهي بخش پنهنجي بنگلي ۾ کولرايو هو. دادو ان وقت ننڍو شهر هو. ان ڪري شاهاڻي محلي ۾ ڪرايي تي جاءِ وٺي شاگردن جي رهائش لاءِ هاسٽل ٺاهي وئي هئي. جڏهن ته هندن جو پرائيويٽ پي- ايچ (پرمانند هرداس مل) هاءِ اسڪول هو جو اڄ گورنمينٽ پائليٽ هاءِ اسڪول آهي. ان مڊل اسڪول جو هيڊ ماسٽر مسٽر رحيم بخش سرهيو هو ۽ مسٽر ابوبڪر مگسي به ان ۾ استاد هو.

مان مسٽر شفيع محمد قريشيءَ وٽ ڪمري ۾ مهمان ٿي رهڻ لڳس ڇاڪاڻ ته اسان جي جهوناڳڙهه کان وٺي دوستي هئي. ڏاڍو آڌر ڀاءُ ڪيائين. ماني پاڻ جيڪا بورڊنگ ۾ کائيندو هو سا مون کي به کارائيندو هو. بورڊنگ جو بل پندرهن روپيا ايندو هو. اپريل ۽ مئي مهينو اتي رهيس. وئڪيشن ۾ اسڪول ۽ بورڊنگ بند ٿي ويا ۽ مون کي آخرڪار شهر ۾ رهڻو پيو. جيئن ته هاسٽل ۾ مان گهڻو وقت رهي نه پئي سگهيس. ايڏي طاقت به ڪانه هئي جو مسواڙ تي جاءِ وٺي رهي سگهان. سو هڪ جاءِ هڪ سماجي شخصيت ۽ دلبر ماڻهو مولوي محمد سليمان ميمڻ جن جي پاڙي ۾ هئي جنهن ۾ بئراج مختيار جا ڪلارڪ رهندا هئا. انهن سان وڃي گڏجي رهيس، ماني بورچي ڪندو هو ۽ بل حصي رسيءَ سان ڏيندو هوس. اسڪول بورڊنگ ۾ شاگرد به رهندا هئا، جن ۾ پات جا مسٽر عنايت الله ۽ مسٽر مختيار احمد جوڻيجو جيڪو سپريم ڪورٽ جو جج ٿي رٽائر ٿيو. ٻيو مسٽر اڪرم انصاري جو ٻورڙي جو هو ۽ تعليم کاتي ۾ ٽيڪنيڪل بورڊ ۾ آفيسر هو بعد ۾ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي جو استاد ٿيو ۽ بعد ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر ٿيو. انتهائي پڙهيل ماڻهو هئو. شاهه لطيف تي ڪافي ڪم ڪيو اٿائين. هاڻي گذاري ويو آهي. مٿي به ذڪر ڪري آيو آهيان ته مان دادوءَ ۾ 1945ع ۾ آيس ۽ وڪالت ڪرڻ شروع ڪيم، ان وقت مون وٽ آفيس به ڪا نه هئي. مون کي ان وقت هڪ ڪرمنل رويين (Revision) ملي هئي جيڪا مون ڊي- سي دادو وٽ داخل ڪئي، ان

وقت آغا عبدالنبي ڊي-سي هو جنهن اها ٻڌي رد ڪئي هئي، ان جي في تيهه روپيا ملي هئي. ان کان پوءِ مرحوم فيض محمد سومرو جو رٽائرڊ صوبيدار هو ۽ عربضي نويسي جو ڪم ڪندو هو ۽ ٽائيپ به ڄاڻندو هو. سو منهنجي مدد ڪرڻ لڳو. سندس دوستي رئيس ڏاتل خان جماليءَ سان هئي ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ رئيس ڏاتل خان هڪ پوليس جمعدار تي پي- پي 220 هيٺ ڪيس داخل ڪيو. جيڪو ايس-ڊي-ايم ڪمٽ ڪيو. اهو سيشن ڪورٽ دادوءَ ۾ هليو ۽ جوابدار سزا کائي ويو. اهو سڄو ڪيس مسٽر فيض محمد جي مدد سان تيار ڪيو ويو هو.

ان زماني ۾ دادوءَ ۾ فقط هڪ مڪيه ريگيولر ڪرمنل ڪورٽ C-R-P-C هئي، باقي 110 ڊبليو سي جا ڪيس ايس ڊي ايم وٽ هلندا هئا. ان کان علاوه مختيارڪارن کي به ڪرمنل ڪم هوندو هو. جوهيءَ ۾ مسٽر نصرالله قريشي مختيارڪار هو.ان وٽ وڃڻ ٿيندو هو. جوهيءَ جو رستو اڌ پڪو هو ۽ ٽانگي تي وڃبو هو. 1948ع ۾ ٻوڏ جي ڪري سون مياٽيءَ کان ڇندڻ تائين چار پنج ميل ٻيڙيءَ تي چڙهي وڃبو هو ۽ تمام گهڻو وقت لڳندو هو. هڪ دفعي موٽندي ڏاڍي دير ٿي وئي، جوهيءَ کان ٽانگي تي ڇندڻ پهتاسين. منشي ٽلو مل مون سان گڏ هو. مشڪل سان ٻيڙي ملي ۽ اٽڪل نوين وڳي سون مياٽيءَ پهتاسين. اتان ڪوبه ٽانگو نه مليو جيتوڻيڪ عام طور اتي ٽانگا بيهندا هئا. تنهنڪري پوءِ جتيون هٿ ۾ ڪڍي ٽي ميل پنڌ ڪري 11 وڳي رات جو دادوءَ پهتاسين. اهو آڪٽوبر/نومبر مهينو هو. جون 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ جو اعلان ٿيو ۽ هندو لڏڻ لڳا. جيتوڻيڪ هندن جي لڏپلاڻ جو آپشن ورهاڱي جي عمل جو حصو نه هيو. پر انگريز حڪومت جي ڪجهه انتظامي اپائن سبب فرقه وارانه فضا پيدا ٿي وئي هئي ۽ مسلم ليگ طرفان مسجد منزل گاهه ۽ ٻين واقعن سبب هندن مٿان هراس ڇانيل هو. آگسٽ کان پاڪستان عمل ۾ اچڻو هو. ان ڪري ڪم گهٽ ملندو هو. فيون تمام گهٽ هيون، وڌ ۾ وڌ 50 روپين تائين هيون.

آگسٽ 1947ع کان هندن طرفان تيزيءَ سان لڏ پلاڻ شروع ٿي. پهربون وڪيل مسٽر ساجنداس هتان ويو جو پڪو ڪانگريسي هو ۽ کاڌي جا ڪپڙا پائيندو هو. وڃڻ وقت مون سان گڏ ريل ۾ چڙهيو. پڇڻ تي چيائين ته ”مان اڳئي ٿو وڃان تہ پاڻ لهي موٽي ايندس“. هو خيرپور ناٿن شاهه جو وڏو زميندار هو. ڪجهه ڪتاب مون کي ڏئي ويو ۽ سندس منشيءَ ڪيس به ڏنا ۽ رهيل في پڻ وٺڻ لاءِ چيائين. اهڙي طرح ٻيا هندو وڪيل به هندوستان وڃڻ لڳا ۽ سمورو ڪم منهنجي حوالي ڪندا ويا. ڪيسن جو ڪم وڌڻ ڪري هڪ منشي ٽيڪو مل به رکيم ۽ هڪ ڇوڪرو ماني پچائڻ لاءِ به. پر ماني سٺي ڪونہ ڪندو هو.

## ورهاڱو: جيئن مون ڏٺو!

سنڌي هندو لڏي وڃي رهيا هئا ۽ هندستان مان اردو ڳالهائيندڙ مسلمان تمام وڏي ڪٽڪن جي صورت ۾ سنڌ اچي رهيا هئا. تمام گهڻا دادوءَ پڻ پهتا. هتان ويندڙن جون سڀ ملڪيتون ۽ جايون ٻي ڌرڪائيءَ سان اڪيون پوتي انهن کي ڏنيون پئي ويون. هيءَ لقاءَ سڄيءَ سنڌ ۾ برپا ٿي ويو ۽ لکن جي تعداد ۾ ايندڙ ماڻهن کي هندن جون ڇڏيل جايون، دڪان، آفيسون، هوٽلون سڀ ڏنيون ٿي ويون. ايندڙن مان ڪجهه غريب ضرور هئا پر سيني پنهنجين ملڪيتن جا ڪوڙا سرٽيفڪيٽ پيش ڪري پراپرٽيون حاصل ڪيون. انهيءَ ڪم لاءِ حڪومت پاڪستان ملڪي سطح تي اويڪيو پراپرٽيءَ لاءِ هڪ کاتو ٺاهيو جنهن جو ڪم هيو هندن جي ڇڏيل ملڪيت هندستان مان ايندڙ مسلمانن جي حوالي ڪئي وڃي ۽ انهيءَ کاتي وڏي شد مد سان اهو ڪم ڪيو. ملڪيتن جي ڪوڙن سرٽيفڪيٽن جي تصديق اويڪيو پراپرٽيءَ جا بالا عملدار ڪندا رهيا ۽ ٿوري ئي وقت ۾ هندستان مان آيل اردو ڳالهائيندڙ مسلمانن کي به اويڪيو پراپرٽيءَ کاتي ۾ نوڪريون ڏيئي انهيءَ جو حصو بنايو ويو. جن وري پنهنجن ماڻهن جي وڏي

پنيرائي ڪئي، دادوءَ ۾ پڻ انهيءَ ڪاتي جي هڪ وڏي آفيس کولي وئي. (هن حوالي سان تفصيلي مضمون اڳيان پڙهندا)

انهيءَ دوران دادوءَ مان تمام سنا وڪيل، اديب، عالم، استاد، واپاري ۽ زميندار لڏي چڪا هئا باقي ڪي ٿورا وڃي رهيا هئا. لڏيندڙن ۾ سنڌ جو مشهور پروفيسر بتاڻي، ڊاڪٽر ستيش روهڙا، سنڌيءَ جو وڏو عالم ۽ شاعر هري دلگير ۽ ٻيا ڪيترا جن جا نالا هينئر ياد نٿا اچن هتان لڏي ويا. انهيءَ دور ۾ دادوءَ شهر ۾ آئون شايد پهريون ايل ايل بي ۽ نوجوان وڪيل هوس، جنهن وڪالت شروع ڪئي. اسان جا چند هندو وڪيل دوست هتي رهيا جن ۾ ٻه نالا تمام مشهور ٿيا. هڪ مسٽر انند رام شاهاڻي جيڪو بعد ۾ لاڙڪاڻي لڏي ويو ۽ اتي وڃي وڪالت شروع ڪيائين. انندرام جو وڏو پٽ موهن لال، ايم ايل شاهاڻي جي نالي سان تمام وڏو وڪيل ٿي اڀريو ۽ سنڌ ۾ ايڊووڪيٽ جنرل ۽ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج پڻ ٿي رهيو ۽ جيڪو چند سال اڳ وچولي عمر ۾ گذاري ويو. انندرام جي وڏي ڌيءَ وديا ننهن زماني ۾ ئي شادي ڪري هندستان هلي وئي. ان جا ٻيا پٽ ۽ ڌيئون ڪراچي ۾ موجود آهن. انندرام جو گهر ۽ منهنجو گهر دادوءَ جي جڳت آباد محلي ۾ لڳو لڳ هو ۽ وچ ۾ صرف هڪ ڀت هئي. اسان جو ساڻن تمام گهاٽو تعلق رهيو. انندرام لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي. سندس گهر واري ادي لڇمي پوءِ اچي پنهنجن پٽن ڪشن شاهاڻي ۽ سربش شاهاڻي وٽ رهي ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. ڪيس ڪافي ڌيون به آهن. سندس اهي ٻئي پٽ ڪراچيءَ ۾ حبيب بئنڪ ۾ نوڪري ڪن ٿا. اسان ٻنهي جي گهرن جي سامهون سنڌ جي هڪ ٻئي عالم ۽ اديب تاج صحرائيءَ جو گهر هيو. جنهن جو ذڪر ايندڙ صفحن ۾ ڪبو. ٻيو وڪيل هو دادا آسن داس. تمام سٺو وڪيل هو ۽ ڏاڍو محنتي پڻ. سندس پٽ اڳ ۾ ئي لڏي هندستان ويا هئا. سندس گهرواري ۽ پاءُ حشمتراءِ هتي ئي گذاري ويا هئا. دادا آسنداس پاڻ 70ع جي ڏهاڪي جي آخري سال يا 80ع جي ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾ هندستان لڏي ويو

۽ اتي ئي گذاري ويو. هُو جڏهن هتان لڏي پيئي ويو ته اسان دادوءَ جا وڪيل دوست ڪيس لاهور تائين چڙهڻ ويا هئاسون. منهنجي وڪالت ٺيڪ ٺاڪ هلندي رهي. آهستي آهستي پيا وڪيل به ميدان تي ايندا رهيا. آئون پنهنجي محنت جي ذريعي اڳيان وڌيس ۽ پنهنجو سٺو نالو ڪڍيم.

ورهاڱي ۽ لڏپلاڻ جي صورتحال ۾ مان به مسواڙ جي گهر ۾ رهي بيزار ٿي پيو هيس. ان زماني ۾ هندن جي ملڪيت نيلام ٿيڻ لڳي. سرڪار ڪسٽوڊين ايويڪيو پراپرٽي مقرر ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سيٽلمينٽ ڪاتو عمل ۾ آيو. مهاجرن پنهنجي هندستان ۾ ڇڏيل ملڪيت جا ڪليم داخل ڪرايا. سرڪار ڪليم ڪمشنر به مقرر ڪيا. مهاجرن ڪيترا ڪوڙا ڪليم به داخل ڪرايا. صرف ٻن شاهدن جي شاهديءَ تي هزارن ۽ لکن جون ملڪيتون مهاجرن کي ڏنيون پيئي ويون. هندن جي لڏپلاڻ ڪري سڄي سنڌ جڻ ته خالي ٿي وئي. ڪجهه فسادي ماڻهن طرفان ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ هندو مسلم فساد ڪرايا ويا. جنهنڪري هندن مجبور ٿي لڏڻ شروع ڪيو. ان جي باوجود ان وقت جي سنڌ جي وڏي وزير محمد ايوب کهڙي هندن کي گهڻو ئي جهليو پر هو نه مڙيا. دادوءَ جا وڪيل مسٽر آسنداس ۽ انندرام هتي رهيا. لاڙڪاڻي ۾ سوپو صاحب ۽ پيا ڪيترائي دوست لڏي ڪونه ويا ۽ هتي ئي رهي پيا.

منهنجي وڪالت سٺي هلي رهي هئي. مون ڊسمبر 1947ع ۾ هڪ مهيني اندر ٽي سو روپيا ڪمايا. اها ڳالهه جڏهن مون پنهنجي سهري مولوي صاحب سان ڪئي ته اچرج ۾ پئجي ويو. اها رقم تمام وڏي هئي. هندو لڏڻ دوران گهر جو سامان جهڙوڪ: ڪراڪري، ڪٽون ۽ ڪرسيون وغيره سستي اگهه ۾ وڪرو ڪرڻ لڳا. مون به ڪجهه سامان خريد ڪيو. وقت گذرندو رهيو. منهنجي وڪالت هلندي رهي. پاڪستان نئون ملڪ ٺهيو هو. وڏي افراتفري پئي. سنڌ تنهن وقت هڪ امير ترين صوبو هو. ماڻهو سڀ امير هئا. غربت جو ڪاٿو گهٽ هو. سنڌ ۾ جيڪي هندو رهندا هئا اهي ٻاهر وڃي وڻج واپار ڪري ايندا هئا ۽ اها

سڄي سيڙپ سنڌ تي خرچ ڪندا هئا. اهڙي نموني سنڌ جي سياست ڌڪي سياست هوندي هئي. سنڌ ۾ مختلف سياسي گروپ هوندا هئا. پاڪستان کان اڳ ۾ هندو سياستدانن جا گروپ بہ هوندا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ گهڻي ڀاڱي مسلمان سياستدانن جا بہ مختلف گروپ هوندا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ لاڙڪاڻي جو سياستدان جناب محمد ايوب کهڙو سنڌ جو پهريون پريميئر آف سنڌ (يعني وزير اعليٰ) ٿيو.

1948ع ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪري پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ٺاهيو ويو. ان حوالي سان سنڌ اسيمبليءَ ۾ محمد ايوب کهڙي ان جي مخالفت ڪئي پر پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ ان جي حق ۾ ٺهراءَ بحال ڪري ڪراچيءَ کي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪيو. نتيجي ۾ محمد ايوب کهڙي کي پنهنجي وزارت اعليٰ تان هٿ ڌوئڻا پيا. ان کان هڪدم پوءِ محمد ايوب کهڙي جي ڪابينا ۾ رهندڙ وزير ۽ دادوءَ جي هڪ نامور خاندان جي فرد جناب پير الاهي بخش کي انهيءَ شرط تي آڇ ٿي تہ هو ڪراچيءَ جي سنڌ کان الڳ ڪرڻ جي حق ۾ اهڙو ٺهراءَ پاس ڪرائيندو تہ کيس سنڌ جي وزارت اعليٰ ڏني ويندي. جنهن تي پير صاحب بنا دير جي ها ڪئي ۽ يارنهن مهينن تائين وزارت اعليٰ جو منصب ماڻيو. سنڌ جي ماڻهن جي گهڻائي ءَ پير صاحب جي انهيءَ قدم کي ناپسند ڪيو. پير الاهي بخش سان گڏ سر غلام حسين هدايت الله جيڪو سنڌ جو گورنر هو تنهن پڻ ڪراچيءَ جي علحدگيءَ جي حمايت ڪئي. غلام حسين هدايت الله سڄي برطانوي دور ۾ سنڌ جو ڪيترائي دفعا وزير اعظم ۽ گورنر رهندو آيو ۽ پنهنجي سڄي دور ۾ انگريزن جو ساٿاري رهيو ۽ سندس ڪيترائي فيصلا سنڌي ماڻهن جي حقن جي خلاف هئا.

## ذاتي زندگي جو ڪجھ حال احوال

انهيءَ لڏپلاڻ سبب ڪيتريون جايون خالي ٿيڻ لڳيون ۽ آڪٽوبر مهيني ۾ مون ايس ڊي ايم کي جڳھ الاٽ ڪرڻ لاءِ درخواست

ڏني جنهن مون کي جڳت آباد ۾ هڪ جڳهه الاٽ ڪري ڏني. اها جاءِ آخوند نجم الدين جي هئي، پر ان وقت اي ڊي ايم رينٽ ڪنٽرولر هو ۽ جاين الاٽ ڪرڻ جا پاور ان کي هئا. جنهن چوڏهن روپيه مسواڙ تي جاءِ الاٽ ڪئي. جنهن ۾ ٻه ڪمرا، هال، ورانڊو، ٻورچيخانو ۽ غسلخانه وغيره هئا. منهنجي گهر واري اميد سان هئي. سو ڊسمبر 1947ع ۾ ڳوٺان ٽيڙ ڪٺي سمورا گهر جا ڀاتي وٺي دادو ۾ آيس. منهنجي گهرواريءَ جو سڳو چاچو مولوي عبدالرحيم منهنجو مامو هو سو ٻه گهر واري سميت آيو. جو هنن منهنجي گهرواريءَ کي پاليو هو. ڪين پنهنجو اولاد ڪونه هو. ٻنهي زال مڙسن جو منهنجي گهر واريءَ سان ڏاڍو پيار هو ۽ شاديءَ کان اڳ ۾ ٻه هوءَ انهن سان گڏ رهندي هئي. مولوي صاحب پاڻ ٻه ڏاڍو نيڪ مرد هو ۽ سندس گهر واري ٻه ڏاڍي سٺي ۽ نيڪ عورت هئي. اسان سان گڏ والده ۽ ٻه پينرون ٻه آيون جو پوئتي سنڀالڻ وارو ٻيو ڪير ٻه نه هو، ادو عبدالڪريم ان وقت ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هو.

14 ڊسمبر 1947ع، آچر جي ڏينهن منهنجو وڏو پٽ اعجاز احمد قريشي ڄائو. دائي مائي موسي ماءُ هئي جا ٽرينڊ نرس هئي. ڊسمبر مهيني گذرڻ کانپوءِ واپس خاندان سميت بختيارپور موٽي وياسين جو اتي تمام گهڻي سهوليت هئي، ڪير مکڻ پنهنجو هوندو هو ۽ گهر جي ڪم ڪار لاءِ نوڪرياڻيون مايون ٻه موجود هيون. مان دادوءَ ۾ مسواڙي جاءِ ۾ اڪيلو رهندو هوس ڇاڪاڻ ته فيملي ڳوٺ بهتر نموني رهي پئي سگهي. نوڪر رکيل هو جو ماني تکي ڪندو هو. مان ڇنڇر تي بختيارپور ويندو هوس ۽ سومر واري رات جو ڳوٺان ٻوبڪ اسٽيشن تي ايندو هوس ۽ رات جو ٻين وڳي سنڌ ميل ۾ واپسي ٿيندي هئي. وڪالت چڱي ٿيندي وئي. ان وچ ۾ 1949ع ۾ منهنجي وڏي نياڻي نجمه عرف بيبي ڄائي.

ڪراچيءَ ۾ منهنجو سهرو مامو عبدالعليم ٻه ٻار ٻچا وٺي خورشيد لاج لڳ رام باغ روڊ تي فليٽ ۾ رهندو هو. ان ساڳئي بلڊنگ ۾ قاضي امداد علي جيڪو اصل سيوهڻ جو هو پر نوڪريءَ سانگي

ڪراچي ۾ رهندو هو بعد ۾ ٻار ٻچا وٺي پڪي طرح ڪراچيءَ ۾ ئي سڪونت اختيار ڪئي هئائين ان سان اسان جو رستو هو ۽ زناني دوستي بہ ٿي وئي هئي ۽ وئڪيشن دوران گرميءَ جي موسم ۾ وٽن وڃڻ ٿيندو هو ۽ اتي رهبو هو. قاضي صاحب جي سالي ادي پپيءَ ماءُ جيڪا مرحوم خير محمد جي گهرواري هئي سان بہ وٽن رهندي هئي جو سندس مڙس جوانيءَ ۾ گذاري ويو هو. (مسٽر خير محمد قريشي سيوهاڻي سول جج هئو) ڪيس ٿي پٽ هئا ۽ قاضي صاحب تمام گهڻي مدد ڪين. پپي عرف عبدالحي پهريائين وڪيل ٿيو. پوءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج ۽ بعد ۾ چيف جج ٿي رٽائر ٿيو. ڪجهہ سال اڳ فوت ٿي ويو آهي. سندس ٻيو پٽ مرحوم تاج محمد ڪمشنر ٿي رٽائر ٿيو. باقي ٽيون سندس پٽ ڊاڪٽر آفتاب اجا زندهہ آهي ۽ هيلٿ ۾ ائڊيشنل سيڪريٽري ٿي رٽائر ڪيو اٿائين ۽ هاڻي ٻارن جو ڊاڪٽر آهي. هي سڄو خاندان سيوهڻ جو آهي، هي ۽ سيوهڻ جا ڪجهہ ٻيا خاندان صديقي وغيره لڏي ڪراچيءَ آيا ۽ هتي ئي رهيا. ڪجهہ حيدرآباد ۾ رهيا.

مسٽر عبدالحيءَ قريشي جو مامو مرحوم محمد رحيم قريشي هئو جيڪو اڳيان هلي ايوب خان جي دور ۾ ايس پي ٿي رٽائر ٿيو. سندس ننڍي ۾ ننڍي ڌيءُ ياسمين منهنجي پٽ اعجاز جي گهرواري آهي. خانداني دوستي ٿي وئي. سندس پٽن ۾ ننڍو پٽ منير قريشي سي ايس ايس آفيسر آهي ۽ فيڊرل سيڪريٽري آهي. اصل ۾ هي ڪسٽم گروپ جو آهي ۽ وڏن عهدن تي رهيو آهي. سندس ٻين پٽن ۾ مير محمد قريشي وڏو پٽ، ٻيو محمد انور، ٽيون پٽ ڊاڪٽر منور ۽ چوٿون منير آهي.

وري اچون ٿا پنهنجي گهرجي حال احوال ڏانهن، سو گڏ رهڻ ڪري سس ننهن جو جهيڙو ٿيندو رهندو آهي سو اسان جو گهر بہ ان کان بچي نہ سگهيو. خاص ڪري منهنجون ٻہ ڀينر بہ ڳوٺ واري گهر ۾ گڏ رهنديون هيون. جيتوڻيڪ وڏي ڀيڻ جي شادي ٿيل هئي ۽ بعدم ننڍي ڀيڻ جي شادي منهنجي سڳي ماسات محمد صالح سان ٿي

جيڪوڪجهہ سال اڳ فوت ٿي ويو آهي. جيئن مٿي چئي آيو آهيان تہ زناني اڻ ٻڌت جي ڪري منهنجي گهرواري هڪ ڏينهن ٻار وٺي دادوءَ اچي نڪتي ۽ بختيارپور وڃڻ کان صاف انڪار ڪيائين اهو تقريبن سال 1950ع هو ۽ ان وقت کان پوءِ مون سان گڏ دادوءَ ۾ رهڻ لڳي. آءُ ساڳي طرح چنچر ۽ آچر ڳوٺ وڃي رهندو هوس ۽ امان سان ملندو هوس. امان سان منهنجي وڏي ڀيڻ گڏ رهندي هئي. ڇاڪاڻ تہ ان جو خاوند محمد ابراهيم جو منهنجو سڳو سئوٽ هو ڪراچيءَ ۾ نوڪري ڪندو هو. مهيني ماسي ڳوٺ ايندو هو. پوءِ هو بہ ڪراچيءَ ٻار وٺي ويو ۽ فريئر روڊ تي رهڻ لڳو. منهنجو ڀيو پٽ ظهير الدين بابر ۽ بہ ڌيئر فهميده ۽ شيرين دادوءَ ۾ ڄاوا. وڪالت جو ڏندو زور سان هلندو رهيو. ان وقت آخوند شفيع محمد بہ خانگي طور تي وڪالت شروع ڪئي ۽ مسٽر احمد لانگاهہ بہ دادوءَ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو هو. منهنجي خيال ۾ اهو زمانو 50-1949ع جو هو.

سال 1949ع ڌاري دادوءَ ۾ سيشن ڪورٽ کلي ۽ مسٽر منشي رحيم بخش سيشن جج مقرر ٿيو. سول ڪم، دادو، جوهي ۽ سيوهڻ ۾ هلڻ لڳو جو اڳ ۾ بہ هلندو هو. ٻن ٽن مهينن بعد مسٽر منشي بدلي ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ تي مسٽر غلام رسول سومرو مقرر ٿي آيو جو سال ڪن رهيو. ان کانپوءِ مسٽر غلام حيدر مغل سيشن جج مقرر ٿيو جو بہ سال ڏيڍ مس رهيو. ان بعد دادوءَ جي سيشن ڪورٽ بند ڪئي وئي ۽ ڪيس لاڙڪاڻي ۾ هلڻ لڳا. دادوءَ ۾ مسٽر غلام الرسول شيخ کي ايڊيشنل سيشن جج مقرر ڪيو ويو. قاضي فضل الله سان ملياسين پر هن ڪتو جواب ڏنو. هونءَ بہ لاڙڪاڻو ضلعو دادوءَ مٿان گهڻو وقت حاوي رهيو ۽ پاڪستان کان اڳ بہ سيشن ڪورٽ لاڙڪاڻي ۾ هئي ۽ اسين ڪيس اتي وڃي هلائيندا هئاسين. ان وقت ۾ سنڌ جو وڏو وزير يوسف هارون هو. ان سان بہ سيشن ڪورٽ جي سلسلي ۾ ملياسين. تنهن پڻ چيو تہ "قاضي صاحب کي راضي ڪريو" پر قاضيءَ نہ مڃيو ۽ پوءِ 1953ع ۾

ٻيهر دادوءَ جي ڪورٽ ڪي سيشن ڪورٽ جو درجو ڏنو ويو ۽ مسٽر غلام رسول شيخ سيشن جج مقرر ٿيو ۽ اسان جي به لاڙڪاڻي وڃڻ کان جان ڇٽي پئي.

ان وچ ۾ پبلڪ سروس ڪميشن طرفان مون کي مختيارڪار ڪري چونڊيو ويو ۽ ٽئي ۾ رکيو ويو پر مون نوڪري پسند نه ڪئي. متن مائٽن ۽ دوستن چيو ته ڪليڪٽر ٿي ويندين. پر منهنجي دل نه چيو ۽ جيئوٽيڪ بعد ۾ مان بورڊ آف روينيو جو سينئر ميمبر ٿي وڃان ها، جو ڪمشنر جو گريڊ آهي. مسٽر عبدالله ڏي بلوچ مون کان پوءِ پرتي ٿيو سو سينيئر ميمبر بورڊ آف روينيو ٿيو. بعد ۾ مون جج ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪئي پر مون کي نه کنيو ويو ڇاڪاڻ ته چند ڏينهن اڳ ۾ مون کي مختيارڪاري ۾ چونڊيو ويو هو.

## قصو جڳهه ٺهرائڻ جو

1960ع ۾ مون هڪ پلاٽ سيٽلمينٽ کاتي وارن کان ورتو جو هندڪو پلاٽ هو ۽ نيلام ۾ ورتو. جنهن جي ايراضي 8100 فوٽ هئي. پلاٽ جو اگهه 8 آنه فوٽ مقرر ڪيل هو ۽ اهو پلاٽ مون خريد ڪيو.

لنڊن مان موٽڻ بعد 1962ع ۾ سوچيم ته پنهنجي خلاصي جاءِ ٺهرايان، سو ڪٽي الاتوهار ڪيم. مستري عبدالڪريم دادوءَ جو سٺو رازو هو. سڄو ڪم ان جي سپرد ڪيم. جڳهه جو نقشو مون حيدرآباد مان هڪ آرڪيٽيڪٽ کان ٺهرايو هو جو مرحوم عبدالڪريم شيخ انجنيئر جو واقف هو. وڪالت مان چڱو خاصو پئسو ملندو رهيو ۽ ڪم هلندو رهيو. جڳهه جو ڪم تمام گهڻو وقت هليو. لڳ ڀڳ ٽي سال، يعني 1965ع ۾ ڪم پورو ٿيو. ان سال پاڪستان ۽ هندوستان جي وچ ۾ جنگ لڳي جا سيپٽمبر مهيني ۾ پوري ٿي. جنگ جي وقت ۾ سڄو ملڪ اونداهه ۾ رهندو هو. اسان به ان ئي مهيني سيپٽمبر 1965ع ۾ شفٽ ڪري نئين جاءِ ۾ آياسين.

منهنجي جاءِ تمام وڏي ۽ ڪشادي آهي ۽ دادوءَ جي خانگي جاين ۾ ٻيو نمبر. دادوءَ ۾ اڳ ڪنهن به خانگي جاءِ ۾ فليش سسٽم ڪونه هو. جاءِ سنڌي پيٽرن تي ٺهيل آهي. ٽيئر ۽ گارڊر استعمال ٿيل آهن. آر- سي- سي ڪم ڪونه آهي. اڄ تائين ان جاءِ ۾ رهون ٿا ۽ منجهس اڄ تائين ڪا به ڦير ڦار نه ٿي آهي.

مون وٽ هڪ نوڪر (بورچي) هو، جنهن جو نالو مصري خان هو. جوهي تعلقي جو لغاري هو. اٽڪل 18-19 سال جو هو ته مون وٽ اچي نوڪري تي بيٺو هو. نئون نئون پاڪستان ٿيو هو جو مون وٽ آيو ۽ پڇاڙيءَ تائين مون وٽ رهيو. هو تمام سٺو بورچي هو. مون به ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي ۽ کيس پنهنجي گهر جي پرسان پلاٽ وٺي کيس جاءِ ٺهرائي ڏنم. پر ڪجهه ڪم پڇاڙيءَ ۾ پاڻ به ڪرايائين ۽ جڳهه مڪمل ڪيائين. پاڻ سيپٽمبر 1990ع ۾ گذاري ويو. کيس اباڻي ڳوٺ ۾ دفن ڪيو ويو. کيس به پٽ اقبال احمد ۽ قربان علي آهن. هن وقت ٻئي شادي شده آهن ۽ اولادي عيالي به آهن. ٻئي ڄڻا اسان جي پرسان پنهنجين جاين ۾ رهن ٿا.

## منهنجي شادي ۽ اولاد جو تفصيلي احوال

منهنجي شادي آڪٽوبر سال 1945ع ۾ ٿي. منهنجي گهر واري حاجياڻي شهربانو پنهنجي ماءُ پيءَ جي هڪڙي ڌيءَ هئي. سندس والده ۽ منهنجي والده پاڻ ۾ سڳيون ڀينرون هيون. هوءَ مون کان 3-4 سال وڏي هئي. آئون شروع کان اهو چاهيندو هوس ته منهنجي شادي پنهنجي انهيءَ ماسات سان ٿئي. شايد قدرت منهنجي تمنا ٻڌي ورتي ۽ منهنجي تمنا پوري ٿي. جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته منهنجو سهرو هڪ عالم، استاد ۽ وضع دار ماڻهو هو ۽ ساڳئي وقت هو هڪ ڏيا وارو، مهربان ۽ رڄ شريف انسان هو. منهنجي ماسي جيڪا منهنجي سس هئي اها جلد گذاري وئي هئي انهيءَ ڪري منهنجي سهري محترم

عبدالعليم قريشي ٻي شادي ڪئي ۽ منهنجي گهر واريءَ ڪي ننڍي هوندي کان ئي سندس چاچي مرحوم ۽ محترم مولوي عبدالرحيم قريشيءَ پاليو. هي ٻئي ڀائر پنهنجي زندگي سڦلي ڪري ۽ وڏي عمر ماڻي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيا. مولوي عبدالرحيم قريشيءَ کي پنهنجو ڪو بہ اولاد ڪونہ هيو. ان ڪري هن پنهنجي ڀائيٽيءَ جي پرورش تمام سٺي انداز ۾ ڪئي. مونکي هن وقت پنج ٻار آهن جن ۾ بہ پٽ ۽ ٽي ڌيئر آهن. منهنجو وڏو پٽ پروفيسر اعجاز احمد قريشي آهي جيڪو موجوده وقت ۾ ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ ۾ شهيد محترمہ بينظير ڀٽو چيئر جو ڊائريڪٽر آهي. ان کان اڳ ۾ هو ٽيهن سالن تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اقتصاديات جي شعبي جي ليڪچرار کان وٺي پروفيسر تائين پنهنجون خدمتون ڏيندو رهيو. ان کان سواءِ هو ڪميونٽي ڊولپمينٽ جي خانگي ۽ سرڪاري ڪيترن ۾ پڻ ڪم ڪري چڪو آهي ۽ ڪيترن ئي اين جي اوز ۾ سرگرم رهيو آهي. هُن هن مهل تائين سنڌ جي حوالي سان 20 کن ڪتاب لکيا، مرتب ڪيا ۽ ترجمو ڪيا اٿس. هن وقت هو سنڌ جي سياسي تاريخ تي ڪم ڪري رهيو آهي.

اعجاز کي چئن ٻارن جو اولاد آهي. سندس وڏي ڌيءَ ارم بحريہ اسڪول جي پرنسپال آهي، تمام سلڇڻي ۽ پڙهيل لکيل سندس هيءَ نياڻي آهي. ان کان پوءِ کيس هڪ پٽ آهي جنهن جو نالو عبدالرحيم قريشي آهي. مٿس هيءُ نالو سندس ڏاڏيءَ پنهنجي چاچي جي نالي پٺيان رکيو آهي جنهن کيس پاليو هو عبدالرحيم جي شادي ٿيل آهي. کيس ٻن نياڻين جو اولاد آهي هڪڙيءَ جو نالو شهربانو رکيو ويو آهي. يعني عبدالرحيم پنهنجي ڌيءَ جو نالو پنهنجي ڏاڏيءَ جي نالي پٺيان رکيو آهي. عبدالرحيم تازو ڪميشن جو امتحان پاس ڪري سنڌ بورڊ آف روينيو ۾ مختيارڪار چونڊ جي ويو آهي. ان کان پوءِ اعجاز احمد جي ٻي ڌيءَ ڊاڪٽر انيتا آهي جنهن جي شادي فيصل قاضيءَ سان ٿيل آهي ۽ هوءَ بہ ڪميشن پاس ڪري سروسز اسپتال ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر آهي.

سندس ٽين ڌيءُ فرحہ ڪراچي ۾ رهي ٿي.

اعجاز احمد کان پوءِ منهنجي ڌيءَ نجمہ آهي جيڪا هن وقت مون سان گڏ رهي ٿي. ان کان پوءِ منهنجو ٻيو پٽ ظهير بابر قريشي آهي، جيڪو 40 ورهين کان پاڻيءَ جي جهازن تي چيف انجنيئر طور ڪم ڪندو رهيو آهي ۽ هن وقت پاڪستان نيشنل شپنگ ڪارپوريشن ۾ ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر جي عهدي تي مقرر ٿيل آهي. پاڻ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو. ظهير بابر کي ٻن پٽن ۽ هڪ ڌيءُ جو اولاد آهي. سندس ڌيءَ ۽ وڏي پٽ جي شادي ٿيل آهي. سندس وڏي پٽ فيصل کي هڪ پٽ پڻ آهي. ظهير بابر جو ننڍو پٽ عديل ڏندن جو ڊاڪٽر آهي ۽ هن وقت پاڪستان جي فوج ۾ ڪئپٽن آهي. ظهير جو وڏو پٽ فيصل قريشي پڻ هن سال 2011 ۾ ڪميشن ذريعي مختيار ڪاريءَ جو امتحان پاس ڪري روينيو جي نوڪريءَ ۾ لڳو آهي. ظهير جي ڌيءُ ڪنول جي شادي پنهنجي مائٽ جاويد قريشي سان ٿيل آهي. سندس ٻئي پٽ عديل جي شادي مارچ 2012 ۾ ٿي آهي.

منهنجي ٽئين ٻار فهميده قريشيءَ جي شادي ڊاڪٽر منير احمد قريشيءَ سان ٿيل آهي جيڪو پڻ سنڌ يونيورسٽي ۾ پروفيسر هو ۽ هاڻي رٽائرمينٽ کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ ڪنهن خانگي يونيورسٽيءَ ۾ ريڪٽر آهي. فهميده ۽ منير احمد کي ڇهن ڌيئن جو اولاد آهي جيڪي سڀ پڙهيل آهن. سندس وڏي ڌيءَ رابيل ڊاڪٽر آهي. منهنجو آخري ٻار ڌيءَ شيرين آهي جيڪا هڪ سماجي ڪارڪن آهي ۽ دادو ضلعي جي غريب ٻارن لاءِ تمام گهڻي محنت ڪري پئي ۽ پاڻ پتوڙيندي رهي ٿي.

منهنجي گهرواري جو چاچو مولوي عبدالرحيم صاحب 1963ع ۾ گذاري ويو. مولوي صاحب ۽ سندس گهرواري اسان سان گڏ رهندا هئا. ٻنهي جون تربتون "لال هندي" قبرستان دادوءَ ۾ آهن. منهنجي رفيقہ حيات بہ 1987ع ۾ گذاري وئي ۽ ان کي بہ پنهنجي چاچي ۽ چاچيءَ جي پرسان دفن ڪيو ويو.

## منهنجي ٻي شادي

منهنجي ٻي شادي مسمات رقعيت سان 1996ع ۾ ٿي جيڪا بيوه هئي. هوءَ منهنجي وڏي سئوٽ جي ڌيءُ آهي. شاديءَ کان پوءِ هڪ سال کن مون سان گڏ دادوءَ ۾ رهي. وڌيڪ هن کي هت مزو نہ آيو ۽ واپس حيدرآباد ۾ پنهنجي پيءُ مرحوم عبدالڪريم قريشيءَ جي گهر واري سان گڏ رهي ٿي. سندس ان حيدرآباد واريءَ جاءِ ۾ حصو آهي جو پنهنجي اڳئين مڙس جي پينشن مان گهر جا پئسا ڏنل اٿس. مان حيدرآباد ايندو آهيان تہ هوءَ اسان وٽ گهر هلي ايندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن مون سان گڏ ڪراچيءَ بہ هلندي آهي. هاڻي اسان ٻنهي جي عمر تمام وڏي آهي.

## منهنجي سهري جي وفات

منهنجو سهرو مرحوم حاجي عبدالعليم انگريزي تعليم يافتہ هو ۽ تعليم کاتي ۾ ايڊمنسٽريٽو آفيسر هو. اهو عهدو هاڻي ڊي -اي -او سڏجي ٿو. سڄو عرصو ڪراچيءَ ضلعي ۾ نوڪري ڪيائين ۽ 1933ع ۾ رٽائرڊ ٿيو. دادو ضلعو 1931ع ۾ ٺهيو جو ميهڙ کان محال ڪوهستان تائين ٿيو. منهنجي سهري رٽائر ٿيڻ کانپوءِ زمينداريءَ ڏي توجهہ ڏنو. ٻئراج جون زمينون سرڪار قسطن تي ڏيڻ شروع ڪيون، جي هن ۽ سندس عزيزن گڏجي خريد ڪيون. منهنجو سهرو اڳتي هلي سنو زميندار ٿيو ۽ ڳوٺ ۽ تعلقي ۾ چڱو مڙس سڏجڻ لڳو. هو وڌيڪ زمينون خريد ٿي ڪندو ويو. سندس هڪ عزيز مرحوم حاجي محمد احسان جيڪو مختيار ڪار ٿي رٽائر ٿيو هو سو بہ ساڻس زمينن ۾ ڀائيوار هو. اهڙي طرح منهنجي سهري جو ڀاءُ مولوي عبدالرحيم بہ سندن اڌ ڀائيوار ٿيو. اڳتي هلي حاجي عبدالعليم ۽ حاجي محمد احسان پاڻ ۾ زمينن جي ورهاست ڪئي.

جيئن تہ لکي بہ آيو آهيان تہ مولوي عبدالرحيم ٻي اولاد هو ۽

منهنجي گهر واريءَ کي نياڻي ڪري نپايو هئائين تنهن ڪري پنهنجي زمين جو 4/3 حصو منهنجي ٻن پٽن کي بخشش ڪري ڏنائين ۽ ڪجهه وڪرو پڻ ڪيائين. بخشش بابت دستاويز تي لکيو ويو جيڪي دستاويز رجسٽرڊ ٿيل آهن ۽ ڪليڪٽر جي منظوري ورتل آهي. اهو زمانو تقريباً 1956ع جو ٿيندو. جيتوڻيڪ زمين ٻنهين ڀائرن جي گڏيل ملڪيت هئي پر حاجي عبدالعليم پاڻ سنڀاليندو هو ۽ پوءِ پيرسنيءَ ڪري مرحوم محمد علي عرف عبداللطيف جي حوالي ڪيائين پر اڳتي هلي هڪ ڏينهن مون کي گهرائي سموري زمين سنڀال لاءِ منهنجي حوالي ڪيائين. ڇاڪاڻ ته اڌ ته منهنجي پٽن جو ٿي ويو هو جا ڪيس خبر هئي. آخر ۾ سندس نظر به گهٽجي وئي هئي ۽ ڏسي بلڪل ڪونه سگهندو هو. پاڻ پنهنجي هڪ نياڻيءَ جي شادي ميان غلام اڪبر قريشي وڪيل سان ڪرايائين. ڪيس سندس ٻي گهر واريءَ مان به ڏيئر آهن. پاڻ آخري وقت ۾ غلام اڪبر وڪيل وٽ دادوءَ ۾ رهڻ لڳو ۽ جولاءِ 1964ع ۾ وفات ڪيائين.

ٻنهي ڀائرن جي زمين جملي 300 ايڪڙ هئي. سندس وفات بعد حاجي صاحب جي زمين جو حصو مان سنڀاليندو هوس. سندس گهر واري پوءِ ڪي سال حيات هئي. مان پيدائش جو اڌ حصو حاجي صاحب جي گهر واريءَ کي ڏيندو هوس، جو هو سواءِ چند سروي نمبرن جي باقي سموري زمين فوت ٿيڻ کان پندرهن- ويهه ڏينهن اڳ پنهنجي اهليه کي لکي ڏئي ويو هو. اڳتي هلي حاجي صاحب جي گهر واريءَ جو رايو ٿيو ته زمين جدا ڪجي ۽ ان جي سنڀال پاڻ ڪجي. مان پاڻ خوش ٿيس ۽ زمين اڌو اڌ ڪري لسٽ پيش ڪيم جا ميان غلام اڪبر ڏٺي ۽ صلاح مصلحت ڪري قبول ڪيائون ۽ ڪين قبضو به سجو سارو ڏنو ويو. حاجي صاحب جي گهر واري 1986ع ۾ گذاري وئي. جنهن کانپوءِ ٻنهي ڀينرن پنهنجي ماءُ طرفان ورثي ۾ آيل زمين به اڌواڌ ڪئي ۽ جدا جدا سنڀال ڪرڻ لڳيون. ميان غلام اڪبر جو وڏو پٽ شاهد انگلينڊ ۾ ڊاڪٽر آهي ۽ ٻارن سان اُتي رهي ٿو.

# منهنجو ياءُ ڊاڪٽر عبدالڪريم قريشي

منهنجو ياءُ مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم قريشي عمر ۾ مون کان ڏهه سال ننڍو هو. جڏهن والد صاحب 1930ع جي ڊسمبر مهيني ۾ گذاري ويو. تہ ان وقت ڪجهہ مهينن کن جو مس هو. مون نوڪري ڪري ۽ پوءِ وڪالت ڪري کيس پڙهايو ۽ 1960ع ۾ ڊو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان ايم- بي- بي- ايس پاس ڪيائين ۽ دادوءَ ۾ پرائيوٽ پرئڪٽس شروع ڪيائين. کيس سرڪاري نوڪري بہ ملي پئي پر سندس پوسٽنگ گهر کان گهڻو پري ڳوٺن ۾ ڪئي وئي. پهرئين ڏينهن پنجويهہ روپيا ڪمايا هئائين. هو پهريون MBBS ڊاڪٽر هو جو خانگي طرح سان مستقل طور تي ڪم ڪرڻ لڳو. سندس ڪلينڪ جيل وٽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي دڪانن ۾ هئي جتي پاڻ بہ دوڪان مسواڙ تي ورتا هئائين. نهايت ڪامياب ڊاڪٽر هو. ڪجهہ سال اتي ڪم ڪيائين ۽ پوءِ شاهاڻي محلي ۾ پنهنجي جاءِ نهرائي هيٺ اسپتال ۽ مٿي گهر ڪيائين. 1960ع ۾ ڪراچيءَ مان شادي ڪيائين جنهن مان کيس 9 ٻار يعني چار پٽ ۽ پنج نياڻيون آهن. منهنجي ياءُ ڳوٺ مان هڪ ٻي شادي بہ ڪئي هئي جيڪا اسان جي سڳي سوٽ جي ڌيءُ آهي جنهن مان هڪ ڌيءُ اٿس. سندس پهرين گهرواري ۽ ڪجهہ ٻار دادوءَ ۾ رهن ٿا. سندس ٻي گهرواري ڌيءُ سان گڏ حيدرآباد ۾ رهي ٿي. سندس وڏي ڌيءَ جي شادي ٿيل آهي ۽ خوش آهي. سندس ٻئي گهرواريون حيات آهن ۽ خوش آهن. پر افسوس جو کيس جوانيءَ ۾ شگر ٿي وئي جنهن اڳتي هلي سندس دل تي اثر ڪيو ۽ سال 1986ع ۾ هن فاني دنيا مان موڪلائي ويو. سندس موت جو صدمو اجا تائين برداشت نٿو ٿئي، پر رب جي رضا آهي. صرف افسوس ئي ڪري سگهجي ٿو. وفات بعد کيس بختيارپور ۾ پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ ماءُ، پيءُ جي پير ۾ دفن ڪيو ويو. ادا مرحوم صوم و صلواة جو پابند ۽ غريبن جو همدرد هو. فلاحي ڪم لڪ ڇپ ۾ ڪندو هو. کيس پاڻ وڌائڻ جو شوق بلڪل

ڪونہ هو. دادوءَ جا غريب ماڻهو اڄ بہ ڪيس گهڻو ياد ڪندا آهن. هو هڪ اصول پرست انسان هو.

## ڪلاسيڪل راڳ جو شوق

مونکي ننڍ پڻ کان پڪي راڳ جو شوق هو. مان جڏهن آراضيءَ ۾ ٽيون درجو پڙهندو هئس تڏهن منهنجو عزيز استاد سائين علي اڪبر سن ۾ استاد هو. ان وقت وٽس سندس هڪ شاگرد محمد صالح خاصخيلي هو جو وٽس تمام گهڻو ايندو ويندو هو ۽ اهو پڪو راڳ ڳائيندو هو. سائين علي اڪبر بہ پڪي راڳ جو شوقين هو ۽ مان بہ ان سان گڏ مجلس ۾ پڪو راڳ ٻڌندو رهندو هئس. ان ڪري راڳ سان دلچسپي ٿي وئي ۽ پوءِ هميشہ پڪو راڳ ٻڌندو رهندو هئس. ڪراچيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ ڪراچيءَ جا گويا استاد بيبو خان ۽ سندس ڀاءُ غلام علي خان جو راڳ جو اسڪول هوندو هو، جتي انين انين ڏينهن مجلس ٿيندي هئي، مان اها بہ ٻڌڻ ويندو هئس. اهڙي طرح اڄ تائين پڪي راڳ جو شوق آهي. دادو ۾ اچڻ بعد استاد محمد صالح ساند سان سنگت ٿي، ان سان گهڻيون مجلسون ٿينديون هيون.

منهنجو دوست سائين شفيع محمد سولنگي بہ پراڻو اسٽيج جو اداڪار ۽ ڳائڻو هو، ان وٽ هڪ هارمونيم هو جيڪو مونکي ڏنائين. ان هارمونيم تي مان استاد محمد صالح ساند کان راڳ سکندو هئس. ان مون کي ڪافي راڳڻيون سيکاريون جهڙوڪ: ڀيروي، مالڪونس ۽ ٻيا راڳ بہ سيکاريائين. ان دؤر ۾ راڳ جو وڏو قدر هو. پر هينئر صورتحال بلڪل ان جي ابتڙ ٿي وئي آهي ۽ افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ پاڪستان مان پڪو راڳ موڪلائي ويو آهي. ڪي بہ سنا گويا ڪونہ آهن. سلامت علي، نزاڪت علي ٻئي ڀائر سنو ڳائيندا هئا. انهن مان هڪ گذاري ويو ٻئي جي خبر ناهي. ٻيا بہ ٻہ ڀائر استاد امانت علي خان ۽ فتح علي خان سنو ڳائيندا هئا. امانت علي جيڪو فوت ٿي ويو آهي، سو

غزل ڏاڍو سٺو ڳائيندو هو. استاد منظور علي خان سنڌ ۾ ڏاڍو سٺو مقام رکندڙ هئو ۽ ان جو شاگرد گلزار علي خان به سٺو ڳائيندو هو. ان بعد محمد يوسف به هڪ سٺو ڳائڻو هو پر اهو به گذاري ويو. اڄڪلهه سنڌ ۾ ڪو به پڪي راڳ جو ڳائڻو نه آهي جنهن کي ويهي ٻڌجي.

## شڪار جو شوق

منڇر ڍنڍ جيڪا ايشيا ۾ مٺي پاڻيءَ جي وڏي ۾ وڏي ڍنڍ آهي سا اسان جي ڳوٺ کان چار ميل پري آهي. سياري جي موسم ۾ هتي آڙي پکي تمام گهڻو ايندو هو پر هاڻي منڇر جو پاڻي کارو ٿي وڃڻ ڪري پيئڻ جي لائق نه آهي. مان هر سال آڙين ۽ بدڪن جي شڪار تي ويندو هئس ۽ پنهنجن دوستن کي به وٺي ويندو هئس. هڪ وڏو شڪار جيڪو اسان سال 52-1951ع ۾ ڪيو هو. جنهن ۾ محمد عرس ولد خالق ڏنو جهانگارن وارو وڏو ٻيڙو ڪهرائي آيو ان ۾ اسان دوست چڙهياسون. اهو ٻيڙو بوبڪن جي بند تي اچي بيٺو ۽ ان ۾ اسان جا دوست تاج صحرائي، شفيع محمد سولنگي، الهه رکيو سهتو، ابوبڪر مگسي، محمد سليمان سميجو ۽ راڳيندڙ رجب علي سخيراڻي (جيڪو گهڻو ڪري ڪلورونيٽ وڄائيندو هو) سو ڪلورونيٽ کڻي هليو هو. رات چانڊوڪي هئي ۽ اسان رات جي ماني کائي ڪلوروينٽ تي رجب علي کان راڳ ٻڌو ۽ پوءِ سمهڻ جون تياريون ڪرڻ لڳاسين. مسٽر ابوبڪر مگسي جي پرسان هڪ جنڊ پيل هو جنهن جو ڪِير ڪيس سمهڻ ۾ تنگ ڪري رهيو هو. هن اسان کي چيو ته ٿورو سور پور ڪريو جو مونکي جڳهه گهٽ آهي ۽ جنڊ تنگ ڪري رهيو آهي. تنهن تي هڪ دوست کيس پوڳ ڪندي چيو ته مات ڪري ٿورو پاڻ چُرپر ڪر ته جنڊ پنهنجي جاءِ پاڻ هي وٺندو. تنهن تي سڀ دوست کلي کلي کيرا ٿي پياسين. خير جي رات گذري، صبح ٿيو ۽ ٻيڙو هلي ٿهٽي جي پاسي جبل سان لڳو پوءِ سڀ ڪو جهنگ جي خيال سان ٽڙي پکڙي ويو. موتي

اچي شڪار ڪرڻ ۾ لڳي وياسين. ٻن ٻن ٽن ٽن ماڻهن کي الڳ الڳ ٻنيلو مليو ۽ سڀ ڪو پنهنجي پنهنجي پاسي شڪار ڪرڻ هليو ويو. سائين صادق علي شاهه سيوهڻ وارو به هن شڪار ۾ شريڪ ٿيو هو. چاڪاڻ ته اهو به شڪار جو شوقين هو. مون ويٺل پکي گهڻا ئي ماريا چاڪاڻ ته اُڏامندي پکين کي ڏڪ گهٽ لڳندو آهي. شڪار ڪري شام جو جهانگارن ۾ آياسين. ڪافي پکي مارياسين، اهو ياد نٿو اچي ته جهانگارن مان دادو ڪيئن آياسين. اچي سيني کي پکي ورهائي ڏناسين. هڪ ٻيو وڏو شڪار جنهن ۾ سيئي ساڳيا دوست گڏ هئاسين سو به منڇر ۾ ڪيوسين. هن شڪار ۾ ڏيڍ به سو کن پکي ماريا سين ۽ ڳوڻ ڀري بوبڪ اسٽيشن تي پهتاسين، جتان ادائي وڳي سنڌ ميل ۾ رات جو دادو پهتاسين. ان ڪان پوءِ به ڪيترائي ڀيرا منڇر ۾ شڪار ڪيوسين.

رئيس ضياءُ الدين جيڪو اصل ميهڙ جو رهاڪو هو سو به شڪار جو ڏاڍو شوقين هو. مونکي آخوند شفيع محمد ۽ تاج صحرائي کي هميشه سياري جي موسم ۾ شڪار جي دعوت ڏيندو هو. ان وقت شاهه گودڙي ۾ جبل جي پاسي ۾ چانديا رئيس نور نبي وارا بندوبست ڪندا هئا. اتي جبلن ۾ هرڻن ۽ تلورن جو شڪار ڪندا هئاسون. هڪ دفعي جبل ۾ به هرڻ مارياسون ۽ ورهاست ۾ مون کي هڪ ران ملي جا گهر ۾ اچي کاڌي سون. ان ڪان سواءِ تلوريون به گهڻيون ئي ماريون سين، اهي به ورهاست ڪري سيني ورهائي ڪنيون.

رئيس ضياءُ الدين هڪ تمام سنو ماڻهو هو. سندس دستر خوان ڪشادو هو. شاعر ابنِ شاعر هو. سندس والد شمس الدين بلبل پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ۽ اديب هو ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيل اٿس. هر سال سياري جي ڊسمبر مهيني ۾ آخوند شفيع محمد. تاج صحرائي ۽ مان سندس دعوت تي ويندا هئاسين ۽ ٽي چار ڏينهن وٽس ٽڪندا هئاسون. اسان جي رهائش جو بندوبست فريد آباد ۾ وڏيرو علي نواز ڏيرو ۽ سندس والد ڪندا هئا. اُهي شڪار جو به بندوبست ڪندا هئا. فريد آباد

۾ هندن جون سئيون جايون هيون، پر ڏٺل حالت ۾ هيون. انهن جاين ۾ ڪي ڪي ڪمرا سنا هئا جن ۾ اسان وڃي رهندا هئاسون. پوليس اسٽيشن به اتي انهن ئي جاين ۾ هوندي هئي. فريد آباد کان اٺ ڏهه ميل پري اولهه طرف شاهه گودڙي جي مزار آهي، جتي تمام گهڻا ماڻهو زيارت لاءِ اچن ٿا.اهڙي طرح فريد آباد جو شهر وري ميهڙ کان اٺ ڏهه ميل پري اولهه طرف آهي. ڪيترائي دفعا مون، تاج صحرائي ۽ ڊاڪٽر علي نواز بلوچ حمل ڪاپڙي ڍنڍ تي پڻ شڪار ڪيو. اتي اسان جو هميشه ميزبان ماڏي واري شخصيت حڪيم عبدالحميد چانڊيو هوندو هو.

## منڇر ڍنڍ بابت ڪجهه احوال

جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته دادو ضلعي ۾ (هاڻي ڄامشوري ضلعي ۾) سڄي دنيا ۾ وڏي ۾ وڏي مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ منڇر ڍنڍ آهي، هن ڍنڍ تي گهٽ ۾ گهٽ هڪ لک ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي منحصر هئي ۽ ڍنڍ جي پکيڙ هڪ ڪاتي مطابق 800 چورس ميل هئي ۽ سيوهڻ تعلقي جي به اڌائي لک ايڪڙ زمين آباد ڪندي هئي. سيوهڻ تعلقي جي اقتصادي صورتحال جي بهتريءَ جو سبب هيءَ ڍنڍ هئي، گذريل ڪيترن سالن کان منڇر ڍنڍ ۽ سنڌ جي ٻين ڍنڍن سان تمام گهڻي زيادتي ڪئي وئي آهي. هن ڍنڍ ۾ خاص طور تي بلوچستان ۽ سنڌ جي مٿين علائقن مان ڪني ۽ ڪاري پاڻي ڇڏڻ ڪري هيءَ ڍنڍ ڪاري ۽ تباهه ٿي چڪي آهي. مهاڻا لڏي چڪا آهن. اڳي جيڪا سائي پن هن ۾ ٿيندي هئي سا زهريلي پاڻيءَ جي ڪري ختم ٿي چڪي آهي. نتيجي ۾ اينڊڙ آڙي پکي ۽ نيرڳ پکي جيڪي روس کان لڏي هتي ايندا هئا سي هاڻي تمام گهٽ تعداد ۾ اچن ٿا. مڇي جيڪا ويهه پنجويهه سال اڳي هزارين ٽن مرندي هئي ۽ بولان ميل جي ذريعي سڄي ملڪ ۾ ويندي هئي اڄ ان ڍنڍ مان هڪ ٽن به روزانو ڪو نه ٿي مري ۽ مڇيءَ جا سڀ قسم غائب ٿي چڪا آهن. منڇر جي ڪري

اقتصاديات، معاشيات، سماجيات، ماحوليات تي جيڪي بهتر اثر پوندا هئا اهي سڀ ختم ٿي چڪا آهن. هن جو پاڻي آباديءَ لائق ناهي رهيو، فصلن کي ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي. ايم اين وي ڊرين جو سڄو ڪارو پاڻي هن ۾ اچي ٿو. ويهن سالن کان آر بي او ڊي جو هلندڙ منصوبو جڻ تہ ڪولڊ اسٽوريج جي حوالي ڪيو ويو آهي. منڇر جي انهيءَ صورتحال تي نظر وجهون ٿا تہ سڄي سنڌ جو ساڳيو حال نظر اچي ٿو. حقيقت ۾ منڇر کي ننڍي ڊيم جي حيثيت سان بحال ڪيو وڃي ۽ درياءَ جو مٺو پاڻي جيڪڏهن هن ۾ مسلسل ڇڏيو وڃي تہ هيءَ ڍنڍ وري پيهر سيوهڻ تعلقي لاءِ وڏو اقتصادي ذريعو ٿي سگهي ٿي.

## ڪرڪيٽ جو شوق

جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ جڏهن مان سنڌ مدرسي ۾ پڙهندو هئس تہ اتي ڪرڪيٽ ۾ سٺو بهرو وٺندو هئس ۽ سٺي ڪرڪيٽ کيڏندو هئس، جيتوڻيڪ ٻيون رانديون هاڪي ۽ فوٽ بال بہ کيڏندو هئس پر ڪرڪيٽ ۾ بهتر راند جو مظاهرو ڪندو هئس.

ستين درجي ۾ اچڻ کان پوءِ مون رانديون تي توجهہ ڇڏي ڏنو هو. وري جڏهن دادو ۾ آيس تہ اتي شهر جي ماڻهن جون بہ ٽيمون ڪرڪيٽ کيڏڻ لاءِ هيون. هڪڙي ٽيم هاءِ اسڪول جي هئي ۽ ٻي خانگي شهري ماڻهن جي هئي. خانگي ٽيم ۾ مسٽر آسنداس وڪيل ايمپاير ٿي بيهندو هو ۽ ديوان آنندرام وڪيل اسان جي ٽيم ۾ وڪيٽ ڪيپر هو. انهن ڪانسواءِ ڊاڪٽر عبدالرزاق ميمڻ سٺو بالر هو. مهاجرن ۾ عبدالعزيز هوٽل وارو سٺو ڪرڪيٽ جو رانديگر هو.

هڪ نہ ٻئي آچر تي اسڪول جي گرائونڊ تي ميچ ٿيندي هئي، جنهن ۾ اسڪول جي طرف کان ڊاڪٽر عبدالعزيز پرياڻي سٺي بالنگ ڪندو هو. پاڻ ان وقت اجا شاگرد هو. ٻيا بہ اسڪول جا ڪيترائي شاگرد ڪرڪيٽ کيڏندا هئا جن ۾ هندو بہ هئا، تہ مسلمان بہ. جن جا نالا ياد نٿا

اچن. اهي رانديون سال بہ سال هليون پوءِ بند ٿي ويون. ڪجهہ وقت کان پوءِ وري هڪ دفعي اسان شهر جي ٽيم ٺاهي جنهن طرفان لاڙڪاڻي ميچ کيڏڻ وياسين. اسان جي ٽيم ۾ مسٽر ڪاظمي جيڪو رهيبيليشن مختيارڪار هو سو بہ ميچ کيڏڻ هليو هو. مان ۽ عبدالعزيز پرياڻي بہ ٽيم ۾ شامل هئاسين. لاڙڪاڻي ۾ سيشن ڪورٽ جي گرائونڊ تي ميچ کيڏي هئي سين. اسان لاڙڪاڻي هڪ ڏينهن اڳ ۾ ويا هئاسين ۽ صبح جو ميچ کيڏيا هئاسين. پر اهو ياد نہ ٿو اچي تہ ميچ ڪهڙي ٽيم کٽي هئي. البتہ راند تمام سٺي ٿي هئي. لاڙڪاڻي جا رانديگر بہ تمام سٺا هئا.

## والي بال ـ ٽينس ڪلب

دادو شهر ۾ دادو ضلعو والي بال راند کان تمام گهڻو مشهور رهيو آهي. هر سال اتي آل پاڪستان ٽورناميٽ ٿيندي رهندي آهي. دادو جو مشهور والي بال رانديگر مسٽر قربان لاشاري ان جو اصل ۾ مهندار هوندو هو. ان جو ساٿ ميان ڏٽي بخش ميمڻ مين پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر، مرحوم شفيع محمد سولنگي ۽ مرحوم دوست محمد سيال ڏيندا هئا. هر سال دادوءَ ۾ سڄي پاڪستان جون ٽيمون اچي لهنديون هيون. دادو شهر روشنين جو شهر ٿي ويندو هو. هفتو هفتو راند يون هلنديون هيون. خاص مهمان ايندا هئا. انعام اڪرام ورهائبا هئا. مطلب تہ انهن راندين جي ڪري دادوءَ کي چار چنڊ لڳي ويندا هئا. والي بال جي مشهور رانديگرن محمد صالح ٽگو، سڪندر گهلو، علي اڪبر شاهہ، بشير احمد سومرو، عبدالقادر ملڪاڻي، لالا عبدالستار ۽ محمد صادق جوکيو هئا.

# يورپ جو سير ۽ سفر

منهنجي وڪالت نيڪ ٺاڪ هلي پئي. ٻار اڃا ننڍا هئا، پر ڪجهه سمجهه سان هئا. يورپ جي گهمڻ جو شوق ڪافي ڏينهن کان هو. 1960ع جي مهيني ۾ ٻاهر وڃڻ جي تياري ڪيم. ان کان اڳ ۾ ئي مون پاس پورٽ ٺهرائي ڇڏيو هو. تنهن وقت سستائي هوندي هئي. ۽ ڊالر 10، 11 رپيين ۾ کلئي مارڪيٽ ۾ ملندو هو. مون ٽڪيٽ ٺهرائي ڪجهه ڊالر هٿ ڪيا ۽ پنهنجي هڪ عزيز غلام محي الدين قريشي (جي ايم قريشي) جيڪو اڳتي هلي ڪراچيءَ جو وڏو وڪيل ٿي اڀريو (هاڻي تازو ئي وفات ڪري ويو آهي) ڪيس گهر ۾ سڀ مشتاق چوندا هئا سون تنهن مونکي پڻ هن سفر لاءِ 200 ڊالر موڪليا. ان وقت ۾ لنڊن جو اوٽ موٽ ڪرايو ايڪٽيهه سئو رپيا هئو. جنهن ۾ وچ ۾ ٻين ملڪن ۾ اسٽاپ اوور ڪرڻ پڻ شامل هو.

مون ڪي سڄي يورپ گهمڻ جو شوق هو، پر پهريائين لبنان ويس. جهاز بوئنگ 707 هو. جو 15 آگسٽ 1960ع تي صبح جو 8 وڳي ڪراچي ايئرپورٽ تان اڏاڻو. جهاز ۾ ٻيا ٻه ڪيترائي مسافر سوار هئا. جهاز جو پهريون اسٽاپ ايران جو شهر مهرآباد هيو. ڪلاڪ کن اتي ترسڻ ڪانپوءِ لبنان پهتاسين ۽ ويزا ايئرپورٽ تي ئي ملي.

## بيروت

مون سان گڏ هڪ ٻيو دوست مسٽر ڀٽ ٻه هو. اسان ٻنهي جي ڪراچيءَ واري ايجنٽ بيروت شهر جي "هوٽل راڊرس" ۾ بڪنگ ڪرائي هئي جا هوٽل سمنڊ جي ڪناري تي هئي ۽ ڪرايو ٻه مناسب هو.

اسان ٻئي ڳڏ هڪ ڪمري ۾ رهيا سين جيڪو ايئر ڪنڊيشنڊ هو. شهر تمام سٺو هو. هتي وڏيون وڏيون بلڊنگون بہ آهن ۽ هتان جو ڪلچر انگلش هو. سمورين ڇوڪرين کي اسڪرٽ پهريل هئي. مسلمان ۽ ڪرسچن ۾ ڪو بہ فرق ڪونہ هو. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ ڪرسچن ۽ مسلمان اڌو اڌ آهن. هتان جي ماڻهن جي ٻولي عربي هئي، باقي انگلش ۽ فرينچ بہ ڳالهائي تي وئي. بيروت کان شام ملڪ جي گاڏيءَ جو هنڌ دمشق هڪ سو ميل پري آهي ۽ اسان ٻئي حصي رسيءَ سان ٽئڪسي ڪري اتي وياسين.

## دمشق

دمشق پراڻو شهر آهي. شهر کي چوڌاري ڪوٽ ڏنل هو جو تنهن وقت نهايت ئي زبون حالت ۾ هو. اتي خاص جاءِ جا ڏسڻ لائق آهي سا هڪ تاريخي مسجد آهي، جيڪا مسلمانن جي فتح کان اڳ هڪ "هڪ ديول" هئي جنهن کي مسلمانن مسجد ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو. هن مسجد جي ممبر تان معاويہ ۽ ٻيا اسي بادشاهہ خطبو ڏئي چڪا آهن. هيءَ تمام وڏي مسجد آهي جنهن جي اندر اٽڪل هڪ هزار نمازي ماپي وڃن ٿا. ان جي سامهون وڏي شاهي بازار آهي، جتي ضرورت جي هر شئي ملي سگهي ٿي. تمام ڪشادي بازار آهي. هڪ اڌ شهر ٻيو بہ گهمي شام جو بيروت آياسين. ڪسٽم جي ڪري تمام گهڻو وقت ضايع ٿي ويو ۽ رات جو دير سان پهتاسين. واٽ تي تاريخي شهر "بالبڪ" بہ ڏٺوسين. اتي وڏن مندرن ۽ محلاتن جا کنڊرات هئا، جيڪي قبلِ مسيح جا ڇپيا ٿي ويا. بيروت کانپوءِ اسين ٻئي ڇٽا ترڪي جي شهر "استنبول" بہ وياسين.

## استنبول

استنبول جو شهر جيتوڻيڪ مسلمان ملڪ ترڪيءَ جي گاديءَ

جو هنڌ آهي، پر مصطفيٰ ڪمال جي سڌارن کان پوءِ ماڊرن يورپ ٺهجي ويو آهي. آهي بہ يورپ ڪنڌ ۾، سو اتان جي ماڻهن جو لباس بہ يوروپين آهي. هيءُ تاريخي شهر مسلمانن رومن کان فتح ڪيو هو. رومين هن جو نالو "ڪانسٽنٽينوپل" رکيو هو. جو رومن بادشاهہ ڪانسٽنٽائين ٺهرايو هو. مسلمانن فتح بعد هن جو نالو "قسطنطيا" رکيو. پوءِ ڪمال اتاترڪ هن جو نالو بدلائي استنبول رکيو. بادشاهہ "هيڊرين" هتي هڪ تلاءُ بہ ٺهرايو هو جنهن ۾ جنگ جي وقت ۾ پاڻي گڏ ڪري رکي سگهبو هو ۽ اهو تلاءُ اڄ بہ موجود آهي.

استنبول شهر ۾ هڪ هزار مسجدون آهن. جن مان ٻہ ٽي مشهور آهن. هڪ سينٽ پال مسجد جيڪا اصل ۾ ديول هئي ۽ مسلمانن فتح بعد ان کي مسجد ۾ بدلائي ڇڏيو. ان ۾ نماز ڪانہ ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪمال اتاترڪ يونانين کي خوش ڪرڻ لاءِ ان کي سيل ڪرائي ڇڏيو ۽ اها هڪ ميوزيم آهي. ٻي وڏي مسجد "سليمانيہ" آهي جا ترڪيءَ جي وڏي بادشاهہ "سليمان" ٺهرائي هئي ۽ تمام سهڻي مسجد آهي، ان کي بہ ڪمال اتا ترڪ ميوزيم ڪري ڇڏيو ۽ ان ۾ بہ نماز ڪانہ ٿيندي آهي.

استنبول ۾ مشهور ترڪي بادشاهن جو محلات "ڪاپائوڪي" آهي جتي بادشاهي زيور ۽ ٻيو سامان رکيل آهي. هتي نائيٽ ڪلبون بہ آهن جتي اگهاڙا ناچ گانا پڻ ٿيندا آهن. ڪمال اتا ترڪ پهرين مهاڀاري لڙائي (جا 1918ع ۾ پوري ٿي.) ڌانپوءِ عربن سان ناراضگي سبب ترڪيءَ ٻوليءَ جي لپي تبديل ڪري "لئٽن" ٻوليءَ واري ڪري ڇڏي، نہ تہ اڳ ۾ سنڌي ٻوليءَ وانگر ترڪي ٻولي بہ عربي لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ عربن انگريزن جو پاسو کنيو ۽ ترڪيءَ جرمنيءَ جو. جنگ ۾ جرمنيءَ ۽ ترڪيءَ هارايو تنهن ڪري عربن ۽ ترڪن ۾ ناراضگي پيدا ٿي، جا اڄ ڏينهن تائين هلندي اچي. نماز ۽ قرآن بہ عربيءَ بدران ترڪيءَ ٻوليءَ ۾ پڙهيو ويندو هو پر هاڻي وري عربيءَ زبان ۾ پڙهن ٿا.

## اٿينس

ترڪيءَ ۾ ٻه ٽي ڏينهن ترسڻ بعد يونان جي شهر اٿينس ۾ وڃڻ ٿيو. اٿينس ۾ تمام گهڻيون شيون ڏسڻ وٽان آهن. سقراط، بقراط ۽ ارسطو جون يادگارون به هتي آهن. هتي تمام گهڻيون تاريخي جايون هيون جن جا کنڊرات موجود آهن. ”ٿيئيٽر آف ڊيانيسس“ به يا ٽي هزار قبلِ مسيح قديم پڻ ڦٽل حالت ۾ موجود آهي ۽ ڏسڻ وٽان آهي. اٿينس شهر ڪجهه وقت ”سلطنت عثمانيه“ جي ماتحت به رهيو. رات جو نائيٽ ڪلب وياسين ۽ ڊانسون ڏٺيون سين. هتي تمام گهڻيون ڇڙواڳ عورتون ملن ٿيون ۽ پڙوا به رستن هلندي آچون پيا ڏين. اتي صرف هڪ ڏينهن رهڻ ٿيو. منهنجو پنجابي دوست مسٽر ”بٽ“ موڪلائي اٽلي هليو ويو جو هو واپاري ماڻهو هو ۽ واپار سانگي سفر تي نڪتو هو.

## روم

اٿينس کان پوءِ اٽليءَ جي گاديءَ واري هنڌ روم ۾ آيس. روم به تمام پراڻو شهر آهي ۽ قبلِ مسيح کان وٺي آباد آهي. شهر ۾ تمام گهڻيون پراڻيون عمارتون آهن جيڪي تمام اوچيون ۽ شاندار آهن. شهر جي وچ تي وڏا چوراها (چوڪ) آهن ۽ انهن جي بلڪل وچ ۾ وڏا آبشار آهن جيڪي شهر کي رونق بخشين ٿا. شهر ۾ سينٽ پيٽرس چرچ آهي، جيڪا دنيا جي ڪرستانن جو ڪعبو آهي. چرچ اندران ڏاڍي خوبصورت آهي، ان ۾ دنيا جي مشهور ”مصور“ مائيڪل اينجيلو جون ڇت تي ٺاهيل تصويرون آهن جيڪي ٽي سو سال پراڻيون هوندي به اڄ تائين بلڪل نيون لڳن ٿيون. ان کان سواءِ چرچ اندر هڪ ڇتي ٺهيل آهي جا هڪ وڏي هنرمند ”برنيني“ ٺاهي هئي جنهن ۾ ”پوپ“ نماز ۾ وينل نظر اچي ٿو. اهو مجسمو سچو سنگ مرمر جو ٺهيل آهي ۽ تمام خوبصورت آهي. پوپ جي حڪومت چرچ جي چوڌاري 34 ميلن تي آهي. جتي سندن

سڪو هلي ٿو. پر اهو سڪو اٽلين ليرا جي برابر آهي ۽ مٿا سٺا سولائيءَ سان ٿي وڃي ٿي. روم ۾ به نائيٽ ڪلبون ۽ هوٽلون آهن. ڪلبن ۾ رات جو ناچ گانا به ٿين ٿا. مان جڏهن ويس ته ان وقت اتي دنيا جون اولمپڪ رانديون هلندڙ هيون. مان به انهن جي افتتاحي تقريب ۾ ٽڪيٽ وٺي داخل ٿيس. نهايت ئي عاليشان منظر هو. وڏو اسٽيڊيم هو. جتي سڄي دنيا جا رانديگر موجود هئا ۽ چوڌاري پريڊ ڪرائي دنيا جي ماڻهن کي ڏيکاريا پئي ويا. يعني انهن رانديگرن جو تعارف ٿي ڪرايو ويو. شهر ۾ بيا به گهڻا ننڍا پلي گرائونڊ هئا. جتي جدا جدا مئچون ٿينديون رهيون. ان سال پاڪستان هاڪيءَ ۾ کٽيو هو ۽ دنيا جو چئمپين ٿيو هو.

روم ۾ مشهور "برنيني ميوزم" پڻ آهي جو ڏسڻ وٽان آهي. اٽلي سڄو سهڻو ملڪ آهي. "نيپلس" شهر به تمام سهڻو آهي. ان کان علاوه "وينس" شهر به آهي، جتي شهر ۾ ٻيڙين رستي آمدورفت ٿيندي آهي. سڄو سارو شهر پاڻيءَ ۾ آهي. روم ۾ ٽي چار ڏينهن رهيس. مٿي ذڪر ڪيل شهرن ۾ ٻوليءَ جي تڪليف هئي پر ماڻهو انگريزي به ڄاڻندا هئا/آهن. سڄي يورپ ۾ سيڪس فري معاشرو آهي ۽ جوڙن کي روڊ ۽ رستن تي هڪ ٻئي کي چميون ڏيندي ڏٺو ويو. اهڙا منظر ترڪي، لبنان ۽ بيروت ۾ ڪونه هئا. اهو منظر مون پهريون ڀيرو روم ۾ ڏٺو. منهنجي رهائش پينشيونپينسيا ۾ هئي. اهو روم جو پوش علائقو آهي ۽ ڏسڻ وٽان آهي. ماڻهو تمام سهڻا آهن جو انهن تي ٿڌي گرم هوا جو گڏيل اثر آهي، ساڳي طرح لبنان، ترڪي ۽ يونان جا ماڻهو به. ڇاڪاڻ ته اهي يونوچ سمنڊ جي چوڌاري رهن ٿا تنهن ڪري انهن تي سرد سان گڏ گرم هوا جو به اثر ٿئي ٿو. ماڻهن جي ڳلن مان جڻ ته رت ٽمندي نظر اچي ٿو. هو تمام ايڪٽو ۽ تندرست آهن. جڏهن ته اتر يورپ يا انگلينڊ ۾ ماڻهن جو رنگ سفيديءَ ڏي مائل آهي ۽ نه ڪي ڳاڙهاڻ ڏي. روم کان پوءِ مان سڌو لنڊن پهتس.

# لنڊن

لنڊن پهچڻ شرط ائين لڳو ڄڻ تہ مان پنهنجي ملڪ ۾ آيو آهيان ڇاڪاڻ تہ اتي ٻوليءَ جو مسئلو ڪونہ هو. انگريزي ٻولي ڳالهائي تي وئي جا اسين ڄاڻون ٿا. ڇاڪاڻ تہ اسان جو ملڪ 100 سال انگريزن جي غلاميءَ هيٺ رهيو. 1843ع کان 1947ع تائين، هو اسان جا حاڪم هئا.

1960ع دوران دادوءَ ۾ احمد صادق اسسٽنٽ ڪمشنر ٿي آيو هو، مون کيس ٻڌايو تہ مان يورپ جي دوري تي وڃي رهيو آهيان، جيئن تہ پاڻ سي- ايس- پي آفيسر هو ۽ انگلينڊ ۾ ڪافي عرصو رهي آيو هو، تنهنڪري هن مون کي هڪ جاءِ ۾ رهڻ لاءِ پنهنجي ڪنهن واقف ڪار لاءِ ليٽر ڏنو هو. سينٽرل لنڊن کان اٽڪل 67 ميل پري اها جاءِ هئي. مون پهچي ڏينهن تي فون ڪري کيس آگاهہ ڪيو. جواب ۾ ان عورت چيو تہ هڪدم هليو اچ، مون تنهنجي لاءِ ڪمرو رکي ڇڏيو آهي جو مون کي مسٽر احمد صادق جو خط اڳ ۾ ملي چڪو آهي. مان ٽيڪ ڪٽي ٽئڪسي ڪري اتي پهتس ڪمرو مليو ۽ اتي سڀ سهولتون ميسر هيون. اها جاءِ لنڊن ۾ ڀرواڙي ۾ هئي جنهن جو نالو "Hotel Sherwood" هو ۽ "East Putney" ۾ هئي. تمام سستي هئي. صرف پندرهن شلنگ روزانو مسواڙ هئي. جنهن ۾ ڪمرو سٺي بستري سان هو ۽ چوويهہ ڪلاڪ گرم پاڻي جي سهولت پڻ هئي. ان کان علاوه نيرن ۽ رات جي ماني بہ شامل هئي. آچر جي ڏينهن لنچ بہ ملندي هئي. نيرن ۾ بيضو، چانهہ ۽ ڪارن فليڪس وغيره ملندا هئا. نيرن جو ٽائيم نوين وڳي تائين هو، ان کان پوءِ بيضو ترجي نہ ملندو هو. البت چانهہ ۽ ڪارن فليڪس جيڪي ڊائننگ ٽيبل تي پيل هوندا هئا، سي ڪائي سگهبا هئا. مان پوءِ هر روز صبح جو اٽي نيرن ڪري لنڊن شهر گهمڻ ويندو هيس. شهر تمام وڏو آهي ۽ اتي بيشمار جايون گهمڻ ۽ ڏسڻ جهڙيون آهن. مون هڪ گائيڊ بوڪ ورتو، جنهن ۾ سڀ ڪجهہ لکيل هو. ٻيو تہ منهنجو ڪو واقف ڪونہ هو، سواءِ هڪ ماڻهو جي. ڊاڪٽر اختر قريشي

بوبڪن جو هو. ماستر محمد صديق قريشيءَ جو پٽ هو. ان جو فون نمبر هتان هٿ ڪري ويو هوس. ان کي فون ڪيم جنهن آچر ڏينهن اسپتال ۾ اچڻ لاءِ چيو. مان آچر ڏينهن ويس. هن لنچ ڪارائي ۽ پوءِ شهر جون مشهور ڏسڻ لائق جايون ڏيکاريائين. مان جيڪي ڏينهن اتي هيس هڪ نه ٻئي آچر تي وٽس ويندو هوس.

لندن شهر ۾ ميوزيم ۽ باغ تمام گهڻا آهن. جهڙوڪ: سائنٽيفڪ، جاگرافيڪل ۽ هسٽاريڪل ميوزيم ان کان علاوه ميوزيم آف لندن به، جتي وڏي لئبريري آهي، جنهن ۾ سڄي دنيا جا ڪتاب رکيل آهن، جي ماڻهو وني ۽ پڙهي سگهي ٿو. مئڊم ٽوساڊ ميوزيم پڻ ڏسڻ وٽان آهي. جتي دنيا جي وڏن ماڻهن جا مجسما ناهي رکيا ويا آهن. هندستان جي رهنما مهاتما گانڌي. نهرو ۽ پاڪستان جي جناح صاحب جا به مجسما رکيل آهن. هتي پلينيٽوريم به آهي جتي ستارا ڏيکاريا وڃن ٿا. مشهور باغ "هائيڊ پارڪ" به ڏسڻ وٽان آهي. اتي هڪ ڪنڊ آهي جنهن کي "اسپيڪرس فورم" سڏجي ٿو. اتي بيهي ماڻهو جيڪي وڻيس سو ڳالهائي، سواءِ بادشاهه کي گاريون ڏيڻ جي. هائيڊ پارڪ شهر جي وچ ۾ آهي. هتي ساوڪ ۽ سبزي تمام گهڻي آهي.

لندن ۾ وڏا وڏا ڊپارٽمينٽل اسٽور آهن جتي سڀڪجهه ملي سگهي ٿو. انهن جا نالا آهن "هئرڊس" ۽ سيلف رجيز ۽ ٻيا 51.M آسٽن ريڊ مارڪس ۽ اسپينسر. شهر ۾ مشهور روڊ جهڙوڪ آڪسفورڊ اسٽريٽ، بانڊ اسٽريٽ وغيره آهن. هتي هڪ "ٽريفل گر اسڪواير" نالي ماڳ آهي، جتي هڪ منارو ٺهيل آهي، جو جنگ جو يادگار آهي، جنهن جنگ ۾ انگلينڊ. فرانس کي شڪست ڏني هئي پر جنرل نيلسن مارجي ويو هو. ان اسڪاوائر ۾ ڪبوتر تمام گهڻا هوندا آهن ۽ ماڻهو چوڳو وني ڪبوترن کي ڏيندا آهن. ڪبوتر ماڻهن جي ڪلهن تي به اچي ويهن ۽ هٿن مان چڳي کائين. لندن "پڪيڊلي سرڪس" جي پرسان سيڪس ميري ايوينيو تي هڪ چڪلو پڻ آهي. جنهن کي سوهو چيو وڃي ٿو. اتي

جي ماڻهن منع ڪئي تہ اهو خراب علائقو آهي اتي نہ وڃبو.

لنڊن ۾ انڊر گرائونڊ گاڏي بہ هلي ٿي جا تمام سستي آهي. ان جي ٽڪيٽ ان وقت ڇهہ پينيز هئي يعني لڳ ڀڳ ڇهہ آنا. سڄو شهر ڳنڍيو پيو آهي. ۽ آمدرفت جي تمام گهڻي سهولت آهي. ديولون ۽ گرجا گهر بہ تمام گهڻا آهن. وڏي ۾ وڏي چرچ سينٽ پال ڪئٿيڊرل آهي. انگلينڊ جو پارليامينٽ هائوس بہ ڏسڻ وٽان آهي. هتي "ويسٽ منسٽرائبي" يعني نندي چرچ آهي، اتي وڏا ماڻهو بادشاهہ ۽ وزير دفن ٿيندا آهن. ٽاور آف لنڊن هڪ قلعو آهي، جتي بادشاهہ جو تاج محفوظ ڪري رکيو وڃي ٿو. چاڪاڻ تہ ان ۾ ڪوهہ نور هيرو لڳل آهي، سو بہ ڏسڻ سان تعلق رکي ٿو. مان لنڊن ۾ ڏيڍ مهينو ڪن رهيس. هتي ڪتابن جا تمام وڏا دڪان آهن. "فوائلز" تمام وڏو ڪتاب گهر آهي جيڪو ست اٺ منزلن تي مشتمل آهي. هن دڪان تان ويهہ هزار ڪتاب روزانو دنيا جي ملڪن ڏانهن موڪليا وڃن ٿا. مون بہ پنهنجي ڀاءُ ڊاڪٽر عبدالڪريم قريشيءَ لاءِ ڊاڪٽريءَ جا ٿي ڪتاب خريد ڪيا جي اتان آساني سان ملي ويا. "ٿيمس" ندي شهر جي وچان گذري ٿي ۽ ٽرين جي هيٺان لنگهي ٿي. لنڊن ۾ ڏيڍ مهينو رهڻ ڪانپوءِ هوائي جهاز ۾ چڙهي "پئرس" پهتس.

## پئرس

پئرس تمام مهانگو شهر هو ۽ مان اتي هڪ مڊل ڪلاس جي هوٽل تي رهيس جا هوٽل نالي"اختووا" شانزي ليزي اسٽريٽ وٽ هئي. شهر تمام سهڻو ۽ صفائي وارو هو. هتي بہ تمام گهڻيون تاريخي جايون آهن جيڪي ڏسڻ وٽان آهن. هڪ مشهور گيٽ آهي جنهن کي نيپولين آئوري دي ٽرمف (Ivory the Triumph) چيو وڃي ٿو جيڪو ڪن جنگين کٽڻ جو يادگار آهي. اتي هميشہ باهہ ٻرندي رهي ٿي. شانزيليزي رستو اتي ختم ٿئي ٿو هي رستو تمام وڏو، ويڪرو ۽ ڊبل روڊ آهي.

رستي جي وچ تي ”چست نت“ ون آهن جيڪي رات جو تمام خوبصورت ڏسجن ٿا. چاڪاڻ ته انهن جي وچ ۾ بجلي ٻري ٿي. ان روڊ تي رات جي راحت لاءِ تمام گهڻا ڪلب آهن. جتي عورتون اگهاڙا ناچ ڪن ٿيون ۽ گانا پڻ هلن ٿا. وڏيڪ مشهور لِيڊو ڪلب آهي، جتي هڪ ئي وقت اسٽيج تي پنجاهه عورتون اگهاڙيون نچن ٿيون. سندن خاص عضون تي سلميٰ ستارا لڳل هوندا آهن. پئرس ۾ هڪ ميوزيم ”لو“ جي نالي سان آهي.

اتي سڄي يورپ ۾ رواج آهي ته شهر گهمائڻ توڙي نائيٽ ڪلبون گهمائڻ لاءِ ٽوئرسٽ ڪلبون آهن جيڪي بسن ذريعي گهمائڻ جو بندوبست ڪن ٿيون. جيڪي ٽوئرسٽ گهمڻ چاهين انهن کي ڪٽي وجن ٿيون ۽ رات جو گهمڻ بعد ٻين وڳي ڇڏي وڃن ٿيون. مون کي ٻه هڪ رات جي ٽوئر چارج جا هڪ سو فرينڪ ادا ڪرڻا پيا هئا. هڪ سو فرئنڪ ۾ شهر گهمائڻ ۽ ٽن نائيٽ ڪلبن ۾ وڃڻ شامل هو. جنهن ۾ ليڊو ضروري هو. اتي هڪ بوتل شيمپيئن جي پڻ پياري هئائون. نائيٽ ڪلبن ڪانسواءِ شهر ۾ ڪيتريون شاندار بلڊنگون ۽ چرچون آهن. هتان جي مشهور چرچ ”نوٽرڊيم“ آهي جيڪا ”سين ندي“ جي ڪناري تي آهي ۽ شهر جي وچ ۾ آهي، جنهن جي پس منظر ۾ هڪ انگريزي فلم به ٺهيل آهي: ”دي هنچ بينڪ آف نوٽرڊيم“ يعني نوٽرڊيم جو ڪٻڙو. هن مشهور فلم جو هيرو مشهور ايڪٽر ”انٿوني ڪوئين“ هو جيڪو اڃا زنده آهي.

شهر کان سٺو ميل پري ورسائيل ۽ مال ميزان جو علائقو آهي. ورسائيل اها جاءِ آهي جتي پهرين مهاڀاري لڙائي 1918ع جو صلح نامو لکيو ويو هو. اتي هڪ وڏي هڪ سؤ ڪمرن واري محلات پڻ آهي جنهن ۾ هڪ هال آهي جنهن جو نالو آهي ”هال آف مررز“ يعني آئينن جو هال. جنهن ۾ چوڌاري وڏيون قد آدم آرسيون لڳل آهن ۽ اتي اها ٽيبل به رکيل آهي. جنهن تي ويهي صحيحون ڪيون ويون هيون. ان جي پنيان تمام گهڻي ساوڪ آهي. ”مال ميزان“ هڪ ٻيلو آهي، اتي هڪ ننڍو

محلات اهي، جتي فرانس جو بادشاهه "نيپولين" پنهنجي راڻيءَ سان گڏ رهندو هو. هن جا فراڪ ۽ استعمال جون شيون به اتي رکيل آهن.

18 صديءَ ڌاري فرانس ۾ جڏهن انقلاب آيو ته اتي هڪ "بئسنائيل" جو قلعو هو جنهن ۾ ماڻهو بند ٿيل هئا. انهن اهو قلعو ڀڳو هو ۽ پوءِ بادشاهه کي به ماريو ويو هو. ان قلعي جا نشان ڪاري ليڪي سان شهر ۾ ڏيکاريل آهن. پئرس ۾ هڪ وڏو "اوپيرا هائوس" آهي جتي ناٽڪ ٿيندا آهن. اها هڪ وڏي ۽ شاندار بلڊنگ آهي. دنيا جو مشهور ميوزيم "لوُ" پڻ اتي آهي. ان جي ڀرسان "نيپولين" جي قبر آهي. هتي "مونا ليزا" جي اصل تصوير پڻ رکيل آهي جا اڄ تائين مشڪي پئي.

پئرس ۾ ٻه ٽي ڏينهن رهي اتان ٻئي جرمني جي "هئمبرگ" پهتس. شهر تي اڃا جنگ جا آثار هئا. ايئرپورٽ به اڃا ڀڳو ٽُٽو پيو هو. شهر ۾ ڪابه شيءِ ڏسڻ وٽان ڪانه هئي. اتان مون هڪ گروڊنگ ڪمپنيءَ جو ريڊيو خريد ڪيو، هڪ ڪئميرا ۽ هڪ پريشر ڪڪر پڻ خريد ڪيو. وات تي مون کي ۽ ڪجهه ٻين ماڻهن کي "ائمسٽرڊم" جي ايئرپورٽ تي روڪي ويهاريو ريو. جو اسان ٽڪيٽون صحيح معنيٰ ۾ بوڪ نه ڪرايون هيون. هئمبرگ کانپوءِ مان سئٽزرلينڊ جي شهر جنيوا ۾ آيس.

## جنيوا

جنيوا ۾ ٽي ڏينهن رهڻ ٿيو. شهر تمام خوبصورت، سهڻو ۽ صفائي وارو هو. اتي شهر جي ڀرسان هڪ ڍنڍ "جنيوا ليڪ" آهي، جنهن ۾ هڪ آبشار ٽي سو فوٽ اوچو پاڻي اڇليندو آهي. سڄي يورپ ۾ ٿڌ تمام گهٽي هئي، ان ڪري مون اتي اوورڪوٽ ورتو هو جيڪو هميشه پائيندو هوس، ته به سيءُ لڳندو هو. جنيوا ۾ مشهور جاءِ "مائونٽ بلانڪ" جي چوٽي اهي. اتان اٽليءَ جو بارڊر ٽيهه ٻٽيهه پاسي وڃي سگهجي ٿو. صبح جو سويل ٽوئرسٽ بس ڪٽي ٽي جا "شموني شهر" ۾ آڻي ٿي. اتان پوءِ ڪيبل ڪار ۾ چڙهڻو پوي ٿو جا ڪٽي چوٽيءَ تائين

پهچائي تي. تمام عجيب ۽ خوفناڪ منظر آهي. جيڪڏهن ڪيبل ڪار ٽٽي ته هڪ به ماڻهو نه بچي. تڏ تمام گهٽي هئي ۽ جبل سڄو برف سان ڇانيل هو ۽ ساهه کڻڻ ۾ تمام گهٽي مونجهه پئي ٿي. اتان موٽي شام جو جنيوا پهتس. جنيوا شهر ۾ چپر تي هڪ گهڙيال نهيل آهي جيڪو ٽائيم ڊيڪاري ٿو. ان جي پر سان هڪ ريسٽارنٽ آهي، جتي مون هڪ ڏينهن لنچ به ڪاڌي هئي، جا تمام مريدار ۽ سوادي هئي. هئمبرگ کان واپسيءَ تي مان فرينڪفرٽ جي ايئرپورٽ تي گهمندي رهجي ويو هوس ۽ جهاز هليو ويو هو. پوءِ شام جو ٻي فلائيٽ وٺي جنيوا پهتو هوس. جنيوا کانپوءِ قاهره جي فلائيٽ ورتم ۽ رات 9 وڳي قاهره ۾ پهچڻ ٿيو.

## قاهره

قاهره اصل ۾ تاريخي شهر آهي ۽ مصر جي گاديءَ جو هنڌ آهي. مصر عرب آفريڪي ملڪ آهي. صبح جو شهر گهميس ۽ ٻئي ڏينهن پرئمڊس (احرام) گهمڻ لاءِ نڪتس. اهو سڄي ڏينهن جو سفر هو جيڪو ٽوئرسٽ ڪاتو بس ذريعي گهمائيندو آهي. هڪ احرام کليل آهي، ان تي چڙهي وڃڻ جو موقعو مليو. احرام جي اڌ تي هڪ جاءِ ڪمري نما هئي، جتي هڪ "ممي" (حنوط ٿيل لاش) رکيل هئي. جا هڪ پٿر جي پيٽيءَ ۾ هئي. قاهره جو ميوزيم به ڏسڻ لائق آهي ۽ اتي به هڪ "ممي" رکيل آهي. قاهره جو شهر نيل نديءَ جي ڪناري تي واقع آهي. نيل ندي سنڌو نديءَ جي اڌ جيتري ويڪري آهي.

قاهره ۾ هوٽل انڊسٽري تمام عروج تي آهي ڇاڪاڻ ته هتي ڊاڍا سياح اچن ٿا. قاهره ۾ هڪ قلعو آهي جو سلطان صلاح الدين ايوبيءَ ٺهرايو هو. قاهره ۾ مصر جي بادشاهه محمد علي جي تعمير ڪرايل عاليشان مسجد به ڏسڻ وٽان آهي، جيڪا تعميرات جي فن جو اعليٰ نمونو آهي. قاهره جي قلعي تان شهر جو سڄو خوبصورت منظر نظر اچي ٿو.

رستن تي هلندي ڳاڙهي واري پٽي پيرن ۾ ڪچ ڪچ ڪري چاڪاڻ تہ شهر جي چوڌاري ريگستان آهي. مون قاهره يونيورسٽي بہ گهمي ڏٺي. هتان جو ڪلچر گهڻو ڪري يورپين آهي. ڇوڪريون فراڪ پائين ٿيون، هتي ڪي ماڻهو بلڪل يوروپين جهڙا اڇا بہ نظر آيا. شراب خانہ جام آهن. پراڻي بادشاهہ جي محلات "عابدين" کي نائيٽ ڪلب بنايو ويو آهي جتي اگهاڙا ناچ ٿين ٿا. ان کان علاوہ ٻيا بہ ڊانس ڪلب عام جام آهن. ٽي ڏينهن قاهره ۾ رهي ڪراچيءَ لاءِ رات جو 12 وڳي هوائي جهاز ۾ ويٺس. قاهره کان ڪراچي پهچڻ ۾ صرف ڇهن ڪلاڪن جو سفر آهي ۽ اتان ڪراچي اوڀر ۾ آهي ۽ ٽائيم ۾ فرق هئڻ ڪري هوائي جهاز صبح جو 7 وڳي ڪراچيءَ ايئرپورٽ تي لٿو. ڀاءُ عبدالڪريم ۽ ٻيا گهر جا ڀاتي مون کي ايئرپورٽ تان وٺڻ آيا جتان ٽئڪسي ڪري برادرم محمد ابراهيم جي گهر پهتاسين. اهڙي طرح اهو ڏينهن ڪراچيءَ ۾ گذاري ٻئي ڏينهن دادوءَ واپس پهتاسين.

# سماجي ۽ سياسي سرگرميون

## طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جو قيام

سماجي حوالي سان هر اهو ڪم جو منهنجي وس آهر هوندو آهي، ان ڪان اڳ به ڪندو نه ڪيائي ندو آهيان. اسڪولن لاءِ پٽي، پڪا وغيره جو بندوبست ۽ ٻيون ننديون شيون سڄي عمر ڪندو رهيو آهيان، جنهن ۾ غريب شاگردن جي پڙهائي پڻ شامل آهي ۽ هر ادبي، سماجي، ثقافتي، توڙي تعليمي اداري کي پاڻ کان الڳ نه سمجهندو آهيان. پر هاڻي عمر جي ان حصي ۾ آهيان، جو عام محفلن ۾ به شريڪ ٿي نه ٿو سگهان. منهنجي سماجي ڪمن ۾ سڀ کان اهم طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادوءَ جو قيام آهي. ان جي ڪهاڻي ڪجهه هن طرح آهي ته اسان جو دوست تاج محمد صحرائي 1948ع ۾ سيوهڻ ڇڏي دادوءَ ۾اچي رهائش اختيار ڪئي. مسٽر احمد خان لانگاهه ڪيس هندن جي ڇڏيل هڪ پريس وٺي ڏني هئي، اتان اخبار ”آواز“ جاري ڪيائين، جا ڪجهه وقت هلي ۽ پوءِ بند ٿي وئي. ان ۾ سيٺ شمس الدين جو به حصو هو. نيٺ تاج صاحب، آخوند شفيع محمد ۽ ٻين هم خيال دوستن صلاح ڪئي ته دادوءَ ۾ هڪ مڊل اسڪول ٻريا ڪيو وڃي ڇاڪاڻ ته ان وقت دادوءَ شهر کي اسڪول جي تمام گهڻي گهرج هئي. اهو سال 1951ع هو. اسڪول لاءِ هندن جو پنچائت هال حاصل ڪيوسين جو شاهاڻي محلي ۾ هو ۽ آهي. چڱي ڪشادي ۽ ٻه ماڙ بلڊنگ هئي. سو تاج محمد صاحب ان جو هيڊ ماسٽر ٿيو، جو ڪيس تعليم جو تجربو هو ۽ اهڙيءَ ريت اسڪول چالو ٿيو ۽ هليو پر مالي مشڪلات موجود هئي. اسان اسڪول هلائڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي ناهي هئي، جنهن جو صدر آخوند شفيع محمد هو. مان، مسٽر محمد

يوسف سومرو، حڪيم محمد صالح پنهور، سيٺ شمس الدين ميمڻ ان جا ميمبر ٿياسين. پٽي ستي، چندو چاڙي ڪري استادن جون پگهارون ڏنيون وينديون هيون. ڇاڪاڻ ته شاگردن جي فين مان پورت ڪانه ٿيندي هئي. شهر ۾ هندن جو هڪ پرائمري اسڪول اسٽيشن روڊ تي هوندو هو ۽ هندن جي لڏپلاڻ بعد اتي گورنمينٽ هاءِ اسڪول وارن بورڊنگ هائوس ناهي ڇڏيو هو. اهڙي طرح هندن واري، (پي. ايچ) هاءِ اسڪول تي پڻ گورنمينٽ قبضو ڪيو هو ۽ پير الاهي بخش جي بنگلي ۾ هلندڙ مڊل اسڪول اتي شفٽ ڪيو ويو. ورهاڱي سبب سمورا هندو استاد ۽ شاگرد هتان هليا ويا ان ڪري هيڊ ماسٽر ساڄيو سرهيو صاحب ۽ استادن ۾ مسٽر ابوبڪر مگسي ۽ ٻيا ساڄيا رهيا. ٻئي سال گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي هاسٽل نهي ۽ هاءِ اسڪول جا ڇوڪرا اتي شفٽ ٿيا. ان سال اسان به پنهنجي مڊل اسڪول کي هاءِ اسڪول جو درجو ڏياريو ۽ اها بورڊنگ واري بلڊنگ پنهنجي هاءِ اسڪول لاءِ حاصل ڪئي. بلڊنگ تمام وڏي ۽ ڪشادي هئي. پئنچائتي هال واپس ڪيو ويو ۽ ان نئين بلڊنگ ۾ اسان جو هاءِ اسڪول هلڻ لڳو. استاد به ڪافي رکيا ويا ۽ شاگردن کي بورڊنگ هائوس جي به سهولت ڏني وئي.

اسڪول اپ گريڊ ٿيڻ ڪري فنڊس جي تمام گهڻي کوٽ ٿي پئي جو استادن کي به پگهارون نه پيا ڏئي سگهون. سوچيو سين ته ڪنهن اهڙي مخيرَ ماڻهوءَ کي هٿ ڪيون جو ڪجهه پئسن جي امداد ڪري، ان لاءِ مخدوم محمد زمان طالب المولي هالن واري جو نالو ويچار هيٺ آيو ۽ ان سان رابطو ڪيو ويو. آخر طالب المولىٰ صاحب اها ڳالهه قبول ڪئي ته هو مدد ڪندو بشر طيڪ اسڪول جو نالو "طالب المولىٰ هاءِ اسڪول" ، ڪيو وڃي. اسان اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ ان سلسلي ۾ مان، آخوند شفيع محمد ۽ تاج محمد صحرائي هالا وياسين ۽ مخدوم صاحب سان ملاقات ڪئي سين. اسان جو ڏاڍو سٺو آدر ڀاءُ ٿيو ۽ منجهند جي ماني به کارائي وئي. اسان کي حيرت تڏهن ٿي جو مخدوم

صاحب رڳو ڏهه هزار ڏيٽا ڪيا حالانڪ اسان کي اميد هئي ته ويهه هزار ڏيندو پر تمام پڪو ماڻهو ٿي ڏٺو. اسين واپس آيا سين ۽ نومبر 1952ع ۾ اسڪول جو نالو تبديل ڪري ”طالب المولىٰ“ هاءِ اسڪول رکيو ويو. ان امداد باوجود اسڪول ڏاڍو ڏکيو هلندو هو ۽ هميشه پئسي جي تنگي رهندي هئي. ڪجهه فنڊس گورنمينٽ، ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ۽ ميونسپالٽي داد ۽ کان به ملندا هئا تڏهن به مشڪل سان گاڏو ڏڪبو هو. تاج محمد صاحب کي جس هجي جو هميشه وڏي جفا ڪشيءَ سان اسڪول کي هلايائين. 1972ع ۾ محترم ذوالفقار علي ڀٽي سمورا خانگي اسڪول نيشنلائيزڊ ڪري سرڪاري تحويل ۾ ورتا ۽ پوءِ سمورا انتظام سرڪار هلائڻ لڳي ۽ اهڙيءَ طرح اڄ تائين طالب المولىٰ هاء اسڪول سرڪاري طرح هلندو اچي ٿو ۽ دادو ضلعي جو وڏي ۾ وڏو اسڪول آهي ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ به بهترين آهي. هاڻي ان پراڻي بلڊنگ جي صرف هڪ ونگ بچي آهي، باقي سموري بلڊنگ نئين نهي وئي آهي. تاج محمد صحرائي به 1980ع ۾ رٽائر ڪري ويو ۽ سمورو وقت پنهنجي ريسرچ کي ڏنائين. هو دڙن، تاريخي ماڳن گهمڻ ۽ انهن تي تحقيق ڪرڻ جو شوقين هو. سندس قلمي پورهئي ۾ سنڌو تهذيب، ليڪ منڇر ۽ نيٽين نند اکوڙ شايع ٿيل آهن. ان کان علاوه سندس لاتعداد مضمون ۽ بوڪ ليٽ پڻ شايع ٿيل آهن. سندس خدمتن جي عيوض کيس ”پرائيڊ آف پرفارمنس“ پڻ مليو هو.

## سياست ۾ ٻهرو وٺڻ

مون سياست جي شروعات سنڌي هاري ڪاميٽيءَ سان ڪئي. ڪاليج جي زماني کان حيدر بخش جتوئيءَ جو نالو ٻڌل هو. منهنجو هڪ دوست مهرو خان ڪلهوڙو جو مون سان گڏ پڙهندو هو ۽ ٻئي مسلم هاسٽل ۾ ساڳي روم ۾ رهندا هئاسين، اهو ڳالهه ڪندو هو ته حيدر بخش جتوئي هڪ قابل شخص آهي بي- اي پاس آهي. ۽ مختيارڪار

آهي. سو سندس پاڙيسري آهي. هو بهترين شاعر بہ آهي پر خيالات ۾ سوشلسٽ آهي. مذهب ۾ اعتبار ڪونہ ٿو رکي.

ان وچ ۾ هن سان ڪتي بہ ملاقات ڪانہ ٿي. سو هڪ ڀيري حيدر بخش جتوئي دادوءَ ۾ مسٽر احمد خان لانگاهہ وٽ مهمان ٿي آيو ۽ ان مون سان ملاقات ڪرائي. حيدر بخش جتوئيءَ سان ملاقات ڪانپوءِ زندگيءَ ۾ عجيب بدلاءُ آيو ۽ ترقي پسند مواد پڙهڻ ڪري مذهب کان نورو پري ٿي ويس، پر ان مان مراد اها هرگز نہ وٺڻ گهرجي تہ ڪو صفا ڪافر ٿي ويس، البتہ شهر جا ماڻهو اسان جي ان عمل ڪانپوءِ اسان کان جهڙو ڪ نفرت ڪرڻ لڳا هئا. تان جو ڪجهہ دوستن اسان سان سلام دعا بہ گهٽائي ڇڏي هئي ۽ رستي گهٽيءَ ۾ هڪبئي کي ڏسي صرف ڏند تيز ڪندا هئاسين. اسان جي دوستن جي حلقي کي بہ اها ساڳي شڪايت هئي. ماڻهو اسان کي دهريو سڏيندا هئا ۽ ڪي بي دين بہ چوندا هئا. هڪ ڀيري ماسٽر عبدالله چارڻ مون سان مليو ۽ مون کي چيائين تہ ميان علي احمد مون ٻڌو آهي تہ توهان "روسي" ٿي ويا آهيو. سندس ڏند ڀڄل هئڻ ڪري مون سمجهيو تہ هو چئي رهيو آهي تہ توهان "لوسي" ٿي ويا آهيو تنهنڪري مون کيس چيو تہ ادا ڇو اسان لوسي ٿي ويا آهيون؟ ڳالهايو تہ صحيح نموني ۾، توهان اسان کي لوسي ٿا چئو! پوءِ جڏهن مون کي ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ ڏاڍي کل آئي. شهر جا ٻيا ماڻهو ۽ نام نهاد ملان اسان تي ڪفر جون فتوائون ڏيڻ لاءِ پڻ سوچيندا هئا پر اهڙي نوبت ڪانہ آئي البتہ اسان کي پنهنجي ڪچهرين ۾ نندينڊا ضرور رهندا هئا. حيدر بخش جتوئي هاري ڪاميٽيءَ جو صدر هو ۽ هارين جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪندو هو. هن جو اصول هو تہ زمين هارين کي ملڻ گهرجي ۽ سندس نعرو هو "جوکيڙي سو کائي." اهو نعرو گهڻو اڳ شاهہ عنايت شهيد هنيو هئو. حقيقت ۾ اِها صحيح فلاسافي آهي. زمين کيڙيندڙ هارين کي حق ضرور ملڻ گهرجي.

هندن جي لڏپلاڻ بعد تمام گهڻيون زمينون غير آباد رهيون، ڇاڪاڻ تہ انهن جو مالڪ ڪوبہ نہ هو. ورهاڱي کان اڳ اٽڪل پنجاهہ

سيڪڙو زمينون هندن جي ملڪيت بڻجي چڪيون هيون. مسلمان هاري هئا ۽ هندو زميندار. هاري ڪاميٽيءَ گهڻو وس هلايو ۽ وڏي جدوجهد ڪئي تہ زمين هارين کي ملي پر ائين ڪٿي ٿي ٿيو. ڪي ٿوريون زمينون هارين کي مليون آباديءَ لاءِ. باقي گهڻي ڀاڱي مهاجرن کي ڏنيون ويون.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي هڪ مخلص ۽ سچو ماڻهو هو جنهن ڊپٽي ڪليڪٽريءَ تان استعيفا ڏئي سوشل ڪم ۾ هٿ وڌو. ساڻس ٻيا بہ شامل هئا. حقيقت ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي جو بنياد مسٽر جمشيد نسروانجي مهتا ۽ ٻين ڪن هندن ۽ مسلمانن سڪر بئراج ٺهڻ وقت وڌو هو تہ جيئن بئراجي زمينون هارين کي ملن. پر جيئن تہ اسيمبلين ۾ زميندارن جي گهڻائي هئي انهن ائين ٿيڻ نہ ڏنو. بعد ۾ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ هارين جي حقن لاءِ هاري ڪاميٽيءَ کي نئين سر سرگرم ڪيو. ملاقات دوران منهنجي طبيعت تي حيدر بخش جتوئي جو چڱو اثر ٿي ويو ۽ مان هاري ڪاميٽيءَ ۾ داخل ٿي ويس ۽ اهڙي طرح دادوءَ ضلعي ۾ هاري ڪميٽيءَ کي عمل ۾ آندو ويو. پوءِ حيدر بخش جتوئي جڏهن بہ دادوءَ ايندو هو تہ مون وٽ رهندو هو. سال 1950ع ۾ "سنڌ هاري ڪاميٽيءَ" جي ساليانی ڪانفرنس دادوءَ ۾ ڪوٺائي وئي. دادوءَ ۾ منهنجي آفيس مرڪز رهي. سڄي سنڌ مان ليڊر آيا ۽ پنجاب مان ڪامريڊ فيروز الدين منصور ۽ بلوچستان مان حبيب جالب ۽ ٻيا شريڪ ٿيا هئا. ڪراچيءَ مان اسٽوڊنٽ ليڊر جهڙوڪ نور الدين سرڪي ۽ ٻيا بہ پهتا جيڪي سوشلسٽ لٽريچر کڻي آيا ۽ وڪرو ڪيائون. تمام ڪامياب ڪانفرنس ٿي. ڪانفرنس ٽي ڏينهن هلي ۽ آخري ڏينهن تي ميونسپل پارڪ دادوءَ ۾ عام جلسو ٿيو. تمام گهڻا ماڻهو آيا ۽ هاري بہ تمام گهڻا آيا ڇاڪاڻ تہ هنن جي حقن جي ڳالهہ ٿي ڪئي وئي. مرحوم نور محمد پنهور جهلي. جاگير جو ورڪر بہ آيو ۽ سٺي تقرير ڪيائين. ٻيا بہ سنڌ مان مشهور ماڻهو آيا هئا. جن ۾ مير محمد ٽالپر، سيد شمس الدين شاهہ سکر وارو، مرحوم غلام محمد

لغاري، مسٽر محمد ابراهيم جويو، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سائين جي-ايم سيد شامل هئا. جويو صاحب ۽ ڏيپلائي صاحب آبزرور جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيا هئا ۽ اهو به ٻڌايان ته سائين جي-ايم سيد به ٿوري وقت لاءِ آيو هو. مون آذر ڀاءُ ڪاميٽيءَ جي صدر جي حيثيت ۾ افتتاحي خطبو پڙهيو ۽ ٻين تقريرون ڪيون.

ڪاميٽيءَ سان واسطو هلندڙ رهيو ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جون جيڪي به گڏجاڻيون ٿينديون هيون باقاعدگيءَ سان اٽينڊ ڪندو هوس ۽ هميشه هارين جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪندا رهياسين. (مان جن به اجلاس ۾ شريڪ ٿيس انهن سڀني جو تفصيل ڪارروائي رجسٽر تان نوٽ ڪري هن ڪتاب جي آخر ۾ ڏنو آهي.) پر مکيه ڪارنامو جيڪو اسان ڪيو سو "ٽيننسي بل" جو پاس ٿيڻ هو. ان وقت سنڌ جو گورنر مسٽر دين محمد هو. رٽائرجج هو ۽ اسان جو همدرد هو. سنڌ ۾ ان وقت وزارت ڪانه هئي. ان "ٽيننسي ايڪٽ" جي بل پاس ٿيڻ سان ڪيترائي حق هارين کي مليا ۽ اهو قانون اڄ تائين هلندڙ آهي. وڏي ڳالهه اِها آهي ته زميندار هاريءَ کي زمين کان بي دخل نٿو ڪري سگهي، جيستائين تعلقي جو مختيارڪار دعويٰ هلائي فيصلو ڪري. اهو سڄو ڪارنامو مسٽر حيدر بخش جتوئي صاحب جو هو جنهن اهو بل تيار ڪيو هو. حيدربخش پوءِ گهڻيون ئي تڪليفون سٺيون، جيل ويو ۽ آخر ۾ ڪيس "مڇ جيل" ۾ رکيو ويو. جيل ۾ رهڻ دوران ڪيس ڦڦڙن جي تڪليف ٿي پئي ۽ ان مان ڪونه ڇڙهي سگهيو.

محترم حيدربخش جي جيل وڃڻ بعد قاضي فيض محمد هاري ڪاميٽيءَ جو صدر ٿيو. قاضي صاحب به مخلص ساٿي هو. ان به ڪيترو وقت ڪم هلايو. حيدر بخش جتوئي مئي 1970ع ۾ انتقال ڪيو. حيدر بخش جتوئي جي فوت ٿي وڃڻ کانپوءِ "هاري ڪاميٽي" ڄڻ ته ختم ٿي وئي. حيدر بخش جتوئيءَ جا ٻيا به ڪارناما آهن. هڪ ته هن مولوي تميز الدين واري ڪيس ۾ جج منير احمد جي فيصلي خلاف

پمفليٽ ڇپايو جنهن ۾ ان فيصلي تي تمام گهڻي تيڪا ٽپڻي ڪئي وئي ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو ته اهو فيصلو بي ايماني تي مبني آهي. عجب اهو آهي ته جج منبر احمد ڪامريڊ خلاف ڪو بي حرمتيءَ جو نوٽيس نه ڪڍيو ۽ خاموش رهيو. 1958ع ۾ جنرل ايوب خان مارشل لا لاڳو ڪيو. سموريون اسيمبليون ٽوڙيون ويون ۽ ملٽري راڄ هلڻ لڳو. ان وقت ۾ سنڌ مان ڏلون وڏيڪ اوڳاڙيون ويندڙيون هيون. ڪامريڊ جفا ڪشي ڪري پنجاب ويو ۽ ڏلن جا ليند روينيو ريڪارڊ وٺي آيو ۽ هڪ پمفليٽ شايع ڪيائين ته سنڌ سان ڪيڏو ظلم آهي. پنجاب ۾ پاڻي به گهڻو ۽ ڏلون وري گهٽ. ان تي مارشل لا حڪومت مٿس ناراض ٿي ۽ ڪيس مڇ جيل موڪليو ويو. اهو تقريباً 1968ع وارو زمانو هو. جيئن مٿي ٻڌايم ته جيل ۾ ڦڦڙن جي مهلڪ بيماري ۾ مبتلا ٿيو. جيڪا سندس لاءِ جان ليوا ثابت ٿي.

## چونڊن جو ذڪر

1950ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. دادو، جوهي تڪ مان. هاري ڪاميٽيءَ فيصلو ڪيو ته دادو جوهي تڪ جي چونڊ لڙجي. ان لاءِ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ کي بيهاريو ويو. منهنجي وڪالت جي آفيس اليڪشن آفيس مقرر ٿي. سنڌ جا سمورا هاري ورڪر اچي ڪٺا ٿيا. مولوي نذير حسين جتوئي، مولوي عزيز الله جروار شهداڪوٽ وارو، غلام محمد لغاري ۽ ٻيا. هو ڏانهن مسلم ليگ پنهنجو اميدوار عبداللطيف پنهور کي نامزد ڪيو. آخوند شفيع محمد به فارم ڀريو ۽ پير الاهي بخش پنهنجي پٽ پير شاهنواز جو فارم ڀرايو. مسلم ليگ جي حڪومت هئي ۽ پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌ جو پهريون وزيراعليٰ محمد ايوب کهڙو به ميدان تي لٿل هو. محمد ايوب کهڙو کي جيتوڻيڪ ڪراچيءَ کي مرڪز حوالي ڪرڻ واري معاملي تي اختلاف سبب لاٿو ويو هو ۽ مٿس پروڊا قانون تحت ڪيس هلندڙ هو. پربعد ۾ وزيراعظم

لياقت علي خان سان ناهه ٿيڻ ڪري سنڌ جي ڪارونهوار جا اختيار بنا ڪنهن اعلان جي کيس حاصل هئا. ان وقت سنڌ جو وڏو وزير قاضي فضل الله هو سو به سندس گروپ جو هو. اهو سيپٽمبر 1950ع جو زمانو هو. فارم به پرڻا هئا ۽ سمورا هاري ورڪر منهنجي آفيس ۾ موجود هئا. جنهن ڏينهن فارم پرڻا هئا ان ڏينهن سائين جي- ايم سيد به هنن جي يعني حڪومت ۾ کهڙي پاران جڻ ته سفير ٿي آيو هو. چاڪاڻ ته کهڙو صاحب پنهنجي سالي عبداللطيف پنهور لاءِ زور ڏئي رهيو هو. اسان سائين جي- ايم سيد کي جواب ڏنو. گهڙي کن بعد دادو جو ڊي-ايس پي مسٽر عبدالحق ابڙو سرڪاري گاڏيءَ ۾ چڙهي منهنجي اوطاق تي آيو ۽ ڪامريڊ کي چيائين ته توهان کي قاضي صاحب گهرايو آهي. اسان سندس رمز سمجهي وياسون ۽ ڪامريڊ حيدر بخش هلڻ کان انڪار ڪيو. ان وچ ۾ اسان ناميـيشن فارم پريا پر وڏي ڳالهه ته نامزدگي فارم جي في ٽي سئو روپيا هئي جيڪي ڪنهن وٽ به ڪونه هئا. آخرڪار مان بئنڪ مان وڃي پئسا ڪيرائي آيس. اسين سڀ آفيس مان نامينيشن فارم جمع ڪرائڻ لاءِ ڪليڪٽر ڏانهن وڃڻ لڳاسين. مسٽر عبدالحق ابڙو ڊي- ايس- پي به ٽي ڪلاڪ اسان جي آفيس ۾ ئي ويٺو رهيو. آفيس مان ٻاهر نڪرڻ وقت هن سرڪاري گاڏيءَ ۾ ويهڻ لاءِ چيو. پر اسان انڪار ڪيو ۽ سموري خلق پنڌ رواني ٿي. ڪليڪٽر جي آفيس ڏانهن ويندي جڏهن اسين ايس- پي آفيس جي دروازي پرسان آياسون ته ميان عبدالحق سامهون آيو ۽ ڪامريڊ کي ٻُچيءَ ۾ پاڪر وجهي گهلي آفيس اندر وٺي ويو. مان ۽ تاج صحرائي ساڻس گڏ هئاسون. ڪامريڊ هڪ دم کيسي مان نامينيشن فارم ڪڍي مون کي ڏنو ۽ ان تي ايجنٽ طور منهنجو نالو لکي صحيح ڪيائين. مان اهو فارم کڻي سڄي خلق وٺي اچي ڪليڪٽر وٽ پيش ڪيو ۽ ٽي سئو رپيا به جمع ڪرايا. اتي خبر پئي ته آخوند شفيع محمد کي سرڪار گرفتار ڪري ڪوٽڙي جيل موڪليو آهي ۽ ان جو فارم به پيش ٿي نه سگهيو. شام جو ڪاغذن جي

جاچ پڙتال ٿيڻي هئي. عبداللطيف پنهور پاران کهڙو صاحب خود ايجنٽ ٿي وينو. ان جي پرسان ان وقت جو سنڌ جو ليگل سيڪريٽري مسٽر محمد بخش ميمڻ (جو پوءِ هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيو) وينو ۽ پير الاهي بخش پنهنجي پٽ جو ايجنٽ ٿي وينو. جڏهن ته ڪامريڊ پاران مان ايجنٽ طور وينس ۽ مون سان مدد ۾ مسٽر تاج صحرائي به وينو.

ان وقت جو ڪليڪٽر سيد مدد علي شاهه هو. ڏاڍو مزيدار منظر هو. سرڪاري پارٽي مسلم ليگ جا به ڪيترائي ورڪر موجود هئا. اسان کي اها معلومات نه رهي ته ڪامريڊ حيدربخش کي ڪاڏي ڪيو ويو. جاچ پڙتال لاءِ سڀ کان اول پير شاهنواز جو پيپر کنيو ويو ته. ان تي محمد ايوب کهڙي اعتراض ڪيو ته "پير شاهنواز صغير آهي ۽ ايڪيهن ورهين جو نه آهي" ۽ هن ان وقت جي سول سرجن دادو مير عبدالرسول ابڙي طرفان جاري ڪيل اهڙو ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ پڻ پيش ڪيو جنهن ۾ لکيل هو ته "مون پير شاهنواز کي ڏٺو آهي ته صغير آهي" ان ڪري ڪليڪٽر ۽ ريٽرننگ آفيسر پير شاهنواز جو فارم رد ڪيو. چا ته کل جو مقام هوان بعد اعتراض ڪيائين ته "ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي فارم تي حيدربخش جي صحيح ڪانه آهي ۽ پاڻ به موجود ڪونهي چو؟ ڪيڏانهن ويو آهي." مون ۽ تاج صاحب اتي جو اتي قسم ناما لکي ڏنا ته نامينيشن فارم تي صحيحون حيدربخش جون آهن ۽ هن اسان جي سامهون ڪيون آهن پر اهي ڳالهيون نه مڃيون ويون ۽ فارم رد ڪيو ويو. چاڪاڻ ته عبداللطيف پنهور جو فارم ته سرڪار کي هوڻئن ئي بحال ڪرڻو هو. سو ان کي ڪامياب قرار ڏنو ويو. اهڙي طرح ميڙ پورو ٿيو ۽ پوءِ خبر پئي ته ڪامريڊ حيدر بخش کي ڪٽي وڃي راڏڻن وٽ ڦٽي ڪري آيا هئا ۽ پوءِ هرڪو پنهنجي پنهنجي ڳوٺ هليو ويو. اها سڄي بدمعاشي محمد ايوب کهڙي ۽ قاضي فضل الله جي هئي. اهو هو انصاف ۽ جمهوريت کي فروغ ڏيڻ، جنهن لاءِ پاڪستان نهيو هو. انهن کي بڏي مرڻ ڪپي جن اهو سمورو ناٽڪ رچايو هو. آخوند شفيع محمد کي ڪوٽڙي جيل ۾ بند ڪيو ويو.

ڪجهه ڏينهن بعد پير الاهي بخش، حسين شهيد سهرورديءَ کي وڪيل ڪري سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ داخل ڪئي، جتي پوءِ ڪيس ضامن تي آزاد ڪيو ويو ۽ حڪومت طرفان داخل ڪيس ڪوڙو ثابت ٿيو ۽ پوءِ ڪين ڪيس تان هٿ ڪڍڻو پيو. اهڙي طرح آخوند صاحب آزاد ٿيو. اسين سڀ هن جا مددگار هئاسين ۽ حسين سهرورديءَ وٽ ويندا هئاسين. ان ڳالهه تي "ڊان" اخبار بہ "ايڊيٽوريل" نوٽ لکيو هو پر اردو ايڊيشن ۾ هيو جنهن جو عنوان هن طرح هو "اين بول عجبي است".

## شهدادڪوٽ چونڊ جو ذڪر

سال1951ع هو. جو سرڪار سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊ جو اعلان ڪيو ۽ اهو اعلان قمبر شهدادڪوٽ تڪ لاءِ هو. هاري ڪاميٽيءَ وري بہ فيصلو ڪيو تہ ڪامريڊ حيدربخش کي ان تڪ مان بيهارجي. مقابلي ۾ نواب سلطان احمد چانڊيو هو جنهن جو اهو اباڻو تڪ هو. سلطان احمد غيبي خان جو پوٽو هو، جيڪو حقيقت ۾ صغير هو ۽ اليڪشن لڙڻ جي لائق ڪونہ هو پر جاگيردار هئڻ ڪري سندس اباڻو حق سمجهي ڪيس بيهاريو ويو هو ۽ هن جو نامينيشن پيپر بحال ڪيو ويو. اهو مارچ جو مهينو هو ۽ ڪامريڊ حيدربخش جي حمايت ۾ ورڪ ڪرڻ لاءِ هڪ ننڍي جاءِ قمبر شهر ۾ ورتي وئي هئي آفيس لاءِ، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان هاري ورڪر بہ اچي گڏ ٿيا ۽ ڳوٺن ۾ چائنجي ويا، پر وڏيرن اسان سان ڏاڍيون عقوبتون ڪيون. ڪن ورڪرن کي ڪتا ڇڏيائون. محمد علي شاهه ماتلي واري کي مٽي ۾ گاسليٽ وڌائون ۽ هڪ دوست ورڪ لاءِ ڪار ڏني هئي. ان جا ورڪ ڪرڻ دوران ٽائر ڪپي ڇڏيائون جا رستي تي بيهي رهي.

شهدادڪوٽ تعلقو مولوي نذير حسين جتوئي ۽ مولوي عزيز الله جروار جي حوالي هو. اليڪشن جي ڏينهن ۾ ڏاڍا ماڻهو آيا هئا، حيدر بخش جتوئي کي ڏسڻ لاءِ، هو چئي رهيا هئا تہ اسان کي حيدربخش

ڏيکاريو جيڪو هارين لاءِ اتيو آهي. هاري ويچارا ووٽ ڏيڻ لاءِ آيا هئا. پر پوليس ۽ ٻين آفيسرن ۽ وڏيرن هنن کي پولنگ آفيس مان ڌڪا ڏئي ڪڍي ڇڏيو. ڇاڪاڻ تہ هنن کي خبر هئي تہ ماڻهو جاگيردار کي ووٽ ڪونہ ڪندا ۽ ڪامريڊ حيدربخش کي ووٽ ڏيندا. هنن ماڻهن جو رخ ڏسي ڇڏيو هو. پر طاقت جي آڏو ڇا ڪجي! اسين ٻيوس ٻڌيا ٻينا هئاسين ۽ ڪجهہ بہ ڪري نہ ٿي سگهياسين. پوليس جي مارا ماري ۽ لٺ بازي لڳي پئي هئي. سنڌ جا وڏا ۽ ننڍا آفيسر- امير ۽ وزير توڙي ميمبر سمورا حڪومت جي طرف هئا ۽ جاگيردار جي طرفداري پئي ٿي ۽ پوليس پڻ انهن جي هشيءَ تي هئي. نتيجي ۾ اسان جي هاري ڪاميٽي هارائي وئي ۽ اسان گهر واپسي جو رخ رکيو.

اليڪشن بعد ڪامريڊ ان اليڪشن خلاف دعويٰ داخل ڪئي هئي جا صحيح ثابت ٿي ۽ ڪورٽ اهو فيصلو ڏنو تہ سلطان احمد برابر صغير هو ۽ اليڪشن رد ڪئي وئي. جنهن ڊاڪٽر آرائينءَ سرٽيفڪيٽ ڏنو هو، اهو بہ ڪوڙو هو ۽ ان تي بہ ڪارروائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو.

## ڍاڪا ۾ شيخ مجيب الرحمان جون لٺيون

هاري ڪاميٽي پوليٽيڪل پارٽي ڪانہ هئي ۽ هوءَ هڪ سوشيو ايڪانامڪ پارٽي هئي. جا هارين لاءِ ڪم ڪندي هئي. ان ڪانسواءِ منهنجا تعلقات سائين جي- ايم سيد سان بہ ٿيا. سائين جي ايم سيد جو سنڌ جي سياست ۾ نهايت اهم ڪردار رهيو. پاڻ سنڌ لاءِ مرڻ گهڙيءَ تائين جدوجهد ڪندو رهيو. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ نہ ڄڻ ليکي ۾ ئي ڪانہ هئي. پناهگيرن جي يرمار ۽ ان سان گڏ پنجابين جي بالادستيءَ سنڌين کي ايرڻ ئي ڪونہ ڏنو. سڀ نوڪريون ۽ سمورا عهدا پنجابين ۽ پناهگيرن کي ملندا رهيا. اهو حال سرحد ۽ بلوچستان سان پڻ رهيو. سنڌ جي مسلم ليگي ليڊرن پاڪستان ناهڻ جي اعلان ڪانپوءِ جناح ۽ ٻين کي دعوت ڏني تہ اچي ڪراچيءَ ۾ پاڪستان جي گاديءَ جو

هنڌ ٻڌايو. نتيجو اهو ٿيو ته هندستان مان سڀ پناهگير اچڻ لڳا ۽ سنڌين پنهنجي سيڪريٽريٽ ۽ اسيمبلي بلڊنگ پڻ پاڪستان حڪومت جي حوالي ڪئي ۽ سنڌ سيڪريٽريٽ وڃي پراڻين ٻئرڪن ۾ ٺاهي وئي.

پاڪستان جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان اسان سنڌين کي گڏهه هڪليندڙ ۽ اٺ ڪاهيندڙ سڏيو ۽ اسان جي سنڌي تهذيب کي ننديو. پر ڪنهن به سنڌيءَ کي همت نه ٿي جو هن کي جواب ڏئي. سڀ آفيسر پناهگير مقرر ٿيندا ويا ۽ خود پنجابين کي به نه ليکيو ويو. نتيجو اهو ٿيو جو پنجابين کيس تقرير لاءِ راولپنڊيءَ ۾ دعوت ڏني ۽ کيس 1952ع ۾ تقرير دوران گولي هڻائي مارايو ويو. ان بعد پاڪستان جي حالت خراب ٿيندي رهي. پر ان کان اڳ لياقت علي خان جي زماني ۾ ڪجهه ملٽري آفيسر ۽ ڪجهه خانگي ماڻهن گڏجي سوشلسٽ انقلاب ٿي آندو. جنهن جو راز فاش ٿي ويو ۽ نتيجي ۾ جنرل اڪبر خان، ظفرالله پوشني، فيض احمد فيض ۽ ٻيا گرفتار ٿيا. ان ڪيس کي ”راولپنڊي ڪانسپئريسي“ڪيس سڏجي ٿو. اهو ڪيس حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ هليو ۽ آخر ۾ سڀ جوابدار آزاد ٿي ويا.

پاڪستان جي اها حالت ڏسي مختلف پرڳڻن جي سمجهدار ماڻهن گڏجي هڪ نئين سياسي پارٽي ”پاڪستان نيشنل پارٽي“ ٺاهي. ان پارٽيءَ ۾ سرحد مان عبدالغفار خان ۽ ٻيا، بلوچستان مان عبدالصمد خان اڇڪزئي، غوث بخش بزنجو ۽ ٻيا، سنڌ مان جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، سيد باقر شاهه، سيد شمس الدين شاهه سکر وارو، قاضي فيض محمد، غلام محمد لغاري ۽ ٻيا، پنجاب مان محمود علي قصوري، ميان افتخار الدين ۽ ٻيا، مليٽري آفيسر جيڪي راولپنڊي ڪيس ۾ جوابدار هئا شامل ٿيا، ليبر ليڊر ڊاڪٽر اعزاز نذير ۽ ڪجهه سکر جا مهاجر ليڊر به شامل ٿيا. جن ۾ حسن حميدي مشهور وڪيل شامل هئو. اهي ماڻهو حقيقت ۾ پاڪستان ٺهڻ جي خلاف هئا ۽ پوءِ هندستان سان سٺا تعلقات ٿي رکڻ چاهيائون. ان

جي برعڪس اوير پاڪستان ۾ سهروردي جي عوامي ليگ سياسي پارٽي هئي. "عوامي ليگ" پارٽي جي ان وقت بنگال ۾ حڪومت هئي ۽ مسلم ليگ ختم ٿي چڪي هئي. ان حڪومت هلندي سهروردي ۽ مولانا ڀاشاني جي وچ ۾ اختلاف ٿي ويا ۽ مولانا ڀاشاني اولهه پاڪستان جي نيشنل پارٽي کي دعوت ڏني ته ڍاڪا اچو ته گڏجي پارٽي ٺاهي ڪم ڪريون. ان وقت ون يونٽ ٺهي چڪو هو. هتان ڪيترائي ليڊر هوائي جهاز جو پاڙو پري ڍاڪا روانا ٿياسين.

خان عبدالغفار خان. عبدالصمد اڇڪزئي. جي- ايم سيد. محمود علي قصوري، ميان افتخار الدين. ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، غلام محمد لغاري، سيد شمس الدين شاهه. قاضي فيض محمد ۽ مون سميت اتي پهتاسين ڪجهه ٻيا به اچي شامل ٿيا. پهرئين ڏينهن (25 جولاءِ 1957ع) هڪ سئنيما هال ۾ ميٽنگ ٿي. ان وچ ۾ سهروردي شيخ مجيب الرحمٰن کي وزارت کان استعيفا ڏياري پارٽي کي سڌارڻ ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ ڍاڪا موڪليو. هن اتي اسان جي سخت مخالفت ڪئي ۽ اسان جي ورڪرن کي مارون ڪيرائڻ ۽ روڪڻ جو ڪم ڪيو. اتي جلسي هال ۾ مولانا صاحب بنگالي زبان ۾ خطاب ڪيو. پوءِ پارٽيءَ جي آئين ٺاهڻ لاءِ ڪاميٽي جوڙي وئي ۽ پارٽي جو نالو "نيشنل عوامي پارٽي" رکيو ويو. عوامي ليگ تان لفظ عوامي ۽ نيشنل لفظ نيشنل پارٽي تان ورتو ويو پارٽيءَ جو نالو "نيشنل عوامي پارٽي" رکيو ويو ۽ صدر مولانا ڀاشاني کي چونڊيو ويو. ٽئين ڏينهن پلٽن ميدان تي ڍاڪا ۾ پبلڪ ميٽنگ ڪوٺائي وئي.

شام جو پنجين وڳي اسان اتي وياسين. ميدان تمام وڏو ۽ ساوڪ سان ڀريل هو. تمام گهڻا ماڻهو گڏ ٿيا هئا. ٻيا وڏا ليڊر اجا نه پهتا هئا. مان، سيد شمس الدين شاهه ۽ قاضي فيض محمد سيني کان اول پهتاسين، مولانا ڀاشاني ۽ خان عبدالغفار به آيا ۽ اچي اسٽيج تي ويٺا. مان ۽ شمس الدين شاهه سندن پويان ويٺا رهياسون. اڃا جلسو

شروع ٿي نه ٿيو ته اوچتو "عوامي ليگ" جي غندن اسٽيج تي لٺين سان حملو ڪري ڏنو. اسان جي ورڪرن به احتياطاً پاڻ سان لڪائي لٺيون آنديون هيون. نڪا نڪ تي وئي. اسان ڏچي وياسون پر هو ڀڄي ليڊر اسٽيج تي خاموش ويٺا رهيا ۽ وڏو گوڙ مچي ويو. ايتري ۾ جيپ ۾ ڊي سي ڍاڪا آيو ۽ اعلان ڪيائين ته 144 قلم لاڳو ڪيو ويو آهي، ميٽنگ بند ڪئي وڃي. آرڊر مڃيندي ميٽنگ برخواست ڪري سيئي ماڻهو شهر ڏانهن روانا ٿيا سين. اسان به انهن جي پويان ٿي هلندا وياسون. قاضي فيض محمد اڳ ۾ هو. جڏهن شهر ۾ گهڙياسين. اتي هجوم تي پٿراءُ ڪيو ويو ۽ پٿراءُ شايد پوليس تي به ٿيو ۽ پوليس هڪدم لاٺي چارج شروع ڪئي، جيئن ته اسان آخر ۾ هئاسين. ان ڪري اسان کي ڪجهه ڪونه ٿيو باقي جيڪي اڳيان هئا انهن کي ڌڪ لڳا. قاضي فيض محمد ۽ سرحد جي افضل خان بنگش کي ڏاڍا ڌڪ لڳا.

آخر مان ۽ شمس الدين شاهه هوٽل تي آياسين جتي سائين جي ايم سيد، ميان افتخار الدين ۽ محمود علي قصوري ٽڪيل هئا ۽ جلسي گاهه ۾ اچڻ لاءِ تيار پئي ٿيا. اسان کين سڄي صورتحال کان آگاهه ڪيو جنهن تي قصوري ڏاڍا ٺهڪ ڏئي کليو. مون کي ائين پئي لڳو ته اهو سڄو ڪم شيخ مجيب الرحمٰن ڪرايو هو. اهو باب اتي پورو ڪري واپسيءَ جي تياري ڪئي سين. صبح جو ايئرپورٽ تي آياسين، پر جهاز خراب ٿي پيو ۽ پوءِ ٻئي ڏينهن اچڻ ٿيو. ان ڏينهن واندڪائي هئي ۽ نارائڻ گنج گهمڻ وياسين جو ست يا اٺ ميل ڍاڪا کان پري هو. اسان جا گهڻا دوست اتي رهي پيا ۽ چٽانگانگ وغيره گهمڻ ويا. پر اسين واپس هليا آيا هئاسين. هتي اها ڳالهه ضرور ٻڌائجي ته قاضي فيض محمد کي ڏاڍا ڌڪ لڳا ۽ رات جو ڪيس سڄي بدن ۾ اچي سور پيو سو اسان رات جو ڪيس ڏاڍا زور ڏنا هئا. واپسي بعد قاضي صاحب نوابشاهه هليو ويو چاڪاڻ ته اخبارن ۾ قاضي صاحب جي زخمي ٿيڻ جي خبر شايع ٿي هئي ۽ سندس گهر ڏاڍي تشويش هئي.

ان ڪانپوءِ پارٽي هلندي رهي پر نہ جهڙي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهن ۾ دلچسپي ڪا نہ هئي، ان جو سبب ملڪ ۾ مارشل لا جو لاڳو ٿيڻ هو. سموريون پارٽيون پابنديءَ هيٺ اچي ويون ۽ ليڊر جيل موڪليا ويا. ماڻهن ۾ ڊاڍو خوف ۽ هراس هو. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ جنرل ايوب خان 1960ع ۾ ”بنيادي ڊيموڪريسي“شروع ڪئي ۽ پاڻ کي پريزيڊنٽ چونڊايائين ۽ هن جي حڪومت 1968ع تائين هلي يعني پورا ڏهہ سال ۽ پوءِ حڪومت جنرل يحيٰ خان جي حوالي ڪيائين.

## ون يونٽ

هن ڪان اڳ جو جنرل يحيٰ خان بابت ٻڌائجي، ان ڪان اول اهو ضروري آهي تہ ”ون يونٽ“ بابت ڪجهہ ٻڌائجي.55-1954ع ۾ پنجابين جو زور ٿيو تہ پاڪستان جي چئن پرڳڻن کي ملائي ”ون يونٽ“ ڪجي ۽ ان کي اولهہ پاڪستان ڪوٺجي ۽ بنگال کي اوڀر پاڪستان سڏجي ۽ ٻنهي پرڳڻن کي اسيمبلين سميت برابري ڏني وڃي. بنگالي جيتوڻيڪ گهڻائيءَ ۾ هئا تنهن جي باوجود بہ اهو مسودو منظور ڪيو ويو ۽ اسان جي اولهہ پاڪستان جي سيني پرڳڻن کي جڪڙي ”ون يونٽ“ قائم ڪري پنجاب جي بالادستي قائم ڪئي وئي. ون يونٽ 1954ع آڪٽوبر ۾ قائم ڪيو ويو بنگالي ان ۾ خوش ٿيا تہ ملٽري ۽ ٻين سيني ڪاتن ۾ ڪين اڌو اڌ حصو ملندو. پر اهو غلط ثابت ٿيو ۽ پنجاب جي ملٽريءَ جو اثر هلندو آيو. جڏهن ايوب مارشل لا هنئي تہ هن پهرئين ڏينهن اعلان ڪيو تہ پاڪستان جو آئين ختم آهي، پر ”ون يونٽ“ قائم رهندو ۽ سندس دور ۾ ون يونٽ هلندو رهيو ۽ هوڏانهن سيني پرڳڻن ۾ ون يونٽ خلاف تحريڪ پڻ هلندي رهي. اسان بہ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ دادوءَ ۽ ٻين ضلعن ۾ ون يونٽ خلاف جلسا ڪيا ۽ ڏاڍيون تقريرون ڪيون. سائين جي- ايم سيد. حيدربخش جتوئي، قاضي فيض محمد. شيخ عبدالمجيد سنڌي. ڪامريڊ غلام

محمد لغاري، عبدالحميد خان جتوئي، حفيظ قريشي ۽ ٻيا ڪيترائي ماڻهو سنڌ مان ون يونٽ خلاف اٿي کڙا ٿيا. تان جو جنرل يحيٰ خان پاڪستان جو صدر ٿيو ۽ هڪدم ون يونٽ ختم ڪري ساڳيا پرڳڻا بحال ڪيائين. اهو سال 1969ع جو هو. هن تحريڪ ۾ حيدر بخش جتوئي تمام گهڻو پر انتهائي باهمت ٿي ڀرو ورتو هو ۽ سنڌ جي شاگردن پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو هو، تڏهن وڃي ان ون يونٽ جهڙي "لعنت" مان جند آجي ٿي. دادوءَ ۾ تمام گهڻا سياسي جلسا ٿيا. آءُ دادوءَ ۾ اينٽي ون يونٽ فرنٽ جو صدر رهيس ۽ ون يونٽ مهم خلاف ڪي وڏائڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيم.

جنرل يحيٰ ٻه ڪم سٺا ڪيا. هڪ ون يونٽ ٽوڙيائين ۽ ٻيو، "ون مئن ون ووٽ" جو قانون لاڳو ڪري عام چونڊون ڪرايائين جنهن جي نتيجي ۾ ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي "پيپلز پارٽي" اولهه پاڪستان ۾ طاقت ۾ آئي ۽ اوڀر پاڪستان ۾ شيخ مجيب الرحمٰن جي "عوامي ليگ" اڪثريت سان ڪامياب ٿي. سنڌ متحده محاذ طرفان سائين جي - ايم سيد سيوهڻ ۽ ڪوٽڙيءَ تعلقي مان بيٺو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. ذوالفقار علي ڀٽي جي "پيپلز پارٽي" ڏاڍي مقبول ٿي هئي جو هن "روٽي ڪپڙا مڪان" جو نعرو ڏنو ۽ جنرل ايوب جي مخالفت ڪئي هئي. جيتوڻيڪ شروع ۾ ڀٽو صاحب ايوب خان جي حڪومت ۾ فارين منسٽر هو، پر آخر ٻنهي ۾ اختلاف ٿي پيا ۽ ايوب خان ڀٽي کي حڪومت مان ڪڍي ڇڏيو ۽ هو روئندي لاهور پهتو. لاهورين سندس آمد ويل وڏو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ اهڙي طرح چونڊن ۾ ڪامياب ٿيو.

## ذوالفقار علي ڀٽي جي پارٽي ۽ سندس حڪومتي دؤر

جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي کي، ايوب خان حڪومت کان الڳ ڪيو ته هن صلاح مشورا ڪري پنهنجي الڳ پارٽي "پيپلز پارٽي" ناهي جنهن ۾ پاڪستان جا گهڻا ليڊر شامل ٿيا. ڀٽو صاحب جڏهن ايوب خان

سان گڏ هو ته 1965ع ۾ پاڪستان ۽ هندوستان ۾ جنگ ٿي جنهن ۾ پاڪستان کي ڪو به فائدو ڪونه ٿيو ۽ آخر ڪار صلح ٿيو ۽ هر ڪو ملڪ پنهنجي حدن تي وڃي بيٺو. اهو صلح روس ڪرايو هو ۽ تاشقند ۾ صلح نامو لکيو ويو هو، پر ڀٽي صاحب کي اهو نه وڻيو ۽ ان ڳالهه تان ايوب خان سان ناراض ٿيو ۽ جدا ٿي ويو.

ڀٽو صاحب هميشه پنجابين جو مددگار پئي رهيو ۽ چوندو هو ته "اسين هزار سال تائين هندستان سان جنگ ڪنداسين ۽ ڪشمير وٺنداسون" جيڪا ڳالهه پنجابين ۽ ملٽري وارن کي ڏاڍي وڻندي هئي، سو هن کي ڪٺي مٺي تي کنيائون. سندس گھوڙهن وارو رومال لاهور ريلوي اسٽيشن تي پنجويهه هزار روپين ۾ وڪاڻو هو. جڏهن هو پهريون دفعو راولپنڊيءَ کان لاهور پهتو هو ته پارٽي ناهڻ ڪانپوءِ هن سڄي ملڪ جو دورو ڪيو. ماڻهن هر هنڌ سندس آذر ڀاءُ ڪيو ۽ سنڌ ۾ سندس مقبوليت جو هڪ سبب اهو به هو ته سنڌي ماڻهن مرڪز ۾ ڪنهن سنڌي اڳواڻ جي حڪمراني ڏسڻ پئي چاهي ڪجنهن ڪري ڪيترائي ماڻهو پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيا. دادوءَ ۾ جڏهن ڀٽو صاحب آيو تنهن وقت آءُ ڊسٽرڪٽ بار جو صدر هيس. اهو سال 1969ع هو. اسان کيس دعوت ڏني ۽ ڊنر به ڏني. هاءِ اسڪول جي ميدان تي شام جو پنجين وڳي عام جلسو به ٿيو جيڪو اسان سيني دادو واسين گڏجي آرگنائيز ڪيو هو. مرحوم شوڪت سنڌي پيش پيش هو. جو سائين جي - ايم سيد جو به اهو حڪم هو ته "هڪ ته هو سنڌي آهي ۽ ٻيو جمهوريت جو عملبردار تي نڪتو آهي، انڪري ساڻس گڏ رهو." حالانڪه شوڪت سنڌي ۽ اسين پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ڪونه ٿياسين. مرحوم حفيظ قريشي به حيدرآباد مان هلي آيو هو ۽ تصديق ڪيائين ته سائين جي- ايم سيد جو حڪم آهي ته ڀٽي جي مدد ڪريو.

مون بار جي صدر جي حيثيت ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل بنگلي ۾ آذر ڀاءُ جي تقرير ڪئي ۽ ڀٽي صاحب منو ڪلاڪ تقرير ڪئي. ان وقت دادو مررو پل ٻيڙين جي ٺهيل هئي، سو ڪيترائي ماڻهو نوابشاهه

جا بہ آيا. قاضي محمد بخش ڏامراھ ۽ ٻيا بہ ڪيترائي قومي ڪارڪن شريڪ ٿيا ۽ اسان انهن جو ان بنگلي ۾ رهائش جو بندوبست ڪيو هو. مرحوم نياز احمد تگو ۽ سيف الدين پنهور مون سان مددگار هئا. اسان کين صاف سٿرا بسترا مهيا ڪيا ۽ کين آرام سان رهايو.

ڀٽي صاحب سان گڏ جيڪي ٻيا ليڊر آيا تن ۾ ممتاز علي ڀٽو، پير بخش ڀٽو، عبدالوحيد ڪٽپر، مير رسول بخش ٽالپر جن شامل هئا.

صبح جو ناشتي تي ڀٽو صاحب وينو ۽ مان سندس سامهون وينس، ٻيو ڪو بہ ڪونہ هو. مونکي ڀٽي صاحب چيو تہ منهنجي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. مون کيس ٻڌايو تہ مان نعپ ۾ آهيان تنهنڪري شامل نٿو ٿي سگهان. پارٽيءَ مهم هلندي وري ٻيو دفعو ڀٽو صاحب دادو آيو ۽ ڊاڪٽر عبدالعزيز پرياڻي جي جاءِ تي ترسيو ۽ اتي بہ مون کي گهرائي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيائين ۽ مون وري بہ لاچاري ڏيکاري. پوءِ چوندون ٿيون ۽ "پيپلز پارٽي" طاقت ۾ آئي. ڀٽو صاحب وزيراعظم بڻيو ۽ پنج سال حڪومت ڪيائين. اسان جو دوست ۽ دادوءَ جو سينئر وڪيل محمد سليمان سميجو پ پ ۾ شامل ٿيو جو بعد ۾ سينيٽر ٿيو. نعپ جي قيادت پناڻن وٽ هجڻ ڪري سنڌ کي ڪو بہ فائدو نہ ٿيو ۽ نہ وري ڪو ڪم ڪري سگهياسين. مان پنهنجي وڪالت ۾ ئي مشغول رهيس ۽ اين- اي- پي مخالف پارٽي ٿي رهي. اوچتو پيپلز پارٽيءَ جو ليڊر "حيات محمد شيرپائو" پشاور يونيورسٽيءَ ۾ تقرير ڪندي بم بلاسٽ ۾ ماريو ويو. ڀٽي صاحب کي باھ وٺي وئي ۽ هو ڪٿي ٻاهر دوري تي ويل هو ۽ هڪدم واپس آيو ۽ اچڻ شرط اين- اي- پي خلاف ڪات ڪهاڙا ڪنيائين ۽ شيرپائو جي قتل جو الزام پڻ اين- اي- پي تي هنيائين. دادوءَ ۾ ڀٽي صاحب جو هڪ وڏو عام جلسو ٿيو جنهن جي صدارت مون ڪئي. هي 1969ع جو واقعو آهي.

# هندوستان جو سفر

گهڻي وقت کان تمنا هئي تہ هندوستان جو سير سفر ڪجي، جهونن دوستن ۽ ساٿين سان ملجي، پراڻا ڪاليج ڏسجن جتي تعليم پرائي هئي سين، تنهن کان سواءِ اهي تاريخي جايون، جڳهون، مسجدون، مقبرا ۽ مندر ڏسجن، جي گذريل زماني جي ياد تازي ڪن ٿا ۽ پراڻي زماني جو شان ۽ شوڪت ڏيکارين ٿا.

اهي ويچار رکي 25 فيبروري 1983ع تي شام جو هوائي جهاز ۾ چڙهي ڪراچي کان بمبئي پهتاسون. مون سان گڏ منهنجو دوست ڊاڪٽر علي نواز بلوچ بہ هو. ملڪ کان ٻاهر سفر تي اڪيلو ماڻهو "نہ روئندو سونهين نہ کلندو سونهين"، تنهنڪري هڪ ساٿي ضروري آهي. شام جو 8 وڳي جهاز اتي پهتو. ايميگريشن ۽ ڪسٽمز کان آجا ٿي اٽڪل 10 وڳي ٻاهر نڪتاسين جو مسافر تمام گهٽا هئا. هوائي جهاز جو سفر هن وقت تمام سولو ۽ سهنجو آهي جو دنيا هڪ ٿي وئي آهي. اڄڪلهہ جو وقت اوترو ئي آهي جيترو ڪراچي کان اسلام آباد اڏامي وڃڻ ۾ ونجي ٿو.

بمبئي ايئرپورٽ تي جا ڳالهہ تمام سٺي ۽ سهولت واري نظر آئي، سا هئي ٽئڪسين جو انتظام. اتي پوليس بوٿ هو جن اسان کان پڇيو تہ اوهان کي ڪٿي وڃڻو آهي. اسان کين چيو تہ اسان کي هوٽل تي وڃڻو آهي. جيئن تہ هوٽل جي معلومات اسان کي ڪا نہ هئي، تنهنڪري انهن هڪ هوٽل جو نالو تجويز ڪيو ۽ اسان کان في ڪلو ميٽر مطابق ڀاڙو ورتو. اسان جي ٽئڪسي واري سان ڪا بہ گفتگو ڪا نہ ٿي. چپ چاپ ۾ ٽئڪسي وارو اسان کي ان هوٽل تي وٺي آيو. ڪرايو بہ

واجبي هو. ٽئڪسيون تمام گهڻيون ۽ نمبر وار بيٺل نظر آيون. انتظام تمام سٺو هو. جيڪر اسان جي ملڪ ۾ به اهڙو انتظام هجي ته ڪيڏو نه چڱو! اسان وٽ ٽئڪسيءَ وارا ته لاک تا لاهين. تنهن کان سواءِ انهن جي روش کان سيڪو ماڻهو واقف آهي.

## بمبئي ۾ شاهه جي ورسي

اسان بمبئيءَ جي پسگردائي ۾ ڪار جي علائقي ۾ هوٽل سمرات ۾ اچي رهياسين. جيسين ڪنهن کي ڳولي لهون، رات جو دير به ٿي ويئي هئي. هوٽل صاف سٿري ۽ ايئر ڪنڊيشنڊ هئي، جنهن جو ڪرايو 125 روپيا ڊبل روم جو هو. جو گهڻو هو، پر مجبوري هئي. بهرحال رات اتي سک سان گذاري سين.

صبح جو خبر پئي ته 26 ۽ 27 تاريخ تي شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي ٽي سئو ساله ورسي جيڪا سنڌي اتي ملهائي رهيا هئا. ان جو سميلن ”ديا ونتي“ هال ۾ رکيو ويو هو ۽ 26 تاريخ شام جو شاهه جي ڪلام جي راڳ جي محفل به ٿيڻي هئي. 26 تاريخ صبح جو جڏهن اسين اتي پهتاسين ته اتي اسان کي اسان جا پراڻا استاد پروفيسر رام پنجواڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻيا اديب، شاعر ۽ ليکڪ مليا. جن ۾ خاص طور ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، موهن ڪلپنا، تيڪچند مست ۽ ٻيا شامل هئا. راڳ جي محفل ۾ پروفيسر رام پنجواڻي، ڀڳونتي نواڻي ۽ ٻين بهرو ورتو. راڳ جي منڍ ڏن تي ماڻهن ۾ هڪ قسم جي وجدانيت طاري ٿي وئي. پوڙها ۽ جوان اتي نچڻ لڳا. اسان به نچڻ ۾ بهرو ورتو. ماڻهن جو هجوم به ڪافي هئو. تقريباً 7 وڳي شام جو اها محفل پوري ٿي. ان کان اڳ شروع ۾ شاهه صاحب جي فرضي تصوير کي هار پارائي پوءِ محفل شروع ڪئي ويئي. اها رسم پروفيسر رام پنجواڻي ادا ڪئي.

ٻئي ڏينهن مقالن پڙهڻ جو پروگرام ٿيو. جنهن ۾ مس پوپٽي

هيرانندائي، موهن ڪلپنا، گوبند مالهي، پروفيسر شيئو ڪرمائي ۽ ٻين مقالا پڙهيا. ٻه ٽي اکر مون به اتي ڳالهايا. جنهن جو مقصد هو ته هند ۾ سنڌ جا ليکڪ گڏجي سنڌي لپيءَ ۾ اهڙا ڪتاب تيار ڪن جيڪي پهرئين درجي کان وٺي 10 يا 12 ڪلاس تائين سڀ ڪنهن سنڌيءَ کي پڙهايا وڃن. پوءِ اهي سنڌي هانگ ڪانگ ۾ هجن، سنگارپور ۾ هجن يا دنيا جي ٻئي ڪنهن هنڌ هجن. اهو سڄو سنڌي ٻوليءَ جو ڪامن ڪورس ٿي رهي. ان ۾ ڪا به تبديلي نه ڪئي وڃي. جي ڪئي به وڃي ته اها به هند ۽ سنڌ جا ليکڪ گڏجي صلاح مشوري سان ڪن. اهو ذريعو ڳانڍاپي جو ٿيندو. جيڪڏهن ائين نه ڪبو ته پوءِ سنڌي ماڻهو ٻي ٻولي پڙهڻ تي مجبور ٿي ويندا ۽ پنهنجي مادري ٻوليءَ کي ڇڏي ڏيندا يا جيڪڏهن سنڌي لپيءَ کي ڇڏي ديوناگري لپي اختيار ڪندا ته به سيني سنڌين جي ٻوليءَ جي ناتي سان ڳانڍاپي جو سوال ئي پيدا ڪو نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته پوءِ سواءِ گهرن ۾ سنڌي ڳالهائڻ جي، هڪ ٻئي جو نئون ادب يا پراڻو ادب پڙهي ڪو نه سگهندا. اهو ڏٺو ويو ته هندستان ۾ اڳي ئي سنڌين منجهه لپيءَ جي سوال تي وڏي ڪشمڪش هلي رهي هئي. ڪيترن اديبن ۽ ليکڪن جو خيال هو ته سنڌي ديوناگري ۾ لکي وڃي، جو ڪين هندي به ان لپي ۾ پڙهڻي پوي ٿي ۽ انهي ڪري ان ۾ ڪين سهوليت ٿيندي ۽ ٻارن جي ذهن تي بار به گهٽ پوندو ۽ ان جي ابتڙ اصل سنڌي لپيءَ کي قائم رکڻ جي راءِ رکڻ وارن وٽ به مضبوط دليل آهن. وغيره.

تاريخ 27 شام جو سميلن پورو ٿيو. اهو سيمينار "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" پاران منعقد ڪيو ويو هو. هيءَ سڀا سنڌي ٻوليءَ جي اصل سنڌي لپيءَ کي جنهن کي عربي سنڌي سڏين ٿا. ڀارت ۾ قائم رکڻ جي حق ۾ آهي.

هوٽل ۾ ٽن ڏينهن رهڻ کان پوءِ اسان سيتا سنڌو ڀون ۾ وڃي رهياسون. اها جاءِ پروفيسر رام پنجواڻي صاحب جي هٿ ۾ آهي. جنهن کي اسين ٻين لفظن ۾ "سنڌي ڪلچرل هائوس" ڪوٺي سگهون ٿا. اتي

وقت بہ وقت جدا جدا مجلسون ۽ محفلون ٿينديون رهن ٿيون. پروفيسر صاحب جو پروگرام آهي، تہ اتي سنڌين جي سيني ولين ۽ بزرگن جي مزارن ۽ سنڌ جي ٻين شهرن جي مکيہ جاين جا وڏا فوٽو ۽ شڪليون رنگين جي سنڌ جي ڪلچر جي عڪاسي ڪن. اتي هڪ آرٽ ڪائونسل بہ آهي جتي ناٽڪ ۽ راڳ جي ريهرسل بہ ٿيندي رهندي آهي. جاءِ تمام ڪشادي ۽ ہہ ماڙ آهي ۽ اپرندي سانتا ڪروز علائقي ۾ واقع آهي. پروفيسر صاحب جي مهربانيءَ سان جيڪي ڏينهن اسين بمبئيءَ ۾ رهياسين، اتي ئي رهياسين ۽ اسان جو ڪو بہ خرچ ڪو نہ ٿيو. اتي رهندي اسان جي واقفيت شري پرشوتم سانولاڻي سان ٿي جو اصل مانجهند جو آهي. سندس واپار هانگ ڪانگ ۽ ٻين ملڪن ۾ هلندڙ آهي. هي صاحب نهايت سٺو ۽ سخا وارو انسان آهي. اسان جي واقفيت وڌي ۽ دوستي ٿي ويئي ۽ اسان کي ڄڻ تہ گهر جو ڀاتي ٿي تصور ڪيائين. هر وقت وٽن ماني ٽڪيءَ جو عام سڏ هو.سندس پتني نهايت شريف ۽ بهترين عورت آهي، جا اصل سنڌ جي ٽنڊي حيدر جي آهي. اسان ان کي پنهنجي ڀيڻ ڪري تصور ڪيو. جنهن ويچاريءَ اسان جي ڏاڍي خدمت ڪئي ۽ پچاڙيءَ موڪلاڻيءَ وقت بہ منايون ۽ تحفا اسان کي ڏنائين. مسٽر سانولاڻيءَ جو گهر بہ اتي سانتا ڪروز الهندي ۾ ويجهو هو، جنهن ڪري سيتا سنڌو پون ڪان اچڻ وڃڻ اسان لاءِ تمام سولو هو.

## اَلورا جا مَندر

هندستان ۾ تاريخي جايون تمام گهڻيون آهن، پر الورا ۽ اجنتا جا مندر ۽ غار بہ ڏسڻ وٽان آهن. اهي دنيا جي حيرت انگيز جاين ۾ شمار ٿين ٿا. اسان ارادو ڪيو تہ اهي جايون ڏسون. جاچ ڪئي سون تہ ڪهڙي طرح اتي وڃبو. اتي معلوم ٿيو تہ اوڏانهن ٽوئرسٽ بسون وڃن ٿيون. سو اسان مهاراشٽر ٽوئرسٽ ڊپارٽمينٽ سان لهہ وچڙ ۾ آياسون. هتي اهو چوڻ کان رهي نٿو سگهجي تہ هندستان ۾ ٽوئرسٽ ڊپارٽمينٽ جو وڏو

انتظام آهي. سڄي ملڪ ۾ انجي آفيسن جو ڄار پکڙيل آهي. جتي ڪٿي ڪاتي جون بسون آهن. انهن جي هلڻ ۽ چالو رهڻ جو تمام سستو ۽ سٺو بندوبست آهي، سو اتي هنن اسان مان هر هڪ کان =/415 روپيا ورتا، جنهن ۾ گهمائڻ ڦيرائڻ ۽ رهائش جو خرچ شامل هو. ڪاڌو اسان کي پنهنجو ڪاٽڻو هو. جملي ٽن راتين ۽ ٻن ڏينهن جو سفر هو. رات جو 9 وڳي اسان کي پريتم هوٽل بمبئيءَ کان بس کنيو ۽ صبح جو 7 وڳي اورنگ آباد شهر ۾ پهچايو. بس ايئرڪنڊيشنڊ ۽ لگزري ڪوچ هئي. سيٽون سڀ رڪلائيننگ ۽ هوائي جهاز نموني جون هيون. سڄي رات جو سفر هو. واٽ تي پونا ۽ احمد نگر شهرن مان لنگهڻو پيو. بس ٻن هنڌن تي بيٺي. جتي اسان ڪافي وغيره پيتي. اورنگ آباد شهر ۾ ٽوئرسٽ ڪاتي طرفان هڪ ڊبل بيڊ ڪمرو مليو.

صبح جو اسان تيار ٿي نيرن ڪري ويناسون تہ 10 وڳي اسان کي وري ٻيءَ بس کنيو. ان ڏينهن الورا گهمائڻ جو پروگرام هو. اها بس ايئرڪنڊيشنڊ نہ هئي. اسان کي پهريائين تغلق آباد شهر ۾ وٺي آيا. گائيڊ گڏ هو. بس ۾ ٻيا بہ ڪيترا ٽوئرسٽ هئا. اهو شهر محمد شاھ تغلق جو ٺهرايل آهي. اتي جا شيءَ ڏسڻ وٽان آهي، سا آهي قلعو. جو تمام پراڻو ۽ تمام وڏو آهي. اندر وڃڻ جي جاءِ اونداهي ۽ ڏاڍي ڏکي هئي. جتي لنگهڻ وڃڻ تمام ڏکيو هو. قلعو ٽڪريءَ تي آهي. ان قلعي جي اڏاوت اجا بہ چوٽيءَ تي هئي. جتي وڃڻ تمام ڏکيو ۽ اٽانگو هو ۽ ان لاءِ وقت جي ضرورت هئي، ان وقت جي بادشاھ پنهنجي بچاءَ لاءِ اهو سمورو بندوبست ڪيو هو. ان قلعي ۾ هڪ وڏي مسجد آهي، جنهن جو منارَ ڪافي اوچو آهي. ڪلاڪ کن اتي گهمڻ کان پوءِ اسين الورا جي مندرن وٽ پهتاسين. الورا اورنگ آباد کان 10-15 ميل پري آهي. تغلق آباد کان 6 ميل کن پري ٿيندو.

الورا جا مندر بہ دنيا جي عجيب شين مان هڪ آهن. اتي ٽن قسمن جا مندر آهن جيڪي تاريخ جا 3 دور ٻڌائين ٿا. خاص ڳالھ اِها

آهي تہ اُهي مورتيون جبل مان تاڪي ٺاهيون ويون آهن. تمام وڏيون مورتيون اٽڪل ويهہ ويهہ فوٽ اوچيون آهن. ان ڪان سواءِ اتي وڏا هال ٺائيپ ڪمرا آهن، جن ۾ اُهي مورتيون آهن. ڪٿي بہ ماڙ يا ٽہ ماڙ بہ آهن. پهريون ڏوُر هندو ڌرم جو آهي. ان وقت جو هڪ مندر ٺاهيل آهي. ان ۾ هندو ڌرم مطابق ديوتائن جون جدا جدا قسمن جون مورتيون پٿر کي ٽُڪي ٺاهيون ويون آهن. ان ڪانپوءِ ٻڌ ڌرم جي دور جو هڪ مندر آهي. اتي ٻڌ ڌرم مطابق مورتيون ڪونہ آهن. پر اتي هڪ وڏو گولو ۽ ان جي مٿان گيان جو ڪتاب اڪريل آهي ڇاڪاڻ تہ شروع ۾ ٻڌ ڌرم مطابق نہ مورتي ٺاهڻي هئي ۽ نہ ٻڌ ڌرم ۾ مورتيءَ جي پوڄا ڪرڻي هئي. ٻڌ ڌرم ۾ ٻن خيالن جا اسڪول آهن. پهريون اهو آهي جنهن ۾ مورتي جي پوڄا ڪرڻ نہ آهي. ان ڪان پوءِ ٻيو اسڪول پيدا ٿيو، جنهن موجب مورتيءَ جي پوڄا شروع ٿي ۽ پوءِ گوتم ٻڌ جون مورتيون ٺهڻ شروع ٿيون. هِتَ الورا ۾ پهرئين اسڪول جو مندر آهي. تنهن ڪان پوءِ جڏهن ٻڌ ڌرم جو زور گهٽيو ۽ وري هندو ڌرم زور ورتو تہ پوءِ شوپنٿ جومندر ٺاهيو ويو. اتي شِوَ جي ڌرم مطابق لنگ وغيره ٺاهيل آهن. اهو مندر بہ تمام وڏو ڪشادو ۽ بہ، ٽہ ماڙ آهي ۽ سموريون جايون پٿر کي ٽڪي ٺاهيل آهن ۽ هڪ بہ انهن مان رازن جي ٺاهيل نہ آهي. اهي مندر بہ تاريخ جا جدا جدا دور ٻڌائين ٿا ۽ تقريباً پهرين عيسوي سن ڪان ٺهڻ شروع ٿيا آهن ۽ ٽئين يا چوٿين عيسوي سن ۾ ٺهي پورا ٿيل آهن. انهن جي ٺهڻ ۾ سوين سال لڳا آهن. هي ڪم تمام وڏو، ڏکيو ۽ عجيب آهي. ڇا تہ ان وقت جي ماڻهن جو فن هو! اهو بہ معلوم ٿيو تہ اتي ماڻهن جو پيڙهيون هِنن مندرن کي ٺاهيندي ختم ٿي ويون. پرسان هڪ ننڍو ان وقت جو ڪيلاش جو مندر آهي، جتي پڻ شِوَ جي لُنگَ جي پوڄا ٿيندي آهي. ڪيلاش لفظ جي معنيٰ معلوم ڪئي سين تہ، معلوم ٿيو تہ هن لفظ جي معنيٰ آهي ”خوشيءَ جي جاءِ“. اُتي شِوَ مهاراج جو آستان آهي. اصل ۾ ڪيلاش مندر تہ هماليہ جبل تي آهي، پر ننڍن مندرن کي بہ جتي شِوَ

جي پوڄا ٿئي ٿي ڪيلاش جو مندر سڏين ٿا. انهن مندرن ۾ وڏين مورتين ڪان سواءِ ٻيون ننڍيون مورتيون بہ آهن. انهن سمورن مندرن گهمڻ ۾ منجهند ٿي وئي. بک بہ لڳي. اتي هڪ ريسٽورنٽ هو، جتي سيني ماني کاڌي. ماني ويشنو قسم جي هئي. ماني کائي واندي ٿيڻ ڪان پوءِ اورنگ آباد لاءِ بس هلڻ لڳي.

## اورنگ آباد

اورنگ آباد ڏانهن هلندي، واٽ تي ٻي جيڪا مشهور جاءِ آهي سا آهي دولت آباد جو شهر. ان شهر جي مشهوري ان ڪري آهي جو اتي اورنگزيب بادشاهہ جي قبر آهي. هيءُ شهر اورنگ آباد شهر ڪان 6-7 ميل ڪن پري آهي. شهر ننڍو آهي. اورنگزيب جي قبر تي ڪو بہ مقبرو نہ آهي. سندس انتقال احمد نگر ۾ ٿيو هو، پر سندس اها خواهش هئي تہ ڪيس سندس مرشد جي قدمن ۾ دفن ڪيو وڃي، جنهن جي قبر دولت آباد ۾ هئي. ان ڪري اورنگزيب ان جي قدمن ۾ دفن ٿيل آهي. سندس وصيت هئي تہ سندس هٿ جي ڪمائيءَ جي بچت مان سندس قبر تي خرچ ڪيو وڃي. ان ڪري اها سادي ۽ مٽيءَ جي ٺهيل قبر آهي، پر لارڊ ڪرزن اتي سنگ مرمر جو ڪٽهڙو ڏياريو آهي، ۽ هيٺ ان جو فرش بہ سنگ مرمر جو آهي، پر قبر اها ساڳي مٽيءَ جي ٺهيل آهي. اتي دعا پڙهڻ ڪان پوءِ اسان اورنگ آباد شهر ۾ آياسون ۽ شهر جو سير ڪيوسون.

اورنگ آباد ۾ جيڪا وڏي تاريخي جاءِ آهي، اها آهي اورنگزيب بادشاهہ جي زال جو مقبرو، جيڪو سندس پٽ تعمير ڪرايو هو. ان مقبري کي عام طرح "بيبي ڪا مقبره" سڏيو وڃي ٿو. اورنگزيب جي وڏي پٽ جو خيال هو تہ هو پنهنجي ماءُ جي مٿان تاج محل جهڙو مقبرو ٺهرائي، پر هو ان ۾ ڪامياب نہ ٿيو. مقبرو برابر تاج محل جي نموني تي آهي، پر سمورو سنگ مرمر جو نہ آهي. ڪجهہ حصو چن جي پٿر جو آهي. مقبرو عاليشان آهي. اهو ڏسي پوءِ ٿورو شهر جو چڪر ڏئي

اسين واپس پنهنجي روم تي پهتاسين.

ان وقت شام جا 5 ٿي چُڪا هئا. ڪجهه آرام ڪري پيادل شهر جو سير ڪيوسين. بازار گهمندي معلوم ٿيو تہ اتي سنڌين جا 200 ڪن ڪُٽنبَ رهن ٿا. جي سڀ پنهنجي ڌنڌي ۽ واپار ۾ لڳل ۽ خوش آهن. ڪن جا تہ تمام وڏا دڪان آهن. هر ڪنهن قسم جو واپار ڪن ٿا. ڳالهائين سنڌي ٿا پر اسڪولن ۾ سنڌي ڪو نہ ٿا پڙهن جو اهڙو بندوبست ٿيل ڪو نہ آهي ۽ هڪبئي کان پري پري رهن ٿا. ننڍي ٿهي وارا هندي پڙهن ٿا. يا سنڌي ديوناگري لپيءَ ۾ پڙهن ٿا.

اورنگ آباد شهر جي آدم شماري اٽڪل 4-6 لک ٿيندي. اڌ مسلمان آهن. نمايان ڪلچر بہ مسلمانن جو آهي. ڇاڪاڻ تہ اُهو شهر اصل حيدرآباد دکن جي رياست ۾ هو. آزاديءَ کان پوءِ مهاراشٽر پرڳڻي ۾ شامل ڪيو ويو آهي. اتي مسلمانن کي ٻي ڪا بہ تڪليف ڪا نہ آهي، سواءِ ان جي جو ڪين سرڪاري نوڪريون گهٽ ملن ٿيون. اسان جي ٽوئرسٽ آفيس جو انچارج بہ هڪ مسلمان هو، جنهن سان گفتگو ٿي. سندس مائٽ ڪجهه ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. چيائين تہ اسين هتي بلڪل حاوي آهيون.

رات جي ماني هڪ هوٽل تي کاڌي سون. جا هڪ سنڌيءَ جي هئي ۽ اتفاق سان هُو اصل دادو جو رهاڪو هو. خبر چار ونڻ کان پوءِ ماني ڏاڍي سٺي کارايائين. ماني کائي پنهنجي روم تي آياسين ۽ سمهي آرام ڪيوسين، جو ٻئي ڏينهن صبح جو 8 وڳي اَجنتا وڃڻو هو.

## اجنتا جا مندر

صبح جو سويل اٿي 8 وڳي تيار ٿي بس ۾ سوار ٿياسون. اجنتا اٽڪل 60-70 ميل کن اورنگ آباد کان پري آهي. واٽ تي ڪمند ۽ ڪٽڪ جي پوک ڪافي انداز ۾ هئي. ڪنڊ ۽ ٻين قسمن جا ڪارخانا بہ ڏسڻ ۾ آيا. تقريباً ڏيڍ وڳي اسين اجنتا پهتاسين. اجنتا جو ڳوٺ 4-3

ميل اورتي آهي. باقي جيڪي اجنتا جون "چرون" يا مَندر جيڪي مشهور آهن. اهي اتان ايتري ئي مفاصلي تي آهن. حقيقت ۾ اهي چرون نه آهن، پر جبل کي ٽُڪي ان ۾ مندر ناهيل آهن. هي سمورا مندر اٽڪل 16 کَن آهن ۽ دنيا جي عجيب شين مان آهن ۽ ڏسڻ سان تعلق رکن ٿا. انهن جو هتي احوال ڏيڻ تمام ڏکيو ڪم آهي ۽ اِنهن کي لفظن ۾ صحيح نموني ۾ ٻڌائي نه ٿو سگهجي. سمورا مندر ٻڌ ڌرم جي دور جا آهن. ٻي يا ٽئين صدي عيسوي سن کان 5 يا 6 صديءَ تائين جي عرصي جا ناهيل چوڻ ۾ اچن ٿا. انهن کي ناهيندي ماڻهن ۽ ڪاريگرن جو پيڙهيون ختم ٿي ويون. مندر تمام وڏا، ڪشادا ۽ مٿي جبل تي ٺهيل آهن ۽ گولائي ۾ آهن. اها گولائي اٽڪل منو ميل ٿيندي. جيئن الورا ۾ تيئن هت به جبل ٽاڪي ان ۾ وڏا هال ناهيا ويا آهن. جن جون ڇتيون به جبل جون آهن ۽ وري ٿنڀا به ان جي ٽاڪيل پٿرن جا آهن. پاسن کان شهتير ڏنل آهن. ۽ وچ تي سامهون جيڪي ڪمرا آهن. اتي ٻڌ ڌرم جون مورتيون وڏي قد جون اٽڪل 10-15 فوٽ اوچيون ٺهيل آهن. انهن کان سواءِ پاسن کان پٿين تي يا شهتيرن تي جدا جدا مورتيون اُڪريل آهن. اهو سمورو ڪم مٿان کان هيٺ ٿيل آهي. ۽ ائين نه آهي ته جاين وانگر هيٺ بنياد وجهي پوءِ مٿي ناهيل آهن. جيئن ڪو رازو جاءِ تيار ڪري، ائين بلڪل نه آهي.

مُورتيون تمام سهڻيون آهن. هڪ مندر ۾ ٻڌ جي مورت جو اهو ڪمال نظر آيو جو هڪ ڪنڊ کان ٽارچ هڻي ڏنوسين ته معلوم پيو ٿئي ته جڻ ٻُتَ مُشڪي رهيو آهي. ٻيءَ ڪنڊ کان ڏنوسين ته جڻ ته ڪنهن غور ۽ فڪر ۾ آهي. ۽ وري سامهون ٿي ڏنوسين ته جڻ ماڻهن کي يا شاگردن کي ڪا تلقين ڪري رهيو هجي. ان کانسواءِ ڪن مندرن ۾ ڏاڍيون خوبصورت رنگين شڪليون پٿين ۽ ڇتين تي ٺهيل هيون. اها چتر ڪاري به عجيب آهي ۽ انهن سيني ۾ ٻڌ جي زندگيءَ بابت ڪي قصا ۽ حقيقتون سمايل آهن. ڪن کي ڏند ڪٿا به ڪوني سگهجي ٿو.

پر اهو سڀ هر ڪنهن جي عقيدي مطابق آهي. آخر ۾ هڪ مندر آهي جتي ٻڌ جي تمام وڏي مورتي يا مجسمو دروازي جي پرسان ليٽيل نموني ۾ ٺاهيل آهي، جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي بستري تي سنئون سڌو ليٽيل هجي، اها مورتي ٻه ڏاڍي خوبصورت ٿي لڳي ۽ اٽڪل 10-12 فوٽ ڊگهي آهي. هتي اهو ضروري ڄاڻڻ گهرجي ته هر هڪ ٽوئر تي اسان کي هڪ گائيڊ يا حقيقتون ٻڌائيندڙ ماڻهو مليل هو جو سمجهائيندو ٿي هليو. انهن سمورن مندرن کي ڏسڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو. ڪي مندر هيٺ هئا ته ڪي مٿي هئا. هيٺ مٿي ڏاڪڻيون لهڻيون چڙهڻيون ٿي پيون. هر هڪ مندر ۾ گهمڻ ۽ گائيڊ کان ٻڌڻ ۽ سمجهڻ ۾ ٻه وقت ٿي لڳو. اٽڪل 2 وڳي اهي سڀ مندر ڏسي هيٺ لٿاسين.

هيٺ هڪ چڱي هوٽل هئي، اتي منجهند جي ماني کاڌي سين. ماني اتي ويشنو قسم جي هئي. ٻاهر ڪيترا دڪان هُئا جن تي ڪيترن قسمن جا پٿر ۽ ننڍيون مورتيون ۽ ٻيون شيون مليون ٿي. دنيا جي هر ڪنهن ڪنڊ ۽ ملڪ جا ماڻهو اهي عجوبا ڏسڻ اچن ٿا. هندستان کي ان مان تمام گهڻي آمدني ٿئي ٿي.

انهن مندرن جي هيٺان هڪ نديءَ جا نشان ڏسڻ ۾ آيا، جا برسات جي موسم ۾ وهي ٿي. قديم زماني ۾ اتي ٻڌ ڌرم جا چيلا يا ڀڪشو رهندا هئا ۽ تپسيا ڪندا هئا. مانيءَ جي رڌ بچاءَ جو ڪم ڪو نه هو، پني سني کائيندا هئا. ٻڌ ڌرم جي دور ختم ٿيڻ کان پوءِ اهي مندر جڻ سڄي دنيا جي نظرن ۽ يادگيرين کان لڪي ويا هئا ۽ تاريخ ۾ جڻ نه سندن ڪو ٻه وجود ڪو نه هو. 5-6 عيسوي صديءَ کان وٺي 19 صديءَ جي پڇاڙيءَ يعني 1880ع تائين ائين هو. ان وقت ڌاري هڪ انگريز گهوڙي تي شڪار ڪندي اتي اچي پهتو. جو اتي تمام گهاٽو جهنگل ۽ ٻيلو اسري ويو هو. پر شڪار ڪندي هن هڪ ڇُر جو نمونو ڏٺو ۽ اهو ڏسي هن کي تمام حيرت وٺي ويئي. پوءِ هن انگريز حڪومت جي ڌيان تي اها ڳالهه آندي ۽ سرڪار جهنگ ڪپائي صفائي ڪرائي ۽ اهي مندر وري هندستان جي تاريخ ۾

ظاهر ٿيا. اهي اڄڪلهه گهمڻ لاءِ وڏو مرڪز بڻيل آهن.

اسين بس ۾ واپس روانا ٿياسين ۽ شام جو پنجين وڳي اورنگ آباد پهتاسون. ان شام جو اسان جي بمبئيءَ لاءِ واپسي هئي. رات جو 8 وڳي بس هلڻي هئي. اسان ٿورو آرام ڪري ڪافي وغيره پي تيار ٿياسين. بس پوري اٺين وڳي اورنگ آباد مان نڪتي. وري به ساڳي طرح سمورو سفر رات جو هو. رات سڄي بس هلي ۽ صبح جو پنجي وڳي اسان کي پريتم هوٽل وٽ بمبئي شهر ۾ آڻي ڇڏيائين. اتان اسين لوڪل گاڏي ۾ چڙهي پنهنجي جاءِ سيتا سنڌويون تي پهتاسون جتي اسين پنهنجو سمورو سامان رکي ويا هئاسين ۽ فقط هڪ ٿيلهو کڻي ويا هئاسين. واپس پهچڻ کان پوءِ اسان ارادو ڪيو ته هاڻي باقي شهر هندستان جا گهمي پوءِ پنهنجي ملڪ واپس ٿجي. اسان کي بمبئي ۾ هاڻي ڪافي ڏينهن ٿي ويا هئا. شهر به ڪافي گهميا هئاسين.

## بمبئي جو ذڪر

بمبئيءَ شهر جو ذڪر ڪرڻ تمام ضروري آهي. هن وقت شهر جي آدم شماري 80 لک کن آهي. شهر تمام ڳتيل آهي. جيئن ته هن شهر کي چوڌاري پاڻي آهي ۽ ساموندي بندر آهي تنهن ڪري هن کي وڌڻ ۽ ترقي ڪرڻ جو تمام گهٽ موقعو آهي. اسان جي شهر ڪراچيءَ کان مختلف آهي. آبادي گهڻي ۽ شهر ڳتيل هجڻ سبب هتي جايون سڀ فليٽس آهن ۽ تمام گهڻيون ۽ بلند آهن. هت بنگلن جو ڪو به رواج ڪو نه آهي. جيڪي اڳ ۾ ڪنهن زماني ۾ بنگلا هئا سي سڀ ختم ڪري فليٽس ناهيا وڃن ٿا. شهر جو پراڻو حصو خاص ڪري فورٽ ايريا تمام خوبصورت ۽ سنو صفائيءَ وارو آهي ۽ رستا به ڪشادا آهن. اتي سمنڊ جي ڪناري تي هڪ وڏو انگريزن جي دور جو بلند دروازو ٺهيل آهي، جنهن کي "گيٽ وي آف انڊيا" سڏين ٿا. اتي ڪياماڙيءَ وانگر ٻيڙيون ۽ لانچون بيٺل آهن، جن تي ماڻهو سمنڊ جو سير ڪرڻ

ويندا آهن. اتي سمنڊ مانو آهي ۽ پر تي سمنڊ ۾ ايلفنٽا غار آهن جتي پٿرن مان بُت ٺهيل آهن. گيٽ وي جي پرسان هڪ تمام سٺي هوٽل ٺهيل آهي، جنهن کي تاج محل هوٽل سڏيو وڃي ٿو. گهڻو اڳين زماني کان جيڪا ان جي بلڊنگ آهي سا گنبذ نموني تي ٺهيل آهي پر ان جي پرسان هاڻوڪي طرز تي نئين بلڊنگ آمريڪن نموني تي به ٺاهي ويئي آهي جا اٽڪل ڏهه بارنهن ماڙ ٿيندي. ان فورٽ ايريا ۾ جيڪي بيون جايون آهن جهڙوڪ: بوري بندر، ريلوي اسٽيشن، جنهن کي وڪٽوريا ٽرمينس به چوندا آهن يا بيون ڪيٿربون جايون سموريون گنبذن سان ٺهيل آهن. جنرل پوسٽ آفيس، ميونسپل آفيس، ٽائيمس آف انڊيا پريس جهڙيون جايون سڀ ان قسم جون آهن. پرسان وچ تي ڦوهارو (فائونٽين) آهي. فورٽ ايريا جي پرسان وري "نريمن پائنٽ" آهي. جتي تمام اوچي قسم جون جايون آهن. ويهه ماڙ کان ڪا به جاءِ گهٽ نه آهي. هتي گهڻو ڪري واپاري طبقي جون آفيسون آهن. ان کان اڳتي وري مئرين ڊرائيو آهي، يعني هڪ پاسي سمنڊ، وچ تي رستو ۽ ٻئي پاسي جايون ٺهيل آهن. تمام سهڻو علائقو آهي. ٿنهن کان پوءِ چوپاٽي وارو سمنڊ جو ڪنارو آهي جتي ماڻهو گهمڻ لاءِ اچن ٿا. ان جي پرسان ملبار ٽڪري آهي. جتي هڪ باغ آهي، جنهن کي هئنگنگ گارڊن سڏيو وڃي ٿو. پر ان جو نالو هاڻي ڪملا نهرو پارڪ آهي. اتي حقيقت ۾ به پارڪ آهن. شام جو ماڻهو اتي تفريح لاءِ اچن ٿا. بمبئيءَ ۾ تمام اوچي جاءِ 34 ماڙ هڪ بلڊنگ آهي جا ٽار ڊيو علائقي ۾ آهي. ان ۾ تمام گهڻا فلئٽس آهن، اتي ڪجهه سنڌي به رهن ٿا. اسين اتي وياسين ته هڪ سنڌي فيملي اسان جي چانهه، پڪوڙن ۽ پاپڙن سان آجيان ڪئي. خاص مسلمانن جا پاڙا محمد علي روڊ، ڀنڊي بازار، جي جي روڊ، شوڪت علي روڊ آهن. فورٽ ايريا ۾ دڪان تمام وڏا ۽ سهڻا آهن. ڪجهه ڊپارٽمينٽل اسٽور به آهن. اڪبر عليءَ جو دڪان مشهور آهي، جنهن جون شاخون سڄي شهر ۾ آهن. اتي گهڻو ڪري هر ڪا شيءَ ملي ٿي. ڪتابن جا به

تمام وڏا دڪان آهن. ان علائقي ۾ موٽر ڪارن کان سواءِ ٻي ڪا به سواري نہ ملندي آهي سواءِ بس جي. شهر ۾ آٽو رڪشائون شهر جي ٻاهرين علائقن ۾ هلنديون آهن. بمبئي ۾ لوڪل بجليءَ تي هلندڙ ريل گاڏيون هلنديون آهن. هتي اهو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي تہ شهر ۾ روزانو 1200 ريل گاڏيون هلن ٿيون. 600 اچن ٿيون ۽ 600 وڃن ٿيون. هر ٻن ٽن منٽن کان پوءِ گاڏي اچي ٿي. 2500 ٽئڪسيون آهن. ماڻهو بہ تمام گهڻا آهن. صبح ٿئي ٿو تہ ماڻهو گهرن کان نڪرن ٿا. ائين ٿو ڀائنجي تہ ڄڻ ماڪڙ نڪتي آهي، پر هتي ٽرئفڪ جو ڪو خاص مسئلو ڪونہ آهي. بسون بہ جام آهن ۽ سموريون سرڪاري آهن. ڪراچيءَ جي ٽرئفڪ تہ مصيبت آهي، جتي تہ ڪا ٽيڪسي ملڻ ئي ممڪن نہ آهي.

دادر کان پوءِ ڄڻ تہ ٻاهريون علائقو شروع ٿو ٿئي. جنهن ۾ باندرا، مهيم، کار، سانتاڪروز ۽ جُوهُو اچي وڃن ٿا. جوهو جو علائقو وري بہ سنو آهي، جو سمنڊ جي ڪناري تي ڪلفٽن وانگر آهي. هنن ٻاهرين علائقن ۾ گوڙ گهمسان ڪونہ آهي، پر شهر ۾ غريبن جون جهوپڙيون ۽ جهڳيون بہ ڏاڍيون آهن. غربت بہ ڪافي آهي، پڻ بہ گهڻو آهي. ڏکڻ هندستان جا گهڻا ماڻهو روزگار لاءِ هت اچن ٿا. شهر جي ٻاهرئين حصي ۾ ريلوي لائين سان توڙي رستن سان رڳو جهڳيون نظر اينديون. ان ڪري صفائي گهٽ آهي. فقط شهر جو پراڻو حصو ان ڳالهہ کان بچيل آهي.

شهر کان ڪافي ڏور ملاڊ جو علائقو آهي، اتي هڪ درٻار آهي، جنهن جو نالو "درويش در" آهي. ان جا مرشد سنڌ ۾ نصرپور جي پرسان آهن جي مسلمان آهن. "درويش در" جو سنڀاليندڙ مسٽر گراسواڻي آهي، جو اسان کي دعوت ڏئي وٺي ويو. بلڊنگ تمام سٺي، وڏي ۽ ڪشادي آهي جتي ڌرمشالا قسم جو بندوبست آهي، هر سال اُتي ميلو لڳندو آهي.

شهر ۾ ڪرافرڊ مارڪيٽ بہ هڪ وڏي مارڪيٽ آهي، اُتي پرسان هڪ مسجد بہ آهي، جتي اسان وياسين ۽ مسجد جي امام سان

ملاقات ٿي. اها مسجد ڪونچينن جي آهي ۽ شافعي طريقي جا مسلمان ان جا مهتمم آهن.

## الهاس نگر يا سنڌو نگر

بمبئي شهر کان اٽڪل 40 ميل پري الهاس نگر آهي جنهن کي سنڌو نگر بہ سڏجي ٿو. هي اهو علائقو آهي، جنهن اڌ کان مٿي سنڌي آهن. اُتي اٽڪل چار لک ماڻهو رهن ٿا. آزاديءَ کان اڳ ۾ اتي ملٽري ڪيمپ هوندي هئي، جنهن کي ”ڪلياڻ ڪئمپ“ سڏبو هو. ڪلياڻ جو شهر پرسان اٽڪل ڇئن، پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي. 1945ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي بند ٿيڻ ڪانپوءِ اها ڪئمپ ختم ڪئي ويئي ۽ بئرڪون خالي ٿيون. آس پاس وڏو جهنگ هو. جڏهن ملڪ جو ورهاڱو ٿيو تڏهن سنڌي لڏي، ان طرف ويا ۽ اتي جي حڪومت انهن کي ان ڪئمپ ۾ رهڻ لاءِ جاءِ ڏني ۽ هو اتي رهڻ لڳا. اتي پرسان هڪ ندي وهندي آهي، جنهن جو نالو الهاس آهي جنهن جي معنيٰ ”خوشي“ آهي. ان ڪري ان علائقي کي الهاس نگر ڪوٺيو ويو. سنڌي ان کي سنڌو ننگر ٿا ڪوٺين پر سرڪار اڃا ان نالي کي قبول نٿي ڪري.

آهستي آهستي سنڌين ان علائقي کي غنچو بنائي ڇڏيو آهي. اتي هاڻي ميونسپالٽي آهي، جنهن جو پريزيڊنٽ ۽ ميمبر گهڻا سنڌي آهن. اٺ ڪاليج ۽ ٻارهن هاءِ اسڪول آهن جيڪي سمورا سنڌين جا آهن. اتي تعليم سنڌيءَ ۾ ڏني وڃي ٿي. دڪانن ۽ جاين تي نالا سنڌي ۾ لکيل آهن. روڊن تي نالا جهڙوڪ، شاهہ لطيف، هيمو ڪالاڻي، ڀڳت ڪنور رام جا نالا رکيل آهن. هيمونءَ ۽ سنت ڪنور رام جا مجسما روڊن تي ناهيل آهن. هيءُ ڄڻ تہ سنڌ جو هڪ شهر آهي. تمام سنيون جايون، هوٽلون ۽ پريسون اتي موجود آهن. سنڌي هر قسم جو واپار ڪن ٿا. اتي هڪ عجيب ڳالهہ جيڪا نظر آئي، اُها هيءَ تہ اُتي گهٽين ۽ روڊن تي سوئر گهمندي ڦرندي نظر آيا. جيئن هت اسان وٽ ڪتا ۽ گڏهہ

گھمندا آھن. اتي ڪُتا ۽ سوئَر گڏ گھمندا ڏسڻ ۾ آيا. انھن کي نڪو وَجَ ھئا، نڪو ڪو وڙھيا ٿي. اسان کي پھريائين ڪجھ خوف ٿيو.پر اسان انھن جي پرسان لنگھياسون تہ ڪجھ بہ ڪونہ ڪيائون.

بمبئيءَ ۾ شيون تمام سستيون آھن. البت سنو ڪپڙو تمام مھانگو آھي. پاڄيون ھڪ روپئي کان ٽين روپين تائين ڪلو ھيون. ڪنڊ ڪنٽرول تي ساڍا ٽي روپيا، گيھ پندرھن روپيا ڪلو، ڪڪڙ ۽ چانورن جو اگھہ پاڪستان جي اگھن جي برابر آھي. ميوا بہ سستا ھئا. چڪون 3 رپيا في درجن، صوف ڏھ يا ٻارھن روپيا ڪلو. باقي ڪيلا 3 رپيا درجن ھئا. ٽيڪسي في ڪلو ميٽر ٽي روپيا ۽ آٽو رڪشا ڏھ يا ٻارنھن روپيا. ڪچا ناريل تمام گھڻا آھن، جن جو پاڻي پيٽ لاءِ مفيد آھي. ھڪ ناريل 3 روپيا جنھن ۾ ملائي بہ ھئي. ڪتاب تمام سستا آھن. اخبارون بہ سستيون آھن. انگريزي توڙي ھندي اخبارون 18-16 صفحن جون پنجھتر پيسا. اردوءَ ۾ اخبارون ھيون. باقي دڪان وغيره تي بورڊ ھندي ۽ انگريزيءَ ھئا. ٻي مکيہ ڳالھ جا نظر آئي، اھا ھيءَ تہ ماڻھن جو انگريزي ڏي توجھ گھڻو ھو. نوجوان رستن، گاڏين ۾ ٻين ھنڌن تي انگريزي ڳالھائيندي ڏسڻ ۾ آيا. ھو ملڪ جي ترقي جو راز سائنس ۽ انگريزي ۾ سمجھن ٿا. شيون سموريون ھندستان جون ٺھيل ملن ٿيون. ڪا بہ شيءَ ٻاھران ڪانہ ٿي گھرائي وڃي. سئي سڳي کان وٺي ھوائي جھازن تائين ھندستان پاڻ ٺو ناھي. ڪارون ٻن قسمن جون آھن. ھڪ امبسيڊر ۽ ٻي فيات، جن جي قيمت اٽڪل اسي ھزار روپيا آھي. شڪل ۾ سٺيون ڪو نہ آھن، پر ھو ان کي پنھنجي شيءَ ڪري ٿا ھلائين. اتي آرام دہ شين تي ٽئڪس تمام گھڻي آھي. اھي ڪارون ھونءَ چاليھ ھزار روپيا لھن پر سرڪاري محصول ٽيھ ھزار روپيا في ڪار آھي. اھڙي طرح ايئرڪنڊيشنر بہ تمام مھانگا آھن. ڏيڍ ٽن جو سترھن ھزار روپين ۾ ملي ٿو. جو بہ سھڻو نہ آھي. جاپن ۾ لفٽون بہ ملڪ جون ٺھيل آھن. ٽي وي، ريڊيو، ٽيپ، ڊيڪ، ڪلڪيوليٽر سمورا ھندستان جا ٺھيل ملن ٿا.

بُش ۽ ويليئن ڪمپنيون تمام وڏيون آهن ۽ سنڌين جون آهن. جي سڄي هندستان ۾ پنهنجون شيون وڪڻن ٿا ۽ سندن ايجنسيون آهن. دوائون به مناسب قيمتن تي ملن ٿيون.

هوٽلن ۾ ڪاڌي پيتي جون شيون سستيون آهن. چانهه جو عام رواجي ڪوپ پنجاهه پيسا آهي ۽ سٺي آهي ۽ ڪافي جو ڪوپ پنجهتر پيسا. باقي ڪنهن چڱي وچولي درجي جي هوٽل تي چانهن جي ڪوپ جي قيمت هڪ روپيو آهي. ڪافي پيئڻ جو به تمام گهڻو رواج آهي. محمد علي روڊ تي هڪ وڏي چڱيءَ هوٽل ۾ ماني کاڌي سون. جا هڪ يورپي مسلمان جي هئي. اتي سڄو تندوري ڪڪڙ پنجويهن روپين ۾ مليو.

رهائشي هوٽلن جا اگهه تمام وڏيڪ آهن ڇاڪاڻ ته اتي ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو تمام گهڻي انداز ۾ اچن ٿا. عرب تمام گهڻا ڏٺا ويا ۽ اهي اتي عياشيءَ ۾ مبتلا آهن. جيئن ته شراب ملڪ ۾ عام ڪليل آهي ۽ عياشي تي ڪا بندش ڪانه آهي تنهن ڪري وچ مشرق جا ماڻهو هتي اچن ٿا ۽ هوٽلون ڀريل آهن. ڪلم ڪليو چوڪريون وٺيون ڪمرن ۾ ٽڪائين ٿا ۽ شراب نوشي ڪن ٿا. چوڪريون گهڻو ڪري ڏکڻ هندستان جون بمبئيءَ ۾ اچن ٿيون. ان مان معلوم ٿيو ته اتي غربت گهڻي آهي ۽ ماڻهو بي روزگار آهن. انهن سمورين ڳالهين جي باوجود ملڪ جي معاشي حالت خراب نه آهي. آخرڪار ملڪ جو نظام سرمائيداري آهي جنهن ڪري ڪيترائي مفاد سرمائيداري نظام سان لاڳو آهن. اُتي شاهوڪاري به آهي ته غربت به آهي. اُتي فقط بئنڪون قومي ملڪيت ۾ ورتل آهن، باقي سمورا ڪارخانا وغيره نجي ملڪيت ۾ آهن.

حڪومت ۾ وڏن سرمائيدارن ۽ نوڪر شاهيءَ جو تسلط آهي، جنهن ڪري سوشلزم جو تمام گهٽ اثر آهي، ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ خود اختلاف آهن ۽ هو جدا جدا ڌڙن ۾ ورهايل آهن جنهن ڪري انهن جو اثر گهٽ آهي. حڪومت ته سيڪيولر آهي پر تڏهن به ماڻهو مذهب ۽ ڌرم ۾ گهڻو اعتبار رکن ٿا. اهو ان مان به معلوم ڪري سگهجي ٿو، جو

اتي فقط سبزين ۽ ڀاڄين جون هوٽلون تمام گهڻي انداز ۾ آهن، جنهن کي انگريزي ۾ ”وجيٽيرين“ چئجي ٿو. اتي کاڌو تمام سستو آهي، ويجيٽرين ٿالهي اٺ يا ڏهه روپيين ۾ ملي ٿي. جنهن ۾ ٻن ٽن قسمن جون ڀاڄيون، دال، ڪتاڻ، ڦلڪا ۽ چانور ڏين ٿا. سافٽ ڊرنڪ به اتي، انهن جا پنهنجا ناهيل آهن. اتي اسان جي ملڪ وارا ڊرنڪ بلڪل ڪونه آهن. اتي انهن جا نالا هي آهن: لمڪا، ٿمبس اپ، ڪمپا ڪولا ۽ آرينج وغيره.

بمبئيءَ ۾ اسان جملي ويهه ڏينهن رهياسين. تنهن کان پوءِ ارادو ڪيوسين ته ٻيا شهر به گهمجن، جيئن ته اسان کي جئيپور جي ويزا مليل هئي، تنهن ڪري اوڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيوسين. ۽ اهو به خيال ٿيو ته اتان جي ريل ۾ سفر ڪجي ته خبر پوي ته ڪهڙو نمونو آهي. اسان کي مسٽر گرهساڻي ”درويش در“ واري، ڪوشش ڪري ٻه برٿ فرنٽيئر ميل ۾ فارينر جي ڪوٽا مان رزرو ڪرائي ڏنا. فرنٽيئر ميل بمبئيءَ کان سڌو جمون تائين وڃي ٿي ۽ تيز گاڏي آهي.اسان ڪجهه سامان جهڙو ڪ ڪتاب وغيره سيتا سنڌو پون ۾ رکي ڪوٺيءَ کي تالو ڏيئي هلياسين. جو اسان کي وري به بمبئيءَ واپس اچڻو هو. ڇو ته اتان جو اهو قاعدو آهي ته جتان وڃجي، اتي واپس اچجي.

## جئيپور ڏانهن

گاڏي رات جو اٺين وڳي رواني ٿي، برٿن تي گاديلا هئا. جيتوڻيڪ اهو سيڪنڊ ڪلاس هو. پاڙا اتي سيڪنڊ ڪلاس جا سستا آهن، باقي فرسٽ ڪلاس جا ان کان ٽيڻا آهن. جنهن ڪري تمام مهانگا آهن. هر گاڏيءَ ۾ ٻه باٿ رومس ۽ وڏيڪ هڪ واش بيسن ٻاهر لڳل هئا. جنهن ڪري تمام سهولت هئي. اتي زنانا گاڏا جدا ڪونه آهن. رات جو ماني ڪائي لت ڪوڙي سمهي پياسين.رزرويشن کان سواءِ ڪو به ٻيو ماڻهو اچي نٿي سگهيو. گاڏا بند ٿي ٿا وڃن. ٻارهين وڳي منجهند جو گاڏي ماڌوپور اسٽيشن تي پهتي، جتي اسان کي گاڏي مٽائڻي هئي.

اسان اتي لٿاسين. ٻي گاڏي تيار هئي، جا تمام تيز ته ڪانه هئي پر چڱي هئي، جا ٻين وڳي هلي ۽ ڇئين وڳي جئيپور پهتي.

اسٽيشن تان لهي ٽئڪسي ۾ چڙهي شهر ۾ هڪ هوٽل تي پهتاسون، جنهن جو نالو ”شاليمار“ هو. اتي ڪمرو ورتوسين. هوٽل نئين ۽ صاف سٿري هئي. مسواڙ ڊبل بيڊ ڪمري جي =/60 روپيا هئي. ڏاڙهي وغيره لاهي، وهنجي سهنجي، ڪافي پي شهر گهمڻ لاءِ نڪتاسين. شام ٿي چڪي هئي.

جئيپور ۾ به سنڌي تمام گهڻا رهن ٿا. سائيڪل رڪشائون به جام آهن. ماڻهو سائيڪل تي سواري تمام گهڻي ڪن ٿا.شهر راجستان پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ آهي ۽ ڪافي وڏو آهي. اسان کي هڪ دوست واسديو سنڌو پارٽيءَ سان ملڻو هو، جو حيدرآباد سنڌ جي ڊاڪٽر ڏاندو مل جو پٽ آهي. ڊاڪٽر ڏاندو مل هتان جي گهڻن ماڻهن کي ياد هوندو. هو مشهور معروف ماڻهو هو ۽ ورهاڱي کان اڳ سنڌس حڪمت جا اشتهار سڄي سنڌ ۾ پٿين تي لڳل هوندا هئا. هو خاص مرداني ڪمزوري جي علاج جو ماهر هو. واسديو اسان کي ڏاڍو آڌرڀاءُ ڏنو. خيالن جي ڏي وٺ سنڌي ٻوليءَ بابت ٿي. اتي سنڌي اِسڪول ڪونه آهن. سنڌي ٻار سڀ هندي پڙهن ٿا. هنن کي اها تڪليف آهي ته سڀ پکڙيل آهن ۽ پري پري رهن ٿا. تنهن ڪري ڪوبه سنڌي اسڪول قائم ڪري ڪونه سگهيا آهن. اتان ٿي وات تي هڪ سنڌي جي هوٽل تي ماني کاڌي سون، جا لذيذ هئي. پوءِ موٽي اچي هوٽل تي پهتاسون. ان کان اڳ ٽوئرسٽ کاتي جي آفيس ۾ شهر ۽ آس پاس گهمڻ لاءِ سيٽون بڪ ڪرايون سين. صبح جو بس ۾ چڙهي شهر ۽ ٻاهر گهمياسين. جئيپور جو شهر تمام سهڻو آهي. رستا سڌا ۽ سنوان آهن. راجپوتن جا محلات ۽ سرڪاري جايون سڀ ڳاڙهيون آهن، تنهن ڪري هن شهر کي ”پنڪ سٽي“ (Pink City) يعني ”گلابي شهر“ سڏجي ٿو. هت گهمڻ جهڙيون جايون تمام گهڻيون آهن. اسان کي بس ڦيرائين ”جنتر منتر“ وٺي

ويئي. "جنتر منتر" اها جاءِ آهي جتي راجپوتن جي زماني ۾ جوتشي چنڊ ۽ تارن، سج، منڊن ۽ وقت جو حساب لڳائيندا هئا. جنهن کي انگريزي ۾ "آبزر ويٽري" چئي سگهجي ٿو. اتي ڪجهه ڪوهه آهن جن ۾ سنگ مرمر لڳل آهي جنهن تي ليڪن ذريعي منٽن ۽ ڪلاڪن جو حساب ڪجي ٿو. ٻيون ڪجهه ٽڪنڊيون نموني تي پٿيون آهن. جن تي منڊ. چنڊ گرهڻ يا سج گرهڻ جو حساب ڪتاب لڳايو ويندو هو. جنتر معنيٰ اوزار ۽ منتر معنيٰ حساب ڪتاب. اُهي جنتر منتر راجا جئي سنگهه سڄي هندستان ۾ چئن هنڌن تي ٺهرايا هئا. جي اڄ ڏينهن تائين ٺهيل آهن. پر اڄ ڪلهه ڪم ڪو نه ٿا اچن. (دهليءَ ۾ به هڪ اهڙو ساڳيو آهي) اهو گهمي پوءِ اسان راجا مانسنگهه جو محلات ڏٺوسين. تمام وڏو محل آهي جتي راجا جون راڻيون رهنديون هيون. مانسنگهه مغل اڪبر بادشاهه جو خاص سپهه سالار هو. اتي به دربار هال آهي جنهن ۾ ڪيترائي ڪمرا هيٺ مٿي آهن. هن محل جو نالو چندر محل آهي. هن ۾ ميوزيم به آهي جتي پراڻا مغلن ۽ راجپوتن جي پائڻ جا وڳا رکيل آهن. تنهن کان سواءِ اسلحو به رکيل آهي. چندر محل تمام وڏو ۽ ڪشادو ٺهيل آهي. جو راجپوت راڻن جي عظمت ڏيکاري ٿو. هي مغلن جي دؤر کان پوءِ ٺاهيو ويو آهي. چندر محل کان سواءِ شهر ۾ هڪ ٻيو محل به آهي جنهن کي "هوائي محل" سڏيو وڃي ٿو. هي محل راڻا پرتاب سنگهه پنهنجي راڻين لاءِ ٺهرايو هو. جو پنج ماڙ آهي. ان کي رستي طرف دريون آهن. جتان راڻيون شهر جو منظر ڏسي سگهنديون هيون. ڇاڪاڻ ته ان وقت ۾ پردو تمام سخت هو. راڻين کي ٻاهر نڪرڻ جي اجازت ڪا نه هئي. اتي اندر اسان کي وڃي ڪو نه ويا. فقط ٻاهران نظارو ڏٺو ويو. هوائي محل جڻ ته ماکيءَ جي ماناري وانگر ٺهيل آهي ۽ ان ۾ سوين دريون رستي جي طرف پيل آهن. نهايت ئي سهڻو محل آهي. ٻي هڪ اتي وڏي جاءِ آهي، جنهن کي "وڏي چوپڙ" چيو وڃي ٿو. جتان سڌا سنوان رستا چوپڙ جي راند وانگر هلن ٿا. شهر ۾ ڪيترائي دروازا ٺهيل آهن. جن مان هڪ جو نالو "سورج پول" ۽ ٻئي جو

نالو ”چاند پول“ آهي. شهر شروع ۾ قلعي جي ديوارن اندر هو. پر هاڻي ٻاهرين ديوار ڪا نه آهي، مطلب ته شهر تمام سهڻو ۽ خوبصورت آهي.

شهر ڪان ٻاهر گهمڻ لاءِ ٻيون به ڪيترئي جايون آهن، جن مان هڪ آمريا امبر جو قلعو آهي. اهو شهر ڪان يارنهن ڪلو ميٽر پري آهي. اڳ ۾ اهو راجپوتن جي گاديءَ جو هنڌ هو. اهو مٿي ٽڪريءَ تي آهي. ان قلعي ۾ اندر هڪ وڏو هال آهي جنهن ۾ ڪيترائي هنري ڪم ٿيل آهن، تنهن ڪانسواءِ شيش محل تمام سهڻو آهي. اتي ٻه مندر آهن. هڪ ڪالي ديويءَ جو ۽ ٻيو جڳ مندر آهي. اتي هيٺ هاٿي بيٺل آهي، جيڪي سٺ روپين ۾ چار ماڻهو ڪٽي مٿي قلعي جي دروازي تي پهچائين ٿا. هيٺ هٽ جي ٿهيل شين جا ڪيترائي دڪان آهن، جتان مسافر ڪيتريون شيون خريد ڪن ٿا. پرسان هڪ ڍنڍ آهي جا تمام سهڻو نظارو پيش ڪري ٿي. امبر جي قلعي ڪانسواءِ ٻيو به هڪ قلعو آهي، جنهن جو نالو ”نهار ڳڙهه“ آهي. اهو به اٽڪل نو، ڏهه ڪلو ميٽر شهر کان پري آهي ۽ ٽڪريءَ تي آهي. اهو راڻي سوائي جئي سنگهه ٺهرايو هو. جنهن تي بعد ۾ سوائي ماڌو سنگهه ٻي ماڙ ٺهرائي. اهو به شاندار قلعو آهي. اتي پولڙا به تمام گهڻا آهن.جيئن وجهو ته ڦري ايندا. پوءِ انهن ڪي ڪا شيءِ اڇلي ڏبي ته پوءِ ڪٽي پڄي وڃي وڻ تي چڙهي ڪائيندا. اتي ويشنو کاڌي جو تمام گهڻو رواج آهي. منجهند جي ماني اسان امبر جي قلعي ۾ هڪ ريسٽورنٽ ۾ کاڌي، انهيءَ ڪي ٿالهي ٿو سڏيو وڃي. جنهن ۾ ٻن ٽن قسمن جون ڀاڄيون، ڪٽاڻ، چانور ۽ ڦلڪا ڏيندا آهن. قيمت واجبي اٽڪل اٺ يا ڏهه روپيا آهي.

اهو سڄو پوري هڪ ڏينهن جو سفر هو. شام جو بس اسان ڪي شهر ۾ لاٿو جتان اسين پنهنجي هوٽل تي آياسون. تمام ٿڪجي پياسون. اتي هٽ منهن ڌوئي ڪافي پي ڪمري ۾ ويهي رهياسون. اٽڪل ڪلاڪ ڪن ڪانپوءِ اسان جو واقف شهري واس ديو آيو. جنهن ڪي وقت ڏنل هو. ان سان ڪلاڪ ٻه ڪچهري ٿي پوءِ هو موٽي ويو. رات جو

اسان وري بہ ساڳئي گذريل ڏينهن واري هوٽل تي ماني کاڌي سون. جو ماني ان جي تمام لذيذ هئي. پوءِ اتان ٽي اسان ٽوئرسٽ آفيس ۾ اچي اجمير لاءِ بس جون ٻہ جايون بڪ ڪرايون.

## اجمير شريف

رات هوٽل ۾ رهي صبح جو تيار ٿي بس اسٽينڊ تي پهتاسين. صبح جو بس 10 وڳي هلڻي هئي. بس پهتي تہ سامان ان ۾ رکي اسين ويناسين. بس اٽڪل اڍائي ڪلاڪ ورتا ۽ سادي ٻارهين وڳي منجهند جو اسين اجمير شهر ۾ پهتاسين. اجمير شهر ڄڻ تہ سنڌ جو هڪ شهر آهي. سنڌي تمام گهڻا آهن. هوٽلون، دڪان وغيره سنڌين جا تمام گهڻا آهن. سڄيون بازارون سنڌين جون آهن. دڪانن تي نالا وغيره بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. مطلب تہ ڪولهي، رڪشا ڊرائيور وغيره بہ سنڌي ڏسڻ ۾ آيا.

اسان هڪ هوٽل ۾ سامان رکي ٻاهر شهر ۾ گهمڻ نڪتاسين. اتي اٽڪل ڏيڍ، بہ ڪلاڪ لڳا. ماني هڪ هوٽل تي کائي سڌو خواجا اجمير غريب نواز جي درگاهہ تي زيارت لاءِ وياسون. اتي بہ رڪشائون تمام گهڻيون آهن. رڪشا واري اسان کي ڪٽي دربار جي دروازي تي لاٿو. درگاهہ شهر جي وچ ۾ آهي ۽ چوڌاري بازاريون آهن. آهي ڪجهہ سوڙهيون آهن. پر اينٽريون نہ. درگاهہ جو ٻاهريون دروازو تمام اوچو، سهڻو ۽ سفيد سنگ مر مر جو ٺهيل آهي، جو مغل بادشاهہ اڪبر جو ٺهرايل ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اڪبر ان ڪري ٺهرايو جو خواجہ معين الدين چشتي خواجہ سليم چشتيءَ جو ڏاڏو هو ۽ خواجہ پير سليم چشتيءَ جي دعا سان جهانگير پيدا ٿيو هو. اندريون دروازو علاؤالدين خلجيءَ جو ٺهرايل آهي پر اهو تمام سادي پٿر جو آهي ۽ ننڍو آهي. اندر درگاهہ تمام سهڻي ٺهيل آهي. ماڻهو گهڻا هئڻ جي حالت ۾ تمام سوڙهہ ۾ لنگهي سگهن ٿا. ٻاهر چڱو ڪشادو ميدان آهي.

اهو ڏينهن جمعي جو هو جو اسين اتي زيارت لاءِ وياسين. خلق تمام گهڻي هئي. ٻاهر ميدان چڱو وڏو آهي جتي قوالين جون پارٽيون پنهنجي ڌن ۾ لڳيون پيون هيون.ماڻهو بہ ڪافي تعداد ۾ هئا. اتي ڪنهن بہ مذهب يا ڌرم جو فرق ڪونهي. چو تہ مزار تي هندو عورتون پڻ آرتي ڪنيو زيارت لاءِ ڏياتيون ٻاري ٿالهين ۾ ڪنيو پئي آيون. ٻاهر هڪ وڏي مسجد آهي، جيڪا شاهجهان بادشاهہ جي نهرايل آهي. ان مسجد کي "شاهجهان مسجد" سڏيو ويجي ٿو. جيڪا تمام سهڻي آهي.

اسان بہ روضي ۾ اندر وڃي دعا پڙهي ٻاهر نڪتاسين. فقيرن جو هجوم ڏاڍو هو. جي اسان کي وڪوڙي ويا. نمونو اهو ساڳيو آهي جهڙو سيوهڻ ۾ قلندر شهباز تي آهي. ٻاهر هڪ وڏي ديڳ مٽي ٿلهي تي زمين ۾ بند ٿيل آهي جنهن ۾ اٽڪل هڪ سو مڻ چانور رڌي سگهجن ٿا. ماڻهن نذرانا پئي رکيا. درگاهہ جي در تي مجاور يا متولين جا ماڻهو وينا هئا. جن نذرانا پئي لکيا. وڏيون بنديون کوليون وينا هئا. پر اتي معلوم ٿيو تہ اهي اوقاف کاتي طرفان مقرر ٿيل آهن. مقبري ٻاهران گنبذ وغيرہ سفيد سنگ مرمر جو آهي ۽ نهايت سهڻو آهي.

درگاهہ جي زيارت ڪرڻ کانپوءِ اسين ٻاهر نڪتاسين. شهر ۾ ٻي ڪا خاص جاءِ گهمڻ جهڙي ڪا نہ آهي، سواءِ هڪ ڍنڍ جي، جنهن کي "انا ساگر" سڏيو وڃي ٿو. اها شهر جي هڪ ٻاهرين حصي تي آهي. اتي شهر واري پاسي وڏو ٿلهو ٺهيل آهي ۽ بينچون پيل آهن، جتي ماڻهو تفريح لاءِ شام جو اچي ويهن ٿا. پرسان هڪ پارڪ آهي، اهي سڀ هنڌ گهمي اسين شهر ۾ آياسين.

شهر ۾ خبر پئي تہ اتي هڪ سنڌي اخبار نالي "هندو" جي نڪري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر مسٽر ڪِشن ورياڻي آهي. اسين ان جي پريس ۾ وياسين ۽ ساڻس ملياسين. پاڻ چيائين تہ: "اسان کي پاڪستان جون اخبارون ڪو نہ ٿيون ملن".

اسان چيو تہ: "توهان مٿا سٿا جي بنياد تي هڪ ٻئي ڏي

اخبارون موڪلي سگهو ٿا ۽ ان لاءِ سنڌ جي اخبارن سان لکپڙهه ڪريو". ڪيس حيدرآباد جي سنڌي اخبارن ۽ ڪراچيءَ جي هلال پاڪستان جون ايڊريسون ڏنيون سين. خبر ناهي ته هن ان ڏس ۾ ڪجهه ڪيو يا نه. هُن اسان کي ان ڏينهن جي چيپل اخبار جون به ڪاپيون ڏنيون، جي اسان واپس ايندي پاڻ سان هٿتي آنديون.

ان کان پوءِ هڪ ٻئي ماڻهوءَ سان ملياسين جو تعليم جو ماهر آهي ۽ سنڌي اسڪولن ۽ ڪاليجن ڪولڻ ۽ پڙهائڻ ۾ مشغول آهي. سندس نالو آهي "مسٽر جهمٽ مل تلواڻي". هُو اصل حيدرآباد سنڌ جو رهاڪو آهي ۽ هاڻي سندس عمر اٽڪل سٺ ورهيه ٿيندي. اتي هن جو هڪ اسڪول آهي جنهن جو نالو آهي "آدرش اسڪول". اتي صبح جو ڇوڪرا ۽ شام جو ڇوڪريون پڙهن ٿيون. تنهن کان سواءِ هن جي هٿ هيٺ ٻيا به ڪيترائي ادارا آهن. پاڻ ٻڌايائين ته: "اٽڪل چار هزار شاگرد وٽس جدا جدا اسڪولن ۾ پڙهن ٿا ۽ ان کان سواءِ آڏيپور ۾ ڪاليج ۽ اسڪول سندس هٿ هيٺ هلن ٿا". اهي سڀ سنڌي اسڪول آهن. جتي سمورا شعبا پڙهايا وڃن ٿا. هو پائي وڏو ڪم ڪري رهيو آهي. پاڻ آدرش سيڪنڊري اسڪول جو پرنسپال آهي.

## آڏيپور

اجمير ۾ اسان جو رهڻ تمام ٿورو ٿيو. انهيءَ رات اسان کي وري آڏيپور وڃڻو هو. سو اسان کي چيتڪ ايڪسپريس ۾ سمهڻ جي جاءِ ملي وئي ۽ اسين اتان روانا ٿياسون. گاڏي رات جو ٻارهين وڳي هلي ۽ ڏينهن جو اٽڪل ڏهين وڳي آڏيپور پهتي. اتي منهنجو هڪ پراڻو دوست ٽيڪمداس ٻجلاڻي رهندو هو، جنهن سان مون کي ضروري ملڻو هو. اسين ٻئي ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ بي اي فلاسافي گروپ ۾ گڏ پڙهندا هئاسين. ورهاڱي کان پوءِ هو هليو ويو ۽ بمبئيءَ ۾ رهندو هو. هاڻي نوڪريءَ مان رٽائر ڪيو اٿس ۽ دل بهلائڻ جي سبب ڪري آڏيپور ۾

رهي ٿو. اسان سامان في الحال روم ۾ رکيو ۽ ويٽنگ روم مان تيار ٿي نڪتاسون. اسٽيشن تي رٽائرنگ روم ۾ رهڻ جو ارادو هو. پر اتي اچا جاءِ ڪا نہ هئي. چيائون تہ شام جو جاءِ ملندي. اسان اتان رڪشا ڪري مسٽر بجلاڻي جي ڳولا ۾ نڪتاسون. سندس جاءِ اسٽيشن جي ويجهو هئي. اٽڪل ٻارهين وڳي منجهند جو سندس جاءِ تي پهتاسين. اسان اجمير مان ڪيس اڳ ۾ ئي فون تي ٻڌايو هو تہ اسين منجهند جي ماني وٽس ڪائينداسين، سو ان بندوبست ڪيو هو. جيئن تہ پاڻ اڪيلو هو ۽ نوڪر بہ ڪو نہ هوس، سو ماني هڪ دوست مسٽر آهوجا جو ريلوي ۾ اسسٽنٽ انسپيڪٽر هو، ان وٽ ڪرائي هيائين.

مسٽر آهوجا بہ اصل لاڙڪاڻي جو هو. ماني پنهنجي سنڌي طريقي جي سٺي تيار ڪيل هئي. ڪائي پيٽ ڀريوسين. ڪچهري ڪري شام جو وٽائنس موٽياسين. مسٽر آهوجا اسان کي رٽائرنگ روم ۾ جاءِ وٺي ڏني ۽ اسين رات جو اتي رهياسين. جيتوڻيڪ مسٽر بجلاڻي وٽ بہ بنگلي ۾ جاءِ هئي پر وٽس نوڪر نہ هو، تنهن ڪري اتي رهڻ نامناسب هو. جيتوڻيڪ پاڻ چيائين تہ اچي مون وٽ رهو. ٻئي ڏينهن اڌ ڏينهن لاءِ اسان شهر آڌيپور گهمڻ لاءِ ٽوئرسٽ بس ۾ جايون بڪ ڪرايون ۽ صبح جو گهمڻ لاءِ نڪتاسون. هيءُ شهر بہ راجپوت راجا اڌي سنگهہ جو ٺهرايل آهي، جنهن جو پٽ راڻا پرتاب سنگهہ مشهور ٿي گذريو آهي، جنهن اڪبر جي ڪڏهن بہ آڻ نہ مڃي ۽ مرندي مري ويو.

شهر ۾ ڪيتريون ئي گهمڻ جهڙيون جايون آهن. هتي ڍنڍون ۽ ساوڪ سرسبزي تمام گهڻي آهي. شهر جي ٻاهران هڪ ڍنڍ آهي، جنهن جو نالو "فتح ساگر" ڍنڍ آهي. ان جي چوڌاري پڪو رستو آهي. ماڻهو گهمڻ ڦرڻ لاءِ اتي اچن ٿا. سٺو منظر آهي. ان ڍنڍ جي وچ ۾ وري هڪ محلات ٺهيل آهي، جنهن کي (Lake Palace) يعني "ڍنڍ جو محلات" سڏيو وڃي ٿو. ڍنڍ جي ڪناري مٿان ٽڪريءَ تي راڻي پرتاب سنگهہ جي گهوڙي "چيتڪ" تي چڙهيل تامي جو مجسمو ٺهيل آهي ۽ ان جي اڳيان

هڪ ننڍڙو پارڪ بہ آهي.

”چيتڪ“ راڻي پرتاب سنگهہ جو مشهور عربي گهوڙو هو. جنهن تي هو چڙهي جنگ ڪندو هو. مغلن جي مقابلي ۾ هي سورهيہ مارجي ويو. ان جي ياد کي زندهہ رکڻ لاءِ هي ريل گاڏي آديپور کان بمبئيءَ سڌي ايندي ۽ ويندي آهي جنهن کي ”چيتڪ ايڪسپريس“ سڏيو وڃي ٿو. هتي هڪ تمام وڏو محل آهي. جنهن کي شهر جو محل ( City Palace) سڏيو وڃي ٿو. چار ماڙ آهي. راجپوت راڻن جو نهرايل آهي جنهن ۾ هو راڻين سميت رهندا هئا. اسان اهو گهمي گهمي ٿڪجي پياسون. ان جي ڪن حصن ۾ ميوزيم آهن. تنهن کانسواءِ اتي هڪ وڏو جدا ميوزيم بہ آهي. جو گنبذن سان ٿي چار ماڙ شاندار نهيل آهي. اهي سموريون جايون پٿر جون نهيل آهن. انهن ہنهي جي گهمڻ لاءِ ٽڪيٽون آهن. انهن کان سواءِ هڪ باغ آهي جيڪو مغلن جي باغن جي نموني تي نهيل آهي، جنهن کي ”محلات جي ڍنڍ جو باغ“ سڏجي ٿو( Garden in Lake). اتي هڪ ٻي جاءِ نهيل آهي، جنهن کي ”سهيلين جي باڙي“ سڏجي ٿو. اتي گنبذ سان گڏ هڪ چبوترو پڻ نهيل آهي، جنهن تان هميشه پاڻي ڪرندو آهي، چڻ تہ برسات وسي رهي آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هڪ راڻي پنهنجي مڙس کي چيو تہ اهڙي جاءِ نهراءِ جتي هميشه برسات وسندي هجي ۽ هوءَ اتي سهيلين سان راند ڪندي رهي. ان جي اِڇا (خواهش) کي قبول ڪندي راڻي اها جاءِ نهرائي. تنهن کان سواءِ اتي هڪ آرٽ گيلري بہ آهي جنهن کي ”لوڪ ڪلامنڊل“ سڏيو وڃي ٿو. اسان کي اتي پتلين جو ڏاڍو سٺو ناچ ڏيکاريو ويو. سٽي پئلس کان ٻاهر جگديش مندرآهي جو پڻ تمام شاندار ۽ ڏسڻ جي لائق آهي. هر ڪو ماڻهو اندر وڃي گهمي ڦري سگهي ٿو.

## دهلي

اُهي متي ذڪر ڪيل جايون سموريون اسان اڌ ڏينهن جي بس

جي سفر ۾ ڏسي پوريون ڪيون. بس اسان کي شهر ۾ آٺين چڏيو. منجهند ٿي وئي هئي. بک بہ ڏاڍي لڳي. شهر ۾ هڪ هوٽل تي ماني کائي رٽائرنگ روم تي آياسون. آڏيپور ۾ اسان جو قيام تقريباً ٽيھہ ڪلاڪ کن ٿيو. اسان پروگرام رٿيو تہ هاڻي سڌو دهليءَ هلجي، سو "چيتڪ ايڪسپريس" ۾ ٻہ برٿ رزروِ ڪراياسون. جيتوڻيڪ ٽائيم تمام گهٽ هو پر اسان هنن کي گذريل ڏينهن جڏهن پهتا هئا سون تہ رزرويشن لاءِ درخواست ڏيئي ڇڏي هئي. اسان کي فارينر ڪوٽا ۾ رزرويشن ملي. وي آءِ پي ڪوٽا جدا مقرر ٿيل آهي. جن کي ان مان رزروشن ملندي آهي.

چيتڪ ايڪسپريس ساڍي پنجين وڳي ڇٽڻي هئي. اسان جو دوست مسٽر بجلاڻي اسان وٽ سوبل اٽڪل ٽين وڳي اچي ويو هو. جنهن سان ويهي ڪچهري ڪئي سون. مسٽر آهوجا بہ آيو پوءِ ٻنهي ڄڻن اسان کي رخصت ڪيو. گاڏي پوري ٽائيم تي ڇٽي ۽ رات جو 9 وڳي "چتور ڳڙهہ" پهتي. چتور ڳڙهہ بہ هندستان جي تاريخ ۾ مشهور شهر آهي. جتي راڻا پرتاب سنگهہ جدا قلعو نهرائي اچي رهيو هو. اتي رفريش روم ۾ ماني کاڌي سون. ان روم جو انچارج ٺيڪيدار بہ هڪ سنڌي هو. جيڪو سکر ضلعي جو هو. پڇڻ لڳو تہ: "سنڌ ۾ حالتون ڪيئن آهن ۽ اسين اتي اچي وڃي سگهون ٿا يا نہ؟". ڪيس کي ٻڌايو تہ سڀ سک سانت آهي. ڪا بہ اهڙي ڳالهہ پاڪستان ۾ ڪانہ آهي." ساڍي نائين وڳي گاڏي هلي. پوءِ تہ اسين لت ڪوڙي سمهي پياسين.

صبح ٿيو. گاڏي ۾ نيرن ڪئي سون. اٽڪل ٻين وڳي پراڻي دهلي اسٽيشن تي پهتاسون جو گاڏي اتي ختم ٿيڻي هئي. اسان بہ ڪوشش ڪري في الحال رٽائرنگ روم ۾ جاءِ ورتي سون. وڏو ڪمرو ڇئن بسترن سان ٽيھہ روپيا مسواڙ تي مليو. هڪ ڏينهن اتي ترسي سگهياسون ٿي. رٽائرنگ روم ملڻ ۾ ڪجهہ تڪليف هئي. اتي بہ خرچي جو معاملو هو. سو اسان پنج روپيا "بيري" کي ڏنا. جا هڪ عورت

هئي ۽ پنج روپيا بڪنگ ڪلارڪ کي خرچي طور ڏنا. جن اسان کي رزرويشن ڪري ڏني.

مسافري ۾ هميشه پيسي جي بچت جو خيال رکڻ گهرجي. خاص ڪري پرائي ملڪ ۾، جو اتي ڪنهن ٻئي هنڌان پيسي ملڻ جي اميد تمام گهٽ هوندي آهي. اسان به سڪي وياسون. دهليءَ جهڙي شهر ۾ چاليهن روپين ۾ چوويهه ڪلاڪ رهڻ تمام سستو ۽ سٺو هو. فقط اها ڳالهه هئي ته باٿ روم ڪامن هئا. پر اتي تڪليف ڪانه هئي جو گهڻا هئا. پائخانا ۽ وهنجڻ جون ڪوٺيون الڳ الڳ هيون. اسان اتي ڏاڙهي وغيره لاهي وهنجي شهر ڏسڻ لاءِ نڪتاسون. اٽڪل چار وڳي رهيا هئا. بک به لڳي، جو منجهند جي ماني ڪانه کاڌي هئي سون، سو اسٽيشن جي پرسان فتحپوري بازار ۾ هڪ سٺي هوٽل هئي. اتي رڪشا تي چڙهي وڃي ماني کاڌي سون. رڪشائون سائيڪلن واريون به تمام گهڻيون هيون. رڪشا واري هڪ روپيو يا ٻه رپيا ورتا ۽ هلي هوٽل جي در تي چڙهيائين. اهو علائقو پراڻي دهليءَ ۾ هو.

ماني کائڻ کان پوءِ مون ان هوٽل تان پنهنجي هڪ دوست مسٽر لڇمڻ ڪومل کي فون ڪئي. هو ٽائمس آف انڊيا اخبار ۾ ڪنهن عهدي تي آهي. فون تي مليو ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ملڻ جو واعدو ڪيائين. جو ان وقت تمام پري هو. پر دير به ٿي چڪي هئي، اسان پوءِ سائيڪل رڪشا تي چڙهي هڪدم بادشاهي مسجد ڏي ويا سون. ڇو ته اها اتان ويجهي هئي. مسجد جو ديدار ڪيوسين. اتي ڪجهه ماڻهن سان ملي، انهن جو حال احوال معلوم ڪيوسين. تعجب اهو لڳو جو اتي به وڏا بورڊ لڳل هئا. هڪ انگريزيءَ ۾ ٻيو اردوءَ ۾. جن ۾ مسز اندرا گانڌي حڪومت جي خلاف ڪافي ڪجهه لکيل هو. انهن ۾ اهو به هو ته اندرا اسان تي ظلم ڪيا آهن. اسان جا دڪان ڊهرايا آهن ۽ ملڪيتون ڪٺي وئي آهي. اتي مسجد تي گوليون به هلايون ويون آهن. ۽ مسجد جو انتظام نٿو هلي سگهي. پر وڌيڪ اهو به معلوم ٿيو ته اهو سمورو سياسي

معاملو آهي. جامع مسجد جو پيش امام مخالف سياسي پارٽي سان تعلق رکي ٿو، تنهن ڪري اهي ڳالهيون ٿيون آهن. گولين جا نشان اسان پاڻ ٻاهرئين ڏاکڻي دروازي تي ڏٺا. معلوم ٿيو ته ڪجهه وقت اڳي اتي فساد ٿيا هئا ۽ انهن فسادن تي قابو پائڻ لاءِ اهو قدم کنيو ويو هو. اهو به معلوم ٿيو ته ڳالهائڻ ۽ لکڻ جي آزادي هئي. شام تي وئي هئي. گهمي ڦري جلد اسٽيشن تي موٽي آياسين، جو ٽڪل به هئاسين. سڄي رات ۽ اڌ ڏينهن جو ريل جو سفر به ڪيو هئوسين سو جلدي سمهي پياسون.

صبح جو اٿي تيار ٿي نيرن ڪري مسٽر ليڇمڻ ڪومل جي انتظار ۾ ويٺاسون. هو يار اٽڪل ڏهين وڳي ڌاري آيو. ملاقات ٿي، اسان کي پاڻ وٽ رهائڻ لاءِ آڇ ڪيائين پر اهو چيائين ته سندس گهر شهر کان تمام پري آهي، اچڻ وڃڻ تمام ڏکيو ٿيندو. سواري بس جي اتي تمام سستي آهي، پر پري هئڻ ڪري اسان اتي ئي رهڻ پسند ڪيو. وري به هڪ ڏينهن وڌيڪ رهڻ لاءِ چاليهه روپيا ڏناسون. ۽ رٽائرنگ روم جي رزرويشن ملي ۽ ڪا به تڪليف ڪانه ٿي. جيئن ته مسٽر ڪومل کي ڊيوٽي تي به وڃڻو هو، سو شام جو لال قلعي تي ملڻ لاءِ پروگرام رٿيو ويو. اتي لال قلعي ۾ شام جو هڪ پروگرام قلعي جي ٺهڻ ۽ مغل بادشاهت جي زوال بابت ڊرامائي انداز ۾ رڪارڊ ٿيل سواءِ روبرو ائڪٽرن جي ٻڌايو ويندو آهي، جنهن جي ٽڪيٽ ٻه روپيا آهي. اهو ڏسڻ وٽان آهي، سو اهو طئي ڪيو ويو ته شام جو اسين لال قلعي جي دروازي تي ڇهين وڳي ڌاري پهچون ۽ پاڻ به اتي ايندو ۽ پوءِ اهو پروگرام ڏسبو. پوءِ پاڻ موڪلائي روانو ٿيو.

## حضرت نظام الدين اولياءِ امير خسرو ۽ مرزا غالب

اسان ڏينهن جو شهر گهمڻ لاءِ پنهنجو پروگرام ٺاهيو. يارهين وڳي اسين نڪتاسون ۽ ٽيڪسي ڪري سڌو حضرت نظام الدين اولياءُ جي مزار تي پهتاسون. اهو علائقو گهٽو ڪري سمورو مسلمانن جو هو.

اسين اندر درگاهه تي وياسين، سوڙهيون گهٽيون لنگهندي اندر پهتاسين. درگاهه هيٺ ڏٺيل آهي ۽ مٿان ڪو خاص مقبرو ڪونه آهي. اتي گل چاڙهي دعا گهري سون. پرسان پيرانديءَ کان حضرت امير خسرو جي مزار آهي، ان تي گل عقيدت جا چاڙهي دعا گهري نڪتاسون. مجاورن اسان جا نالا نوٽ ڪيا. اسان کان پڇيائون ته ڪٿان آيا آهيو. اسان کين ٻڌايو ته سنڌ کان آيا آهيون، پوءِ ته پراڻا ڪتاب کولي ڪيترن ماڻهن جي پڇا ڪيائون. جهڙوڪ مرحوم پيرالاهي بخش ۽ سندس فرزند پير شاهنواز، قاضي محمد اڪبر، مرحوم عبدالستار جان سرهندي، مرحوم جلباڻي ۽ ٻيا ڪيترا پر انهن جا نالا هن وقت ياد نٿا اچن ۽ ڪي اسان جا واقف ڪونه هئا. اسان کين ٻڌايو ته اهي سمورا ماڻهو فوت ٿي ويا آهن. سواءِ پير شاهنواز صاحب جي، اسان وس آهر نذرانو ڏنو جيڪو هنن جي نظرن ۾ گهٽ هو جيئن مجاور هميشه سمجهندا آهن. ان ساڳئي محلي ۾ مرزا "غالب" مرحوم جي مزار آهي جا سنگ مرمر جي ٺهيل آهي. مٿس ڇٽي ٺهيل آهي، اسان اتي به فاتحه پڙهي ۽ فوٽو ڪڍياسين. پرسان هڪ مغلن جو قبرستان آهي جنهن ۾ ڪيترين ئي قبرون هيون. اهي مٿي ذڪر ڪيل ٽَئي ماڻهو هندي ۽ اردو شاعري ۽ موسيقي ۾ پنهنجو مقام رکن ٿا. ڪيترائي راڳ حضرت پير نظام الدين اولياءَ سان منسوب ٿيل آهن. حضرت امير خسرو ته ڪيترن راڳن جو موجد هو. ستار ۽ طبلو سندس ايجاد چيا وڃن ٿا. خود قوالي جو به ايجاد ڪندڙ آهي، باقي اردو شاعري ۾ جيڪو مقام مرزا غالب کي حاصل آهي سو ٻين کي ورلي هوندو.

انهن جي زيارتن کان پوءِ ٻاهر نڪتاسين ته "غالب اِڪيڊمي" نظر آئي. ان جي چڱي سٺي بلڊنگ آهي. جتي هيٺ آڊيٽورم آهي ۽ مٿي لئبريري آهي. اسين ان جي انچارج سان ملياسون. ۽ کيس ٻڌايوسين ته اسين پاڪستان کان آيا آهيون. هن اسان جو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ چانهه پياري، پوءِ مٿي اِڪيڊمي گهمائي ۽ لائبريري ڏيکاريائين. وري

اسان کي چيائين تہ وزيٽرس ڪتاب ۾ ڪجهہ لکو. اسان کي اتي ٻڌايائين تہ ان اِڪيڊمي جو وڏو سرپرست ميان عبدالحميد آهي جو حڪيم محمد سعيد همدرد دواخاني واري جو وڏو ڀاءُ آهي. ان ڏينهن شام جو ڇهين وڳي اتي هڪ ميٽنگ رکيل هو ۽ اردو جا وڏا اديب ۽ شاعر اچڻا هئا. اهو ميٽنگ ترقي پسند اردو ايسوسيئيشن جي نئين پريزيڊنٽ (جو هڪ هندو عالم هو) جي مان ۾ ڪيو ويو هو. اسان کي بہ دعوت ڏنائين تہ ضرور اچجو پر اسان معافي گهري، جو اسان جو اڳ ۾ ئي لال قلعي تي پروگرام هو. اهو وقت اٽڪل 2 وڳي جو هو. اسان ان کان موڪلائي نڪتاسين. اتي شاهہ جهان بادشاهہ جي ڌيءُ جهان آرا جي قبر آهي جنهن آخر ۾ پيءُ جي خدمت ڪئي، پوءِ ان محلي ۾ هڪ ريسٽورينٽ هئي، جنهن جو نالو اقبال ريسٽورنٽ هو اتي منجهند جي ماني کاڌي سون. ماني تمام سٺي ٺهيل هئي. مغليہ نموني جي هئي. قورمو ۽ برياني تمام سٺا تيار ٿيل هئا ۽ قيمت بہ اتي جي لحاظ کان گهٽ هئي. ماني کائي رستو پار ڪيوسين تہ همايون جو مقبرو ڏسڻ ۾ آيو جو تمام وسيع ميدان تي ۽ ڪافي مٿي ٺهيل آهي. ان جي مٿان ۽ پاسن کان ڪيتريون ئي ڪوٺيون ٺهيل آهن. مقبرو لاهور ۾ جهانگير واري مقبري کان بہ وسيع ميدان تي آهي. هيٺ ڳاڙهو پٿر آهي مٿان گنبذ سفيد سنگ مرمر جا آهن. چيو وڃي ٿو تہ انگريزن جي فتح وقت مغلن جو آخري بادشاهہ بهادر شاهہ هتي اچي لِڪو هو. جتان انگريزن کيس قيد ڪيو. اتي سامهون همايون جي زال "بيگا بيگم" جي قبر بہ آهي جنهن هي مقبرو ٺهرايو هو. اهو گهمي ٻاهر نڪتاسين. وري روڊ جي ٻئي پاسي ٿوري فاصلي تي "صفدر يار جنگ" جو مقبرو آهي. اهو بہ خوبصورت آهي ۽ ڪافي وڏو آهي.

اهي تاريخي جايون ڏسي اسين "ڪنات پيلس" تي آياسون جو اتان ريلوي بڪنگ آفيس پرسان هئي ۽ اسان کي راجڌاني ايڪسپريس ۾ 19 تاريخ لاءِ رزويشن ڪرائڻي هئي جو وايس بمبئي وڃڻو هو. اتي

هڪ دوست مسٽر چاولا جي مدد سان پهتاسين ۽ رزرويشن ڪرائي سون. دهليءَ ڪان بمبئي اٽڪل 1350 ميل ٿيندي. ايئر ڪنڊيشن ڪرسي جو ڪرايو =/224 روپيا لڳو جنهن ۾ شام جي چانهه، رات جي ماني ۽ ناشتو شامل هئا. ڪرايو تمام گهٽ ڏسڻ ۾ آيو. اتي اسان ڪي اٽڪل پوڻا ڇهه ٿي ويا، پوءِ اتان نڪري لال قلعي لاءِ ٽئڪسي پڪڙي سين.

# لال قلعو

لال قلعي جي دروازي تي پهتاسون، جو اهڙو پروگرام اڳ ۾ لڇمڻ ڪومل سان مقرر ٿيل هو. اهو دوست به اچي ويو. پوءِ ٽڪيٽون وٺي اندر وياسين. دروازي مان گهڙڻ شرط دڪان شروع ٿين ٿا. هڪ وڏي بازار آهي جتي زيبائش جو سامان تمام گهڻي انداز ۾ ڪيترن ئي نمونن ۾ موجود ملي ٿو. ڪي مجسما آهن ته ڪي تاج محل جا نمونا. ته ڪي وري ٻيا ڊيڪوريشن جا ٽڪرا اتي وڪري لاءِ رکيل آهن. بازار لتاڙي ماڻهو پوءِ اندر قلعي ۾ داخل ٿئي ٿو. اندر سامهون ديوان عام ۽ ديوان خاص جون جايون ٺهيل آهن. ديوان خاص جي پرسان "موتي مسجد" آهي جتان تمام اوچي ديوار آهي ۽ اتي ٻاهران هيٺاهين آهي، جو ان وقت ۾ اتان "جمنا ندي" وهندي هئي، ڏکڻ ۾ مغلن جو حرم خانو هو. اتي سيئي جايون سڌي لائين ۾ آهن ۽ اولهه مُنهنيون آهن. انهن جي سامهون پارڪ آهي، اتي ڪرسيون پيل هيون، جتي اسين اهو تماشو ڏسڻ لاءِ ويناسين. ناٽڪ ستين وڳي شروع ٿيو. سڄو ناٽڪ ڪلاڪ کن جو هو جو فقط گفتگو ۽ آوازن ۾ هو. ڪا به شيءَ سواءِ روشنيءَ ۽ بجليءَ جي نظر ڪانه ٿي آئي، اهو ناٽڪ قلعي جي ٺهڻ ۽ مغليه دور جي ڪمال ۽ زوال بابت هو. پورو ڪلاڪ اهو آوازن تي مبني ڊرامو ماڻهوءَ کي مسحور ڪيو ڇڏي.

ڊرامي جي شروعات ائين ٿي ٿئي جو "شاهه جهان بادشاهه" ان جاءِ تي اچي ٿو ۽ خواهش ٿو ڏيکاري ته: "جمنا ڪِناري تي هيءَ ڏاڍي

خوبصورت جاءِ آهي، اتي رهائش ۽ حڪومت جي راڄڌاني بنائڻ گھرجي". پھريائين ته گھوڙن جي اچڻ جو آواز ٿو ٿئي، جيئن گھوڙن جي ٽپ ٽپ ٿئي ٿي، پوءِ بادشاھ جي گفتگو ۽ خواهش ٻڌجي ٿي. وري "جمنا ندي" مان پاڻيءَ جو گڙ گڙ ڪري قلعي ۾ اندر اچڻ جو آواز، اهي سڀ ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. اهو به ٻڌايو ويو ته بادشاھ سلامت روز صبح جو ديوان عام جي مٿان بيهي عام رعايا کي درشن ڪرائيندو هو، ته هو زنده آهي ۽ حڪومت قائم آهي، جيڪا ان وقت جي روايت هئي ته جيڪڏهن بادشاھ ديدار نه ڪرايو ته پوءِ سمجھبو ته بادشاھ مارجي ويو آهي يا بادشاھ بدلجي ويو آهي.

هتي اهو به ٻڌائڻ لازمي آهي ته دهليءَ جو شهر شروع کان 5 دفعا ڊهي وري ٺهيو آهي. شاھ جهان جي وقت ۾ ڇهون دفعو ٺهيو. غلام ۽ خلجي گهراڻي وقت ۾ به دهلي گادي جو شهر هو پر پوءِ ختم ٿي ويو، وري شهنشاھ "شير شاھ سوريءَ" جي وقت ۾ به گادي هئي، جو ان جو پراڻو قلعو شهر ۾ موجود آهي. شاھ جهان جو دور تمام خوش ڏيکاريو وڃي ٿو. ان کان پوءِ اورنگزيب جو دور اچي ٿو. اورنگزيب قلعي ۾ اندر اتر طرف "موتي مسجد" ٺهرائي جا موجود آهي. اورنگزيب قلعي کان ٻاهر گهٽو ڪونه نڪرندو هو. راڳ روپ جو سخت مخالف هو. اهو به ان ناٽڪ ۾ ٻڌائين ٿا ته ڪيئن راڳ جو جنازو ڪنيو پئي ويا ته پڇيائين ته: "ڪنهن جو جنازو آهي؟". چيائونس ته "راڳ جو" پاڻ چيائين ته "ائين دفن ڪجوس، جو وري نه اٿي سگهي". پوءِ "محمد شاھ رنگيلي" جو دور ڏسين ٿا، جنهن ۾ فقط راڳ ۽ شراب جون محفلون رچيل نظر اچن ٿيون. رات، ڏينهن گهنگهرن جو آواز ۽ گلاسن ۽ پيالن ۾ شراب جي گڙ گڙ جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. گفتگو ۽ ڳالهائڻ به ان نشي يا مدهوشي جي عالم وارو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. تان جو نادر شاھ ملڪ ٿو تلف ۽ تاراج ڪري. جڏهن قاصد اچي کيس اطلاع ٿا ڪن ته: "نادر شاھ اچي پيو" ۽ پاڻ ڪجھ اک پٽين" ته پاڻ چئي ٿو ته "هنوز دلي دور است." نادر شاھ ٿي ڏينهن دهليءَ

۾ ماڻهن جو ڪوس ڪرايو. تنهن کان پوءِ محمد شاهه ڪيس منٽ ڪري، ڪوس بند ڪرائي ٿو. پوءِ ته نادرشاهه هيرا جواهر، ڪوهنور، سون ۽ ويندي ويندي سون جون چتيون به پٽرائي کڻي ٿو وڃي. ان کان پوءِ "بهادر شاهه ظفر" جو دور ۽ آخر ۾ انگريزن جو بهادر شاهه ظفر خلاف ڪيس ۽ ڪارروائي ۽ جيل جي سزا پڻ انهن آوازن واري ڊرامي اندر ڏيکارين ٿا. آخر ۾ "وندي ماترم" يعني قومي تراني سان کيل ختم ٿئي ٿو.

هتي اهو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي ته دهلي جو شهر تمام جهونو ۽ تاريخي شهر آهي جنهن ۾ پراڻي ۽ نئين تهذيب مليل آهي. پراڻي دهلي به آهي ته نئين دهلي به آهي. ٻئي هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن. هتي تمام گهڻيون تاريخي جايون آهن جن سان گڏ وري موجوده نموني جا فليٽس ۽ جايون به ٺهيل آهن. نئين دهلي 1920ع کان 1930ع جي وچ ڌاري انگريزن ٺهرائي جنهن ۾ وڏا ۽ ڪشادا رستا ۽ انهن تي وڻ پوکيل آهن، پرسان وري چير لڳل آهي. جنهن ڪري شهر جي سونهن ۾ تمام گهڻو اضافو آهي. ساوڪ ۽ سبزي تمام گهڻي آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته 1200 سئو سال عيسوي سن کان اڳ ۾ اهو شهر "پانڊون" ٻڌايو هو جنهن کي ان وقت "اندر پرست" چوندا هئا.

ڪن جو چوڻ آهي ته دهلي لفظ فارسي جو آهي. جو دهليز مان ورتو ويو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي دروازو يا چائنٺ. وري ڪن ٻين جو چوڻ آهي ته اهو نالو راجا دلو جي نالي پنيان ڏنو ويو آهي جو عيسوي سن 800 ۾ قنوج جو راجا هو. آخر ۾ مغلن هن شهر کي عظيم بنايو.

## قطب مينار

اهو لال قلعي جو ناٽڪ ڏسي پنهنجي دوست کان موڪلائي پنهنجي ماڳ تي پهتاسون. اهو ٻيو ڏينهن ختم ٿيو. ٽئين ڏينهن لاءِ اسان ٽوئرسٽ ڪاٽي جي بس ۾ رزرويشن ڪرائي هئي. سڄي ڏينهن جو سفر هو. جنهن ۾ شهر جون مکيه جايون ڏسڻيون هيون. بس "جنپٿ

هوٽل" کان هلڻي هئي. اسين اتي انين وڳي پهتاسون. شهر ۾ ڪيترين ئي جايون گهمي ڏٺيوسين. پهريائين ته هتي به "جنتر منتر" ڏٺوسين، هوبهو اهڙو ساڳيو جهڙو جئي پور ۾ ڏٺو هئوسين، جيڪو به راجا جئي سنگهه جو ٺهرايل آهي. تنهن کانپوءِ اها جاءِ ڏٺي سين جتي هر سال نمائش سيندي آهي. اتي وڏا هال هر پر ڳڻي جا جدا جدا ٺهيل آهن جي تمام سهڻي نموني تي ٺهرايل آهن. اتي هر پرڳڻي جون شيون جيڪي اتي ٺهن ٿيون، انهن جي نمائش ٿيندي آهي. رستي تي "نهرو اسٽيڊيم" ڏٺوسين جو به نئين نموني تي، وڏو ۽ اعليٰ درجي جو ٺهرايل آهي. ان ۾ رات جو راند لاءِ بتين جو انتظام ٿيل آهي جن کي سرچ/فلڊ لائيٽ چئجي ٿو. تنهن کان پوءِ همايون جي مقبري تي آيا سون. جيئن ته اهو اسان جو اڳ به ڏٺل هو، تنهن ڪري مان اتي ٻاهر ترسي پيس باقي ٻيا مسافر ڏسي گهمي آيا. ان کان پوءِ "قطب منارو، ڏسڻ وياسون، جيڪو شهر کان اٽڪل 14-15 ڪلو ميٽر پري ڏکڻ طرف آهي. هي تمام هڪ شاندار جاءِ ۽ يادگار آهي. اهو منارو 13 صدي عيسوي سن ۾ ٺهيو.

قطب مينار 73 ميٽر اوچو آهي ۽ سندس قطر 14.5 ميٽر آهي. جيڪو مٿي سوڙهو ٿيندو، ٿيندو وڃي 2.5 ميٽر چوٽيءَ تي ٿئي ٿو. ان ۾ 5 منزلون آهن هر هڪ منزل تي بالڪني آهي، جنهن ڪري اهي ظاهر آهن. ٽي منزلون ڳاڙهي پٿر جون آهن. باقي مٿي ڪجهه سنگ مرمر ۽ ڪجهه پٿر آهي، ان وقت بند هو ۽ اسين مٿي ڪونه وياسين. هي منارو ڪاميابيءَ جو يادگار آهي، پر ان تي ان وقت ۾ آذان به ڏني ويندي هئي، هن مناري جي پهرئين منزل "قطب الدين ايبڪ" جي ٺهرايل آهي. باقي منزلون سندس نياڻي "التمش" جون ٺهرايل آهن. هي راجپوتن تي فتح پائڻ جو يادگار آهي، آخر ۾ هن جو ڪجهه حصو "فيروز شاهه تغلق" ٺهرايو هو پر اهو زلزلي جي ڪري، ڪِري پيو. پوءِ انگريزن به اهو ساڳيو ڪجهه حصو ٺهرايو پر اهو اتي رکي نه سگهيا. تنهن ڪري هاڻي اهو هيٺ رکيل آهي، جو ڏسي سگهجي ٿو. هن مناري تي ڪيترين آيتون

لڪيل آهن. مناري سان لاڳيتو هڪ زبون حالت ۾ مسجد آهي جنهن کي ”قوت الاسلام“ چيو وڃي ٿو. هيءَ شايد هتي پهرين مسجد آهي، ۽ ان ۾ ڪيترا تباهه ٿيل مندرن جا منارا استعمال ٿيل آهن. قطب مينار جي ايراضي تمام وڏي پڪيز ۾ آهي. پرسان هڪ دروازو آهي جنهن کي ”عاليه دروازو“ سڏيو وڃي ٿو. تنهن کان سواءِ اتي ”التمش“ ۽ ”علاؤالدين“ بادشاهن جون قبرون پڻ آهن. قطب منارو ڪيترن ميلن کان نظر ايندو آهي، هن وقت اتي کنڊرات نظر اچن ٿا ۽ ڪيتريون ئي قبرون آهن. پڳل جاين تي هندو آرٽ جو به ظاهر ظهور اثر نظر اچي ٿو. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان وقت جي بادشاهن کي ان ڳالهه تي ڪو به اعتراض ڪونه هو. گڏيل آرٽ استعمال ٿيل آهي. قطب مينار گهمندي منجهند ٿي ويئي. اتي هڪ ”قطب ريسٽورنٽ“ آهي، جتي ماني کاڌي سين. ماني کائي وري بس ۾ چڙهياسين. واٽ تي ”لڪشمڻ نارائڻ مندر“ ڏٺوسين تنهن کانپوءِ پراڻو قلعو ڏٺوسين جو شهر ۾ هڪ ننڍيءَ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي، جو زبون حالت ۾ آهي. اهو قلعو ”شير شاهه سوريءَ“ جو ٺهرايل آهي. شير شاهه سوري اهو افغان حاڪم هو، جنهن همايون بادشاهه کي شڪست ڏئي هندستان مان هڪالي ڪڍيو. اهو به ڏسڻ وٽان آهي. اهي جايون ڏسي پوءِ بس اسان کي ”راج گهاٽ“ طرف وٺي آئي، راج گهاٽ اها جاءِ آهي جتي مهاتما گانڌيءَ جو ”اگني سنسڪار“ ڪيو ويو هو. هن وقت اتي ڪاري سنگ مرمر جو هڪ ٿلهو ٺهيل آهي ۽ چوڌاري وسيع زمين تي چمن پوکيل آهي ۽ خاموشي آهي. ان جي ويجهو وري هڪ جاءِ آهي جنهن کي ”شانتي وانا“ سڏجي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي ”خاموشي جو جهڳٽو“. هيءَ اها جاءِ آهي جتي مسٽر جواهر لعل نهرو جو ”اگني سنسڪار“ ڪيو ويو هو. اتي به هڪ ٿلهو آهي جتي چمن پوکيل آهي. چوڌاري گلاب جا گل آهن. جيڪي نهروءَ کي وڻندا هئا. تمام خاموش ۽ وڻندڙ نظارو آهي. پرسان وري سندس ڏوهٽي سنجي گانڌيءَ جي سماڌي آهي. اُهي جايون گهمي پوءِ

اسان کي جامع مسجد گهمائڻ لاءِ وٺي آيا. مسجد اسان جي اڳ ۾ ڏٺل هئي. مسجد جي اندر اڏاوت چڱي ڪشادي آهي ۽ لاهور جي جامع مسجد کان ويڪري آهي، باقي اڳڻ لاهور واري مسجد کان ننڍو اٿس.

اوپر واري دروازي ٻاهران مرحوم مولانا ابوالڪلام آزاد جو مقبرو آهي. اها مسجد شاهجهان بادشاهه جي ٺهرايل آهي. مسجد گهمي پوءِ اسان کي لال قلعي ۾ گهمائڻ وٺي آيا. قلعي جو ذڪر مان اڳ ۾ ڪري چڪو آهيان. قلعو ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي جنهن ڪري ان کي لال قلعو سڏيو وڃي ٿو. سندس گولائي اٽڪل ٻه ڪلو ميٽر ٿيندي. قلعي جي لڳ و لڳ "جمنا ندي" وهندي هئي، جيڪا هاڻي تڙ ڇڏي ويئي آهي، ۽ ڪجهه پري آهي. هن شهر جو نالو "شاهه جهان آباد" هو. اها ستين دهلي هئي، جڏهن شاهجهان "آگري" کان گادي ڪٽي هتي قائم ڪئي، اهو سال 1638 عيسوي سن هو. قلعي جو هڪ دروازو لاهوري دروازو سڏيو وڃي ٿو جتان اچ ڪلهه اچڻ وڃڻ جو رستو آهي. ان دروازي جي ساڄي پاسي هڪ اوچو پليٽ فارم آهي، جتان وڏو وزير آزاديءَ جي ڏينهن جي موقعي تي تقرير ڪندو آهي. اندر وڃڻ سان دڪان شروع ٿين ٿا جتي فينسي قسم جا دڪان آهن. مغلن جي دور ۾ ان کي "مينا بازار" سڏيندا هئا. جتي اميرن ۽ وڏن ماڻهن جون ڇوڪريون ۽ عورتون دڪان کولي ويهنديون هيون ۽ شهزادا خريداري لاءِ ايندا هئا. اندر وڃبو ته ڀريائين وڏو کليل ميدان آهي، پوءِ سامهون "ديوان عام" آهي جتي بادشاهه ويهي عام ماڻهن جا فيصلا ڪندو هو. اتي سنگ مرمر جي ڇتي آهي جتي بادشاهه ويهندو هو. ٻي جاءِ آهي "ديوان خاص" جتي بادشاهه خاص ماڻهن سان ملاقات ڪندو هو. اتي ڇتين تي فارسي ۾ لکيل آهي ته "جيڪڏهن هن دنيا ۾ ڪو خوشيءَ جو بهشت آهي ته اهو هي آهي".

ٻي جاءِ جيڪا ڏسڻ لائق آهي اها آهي "خاص محل". اهو محل ٽن حصن ۾ ورهايل آهي: هڪ عبادت لاءِ، ٻيو سمهڻ لاءِ، ٽيون اٿڻ

ويهڻ لاءِ، جنهن کي اڄڪلهه ڊرائينگ روم چيو وڃي ٿو. نهايت خوبصورت آهي. تنهن کان سواءِ قلعي ۾ هڪ جاءِ آهي جنهن کي ”رنگ محل“ سڏيو وڃي ٿو، جتي راڳ روپ جي محفل ٿيندي هئي. تنهن کانسواءِ اتي بادشاهي غسل خانا به ڏسڻ جهڙا آهن. موتي مسجد جو ذڪر ته اڳ ۾ ڪيل آهي. هتي اهو به لکڻ ضروري آهي ته اتي انگريزن جي دور ۾ ڪيتريون ئي بئرڪون ملٽري جي رهڻ لاءِ ٺاهيون ويون هيون، جيڪي اڄ تائين موجود آهن. انهن بئرڪن ۾ هندستان جي ملٽري رهي ٿي. قلعي جي ڏسڻ کان پوءِ اسان جو بس جو سفر پورو ٿيو ۽ اسين موٽي شهر ۾ آياسون. شهر ۾ گهمندي واٽ تي ”انڊيا گيٽ“ ڏٺوسين جو پهرين مهاڀاري جنگ جو يادگار آهي جنهن جي هيٺان هميشه باهه ٻرندي آهي، ان جنگ ۾ هندستان جا نوي هزار سپاهي ماريا ويا هئا. هي هڪ وڏو اوچو دروازو آهي تنهن کان پوءِ ”راشٽرپتي ڀون“ آهي جتي هندستان جو پريزيڊنٽ رهندو آهي، ۽ پارليامينٽ جا گهر به هلندي هلندي ڏٺاسون. جتي به خوبصورت جايون آهن.

ٻئي ڏينهن دهلي جو شهر گهمياسين. شهر جو خوبصورت علائقو ”ڪناٽ پيلس“ آهي جتي دڪان وراڻدن سان ڀريل آهن. پرسان اتي هڪ زمين هيٺان بازار آهي جنهن کي ”پالڪن بازار“ سڏيندا آهن. اها سڄي بازار ايئر ڪنڊيشن آهي ۽ گولائي تي ٺهيل آهي. ان جا ڪيترائي حصا آهن. ۽ گهڻو ڪري سڀ ڪنهن قسم جون شيون اتي ملن ٿيون. تنهن کان سواءِ ڪرول باغ ۽ چانڊني چوڪ به ڏٺاسين. چانڊني چوڪ جي بازار تمام گٽيل ۽ ڪراچي جي چوڙي بازار وانگر آهي. باقي ڪرول باغ کليل علائقو آهي جتي ڪپڙي وغيره جا وڏا دڪان آهن. جتان ڪجهه خريداري ڪئي سون.

## آگرو ۽ تاج محل

ٽي ڏينهن دهلي ۾ رهي پوءِ آگري گهمڻ جو فيصلو ڪيوسين.

آگرو دهلي کان اٽڪل 125 ميل يا 200 ڪلو ميٽر پري آهي. اسان ڪي هڪ دوست مسٽر چيتن داس اوڌ مليو جيڪو اصل خيرپور ناٿن شاهه جو رهاڪو هو ۽ هتي اسسٽنٽ انجنيئر هو. پر پوءِ هندستان لڏي ويو. اتي هو دهلي ميونسپالٽي ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر آهي، ان اسانکي پاڻ وٽ رهايو. ڏاڍو قرب وارو هو. آگري جي هلڻ لاءِ صبح جو ڪار ڪاهي آيو ۽ اسين ٻئي ڄڻا ۽ سندس ٻارَ جملي 4 ڄڻا اٽڪل ڏهه وڳي آگري لاءِ روانا ٿيا سون. واٽ تي اٽڪل 50 ڪلو ميٽر اورتي "متراٰ" جو شهر آهي، جتي "ڪرشن مهاراج" هندن جو اوتار ڄائو هو. ان جاءِ کي "جنم آستان" سڏيو وڃي ٿو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته اُها جاءِ اصل مندر هئي جا اورنگزيب ڊهرائي ڇڏي هئي ۽ اتي هن وقت هڪ وڏي جامع مسجد نهيل آهي جا مغليه دور ۾ هڪ گورنر نهرائي هئي. ان جي پرسان هڪ وڏو شاهي مندر نئون نهيل آهي جو ڏنوسين. نهايت عاليشان جاءِ آهي. هي شهر تمام پراڻو آهي، آگري ڏانهن وڌڻ لڳاسين. اٽڪل آگري کان ڏهه ڪلوميٽر اورتي "سڪندريه" جو شهر آهي، جتي اڪبر بادشاهه جو مقبرو آهي جو پاڻ نهرائڻ شروع ڪيو هئائين ۽ جهانگير ان کي مڪمل ڪيو. اٽڪل ٻارنهن کان ويهن ايڪڙن ۾ آهي. مقبرو وڏو ڪشادو نهيل اٿس. اتي چاليهه ڪمرا نهيل آهن. اڪبر جي تمنا هئي ته انهن ڪوٺين ۾ مغليه دور جا سمورا بادشاهه دفن ٿين ۽ هڪ مڪمل قبرستان ٿئي پر ائين ڪو نه ٿيو. سندس اصل قبر هيٺ آهي. شهزادي "زيب النساءِ" ڌيءُ "اورنگزيب" جي قبر هڪ ڪوٺي ۾ آهي. ٻي ڪوٺي ۾ جيڪا قبر هئي ان جو نالو ياد نٿو اچي. باقي ڪوٺيون سموريون خالي آهن. هن مقبري ۾ هندو ۽ مسلم آرٽ جو گڏيل مظاهرو ٿيل آهي. ٻاهر تمام وڏي چبر لڳل آهي ۽ تمام سهڻو نظارو آهي. سڪندريه گهمي اسين آگري شهر ۾ پهتاسين. آگري جو شهر به تمام وڏو آهي. اٽڪل حيدرآباد سنڌ جيترو ٿي ويندو. اسين سڌو "تاج محل" پهتاسين.

# تاج محل

هي راج محلن جو چٽ، جمنا نديءَ جي ڪناري تي آگري شهر وٽ اڏيل آهي. سندس چوڌاري سر سبز گلشن گلزاري، ڪلندڙ، ٽرندڙ ۽ چمڪندڙ پاڻيءَ جا چشما ۽ ڦوهارا ۽ جهولندڙ سروقد وڻڪار، سنگ مرمر جا لسا ۽ ٿڌا اڱڻ، پٽ ۽ سنوان سڌا ڪشادا رستا آهن. انهن سڀني جي وچ ۾ "نازنين" عمارت ڪڙي ٿيل آهي. ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين گوري ۽ ويڪري. پاڙيءَ کان وٺي گنبذن ۽ منارن جي سنهڙي نوڪدار ڪلنگيءَ تائين سڄي سهڻي سنگ مرمر جي ٺهيل آهي.

سنگ مرمر اهڙو اڇو ۽ صاف آهي جهڙو برف جو ڦبو ۽ سندس چوڌاري نماءُ ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي جڻ ته ڪو ازغيبي ڌرتيءَ تي پرگهٽ ٿيو آهي، يا وري ڪن ملائڪن ۽ فرشتن جوڙيو آهي. منجهس جنت جي حُسن جو جَلوو پيو ڏسجي ۽ "باغ ارم" ۽ عدن جي فرحتي خوشبوءِ ۽ هٻڪار پئي اچي. قبي جي وچ ۾ گبنذ آهي ۽ ان جي چوڌاري چار منارا آهن. سندس چارئي پاسا ۽ منهن هڪجهڙا آهن جنهن ڪري جنهن به پاسي ڏانهن نِهاربو تنهن پاسي کان ساڳيوئي نظارو پيو ڏسڻ ۾ ايندو. هر طرف ساڳيو رخ اٿس، تنهن ڪري ان ڪي ڏسي شاهه سائينءَ جو ڪلام ته: "جيڏانهن ڪر نگاهه، تيڏانهن سڄڻ سامهون" پيو ياد اچي.

اندر وڃڻ لاءِ ٻاهريون دروازو به تمام اوچو ۽ بلند آهي. ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي. مٿان ننڍا گنبذ سنگ مرمر جا اٿس، جن جو تعداد چوڏهن ڪن آهي، جيئن ته تاج محل 14 سالن جي عرصي اندر ٺهيو، تنهن ڪري اهي گنبذ به 14 آهن. تاج محل بلڪل ان دروازي جي سامهون آهي. گهڙڻ شرط اسان تي هڪ اهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويئي، جيئن ڪنهن به حسين شيءِ جي ڏسڻ سان ٿيندي آهي. ڄڻ ته هڪ قسم جو وجد اچي ويو، يا ائين چئجي ته جڻ اسان کي مسحور ڪري ڇڏيائين. آرٽ ڪانسواءِ ڇا ته ان جو حُسن ۽ ڇا خوبصورتي آهي. جنهن کي لفظن ۾ بيان ڪري نٿو سگهجي! ڏسڻ سان تعلق رکي ٿو. جيئن انگريز شاعر

چيو آهي تہ ”حَسين شيءِ هميشه خوشيءَ جو باعث آهي.“ سفيد سنگ مرمر جو مقبرو آهي، جو بادشاه شاهہ جهان پنهنجي بيگم ”ارجمند بانو عرف ممتاز محل“ تي ٺهرايو. ڇا تہ پٿين تي قرآن شريف جون آيتون ۽ ڇا گلڪاري آهي! گلن جي پنکڙين جي وچ تي جيڪي رڳون پيوند ٿيل آهن سي ايڏيون تہ سنهيون ۽ باريڪ آهن جو حيرت ٿي ٿئي تہ ان لاءِ ڪهڙي قسم جون ڇيڻيون ڪم آنديون ويون هونديون! ان گلڪاري ۾ وري هندي ۽ مسلم آرٽ جو گڏيل منظر نظر اچي ٿو. سنگ مرمر جا پٿر يا سليب بہ تمام وڏا ۽ ماڻهوءَ جي قد جيڏا. بلڪ ان ڪان بہ وڏا اوساريءَ ۾ لڳل آهن. اندر ٻہ قبرون آهن. هڪ ”ممتاز محل“ جي ٻي ”شاهجهان“ جي. هيٺ ٻہ قبرون آهن ٻہ مٿي ٺهيل آهن ۽ جيئن تہ هي محل هڪ عشق، پيار ۽ محبت جو يادگار آهي تنهن ڪري اتي روزانو سوين جوڙا اچن ٿا ۽ پاڪر پائي محل جي اڳيان ويهي فوٽو ڪڍائين ٿا. سات نيائڻ جا واعدا ۽ وچن ڪن ٿا.

اسين جنهن ڏينهن اتي وياسين، اهو جمعي جو ڏينهن هو، تنهن ڪري اهو ڏينهن فري هو. نہ تہ روزانو ٽڪيٽ هوندي آهي جا ٻہ روپيا آهي. جمعي جي ڏينهن خلق تمام گهڻي اچي ٿي. مذهب جي ڪابہ ڇوت ڇات ڪانهي. سڀ ڪنهن مذهب جا ماڻهو اتي ڏسڻ ۾ آيا. بلڪ هندو وڌيڪ. خاص ڪري جوان جوڙا. اسان جو گائيڊ هڪ هندو هو جو قرآن شريف جي آيتن ڪان بہ واقف هو ۽ اسان کي پڙهي پيو ٻڌائي. هُن هڪ تاريخ جي حقيقت ٻڌائي تہ مغل بادشاهن جون نياڻيون ڪڏهن بہ ڪونہ پرڻيون. سڀ جون سڀ ڪنواريون رهيون ۽ مري ويون. مان سمجهان ٿو تہ اهي روايتون اڄ ڏينهن تائين اسان جي شاهوڪاري خاندانن ۾ هلنديون اچن ٿيون. قبرن تي شفاف سنگ مرمر لڳل آهي، جو ٽارچ جي روشني ان جي آرپار وڃي سگهي ٿي. قبرن تي آيتون ۽ چٽسالي بہ تمام سهڻي قسم جي اُڪريل آهي ۽ نهايت نفاست جو ڪم ٿيل آهي. مطلب تہ تاج محل ڏسي ماڻهو حيران ٿي وڃي ٿو. ٻي ڳالهہ جا

اسان کي نظر آئي، اها هيءَ هئي تہ جيڪي چار مينار چئن ڪندن تي ٻاهر اڱڻ ۾ آهن، اهي چارئي بلڪل سڌا نہ آهن، بلڪ ٿورو ٻاهر ليٽيل آهن. سو ان ڪري تہ جيڪڏهن ڪري بہ پون تہ ٻاهر ڪرن ۽ نہ اڱڻ ۾ ، يا گنبذ تي يا ان جي مٿان. اهو ڏاهڻ وارن ڪاريگرن جو ڪمال آهي، پر اهو سڀ چتائي ڏسڻ سان معلوم ٿيندو نہ تہ هونءَ سڌا نظر ايندا. اهو بہ معلوم ٿيو تہ ممتاز محل جي شادي شاهجهان سان 18 سالن جي عمر ۾ ٿي ۽ ويهہ سال زنده رهي، ڪيس جملي 10 ٻار ڄاوا ۽ پڇاڙيءَ جو ويم ۾ گذاري ويئي. مرڻ وقت سندس عمر 38 سال هئي. اورنگزيب ۽ سندس ٽئي ڀائر ان ممتاز محل جا پٽ هئا، يعني سڳا ڀائر هئا. ممتاز محل جي هڪ اها بہ خواهش هئي تہ "دارا" گاديءَ تي ويهي، پر اها ڳالهہ ٿي نہ سگهي.

تاج محل چئني پاسي هڪ جهڙو آهي اتر ۾ "جمنا ندي" اٿس، اڳيان ڦوهارا وغيره آهن. اسان کي گهمڻ ۾ بہ ٽي ڪلاڪ لڳي ويا. تاج محل جي ٻاهران ڪيترائي دڪان آهن جتي تاج محل جا ننڍا ماڊل (نمونا) ملن ٿا ۽ ٻيون ڪيتريون شيون آهن، هڪ ماڊل مون بہ خريد ڪيو.

## فتح پور سِڪري

اسان تاج محل مان نڪري شهر ۾ اچي ماني کاڌي، اٽڪل شام جا چار لڳي چڪا هئا. پوءِ اسين فتح پور شهر وياسين جيڪو "آگري" کان سٽيهہ ڪلو ميٽر پري آهي. هتي اصل ۾ بہ شهر آهن، اصل شهر "سِڪري" آهي جو تمام پراڻو شهر ٻڌايو وڃي ٿو، جنهن کي "اڪبر بادشاهہ" فتح ڪيو ۽ پوءِ پرسان ٻيو شهر ٻڌايائين جنهن کي "فتح پور" سڏيو وڃي ٿو. اتي بہ تمام وڏا قلعا آهن. قلعي جو ٻاهريون دروازو تمام مٿي آهي، جنهن تي چڙهڻ بہ وڏو مسئلو آهي. ڏاڪا بہ تمام وڏا آهن ۽ دروازو تمام اوچو آهي جنهن کي "بلند دروازو" ڪوٺين ٿا. سڄو قلعو ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي. اندر وڏو ڪشادو ميدان آهي. هڪ پاسي مسجد آهي جتي اڪبر بادشاهہ جمعي جي ڏينهن نماز پڙهڻ ايندو هو.

سامهون دروازي جي ڀاهران "سليم چشتيءَ" جي مزار آهي. سليم چشتيءَ جي دعا سان سليم (جهانگير) ڄائو هو. قلعي جي ڀاهرين پٽ سفيد سنگ مرمر جي بعد ۾ جهانگير ڏياري هئي. تمام مضبوط قلعو آهي. ان سان لاڳيتو ٻيو قلعو جنهن کي "سِڪري" ڪري چون ٿا، جنهن ۾ "اڪبر جوڌا ٻائي" رهندا هئا. اُتي جوڌا ٻائيءَ جو مندر به ڏسڻ ۾ آيو ۽ رهڻ جا زنانا ڪمرا، توشاخانہ وغيره سڀ اُتي آهن. ديوان خاص ۽ ديوان عام به اتي آهن. اهو قلعو به ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي.

اهي ٻئي قلعا اڪبر بادشاهہ ٺهرايا هئا. انهيءَ کان سواءِ آگري ۾ هڪ وڏو عاليشان قلعو آهي جو اڪبر جو ٺهرايل آهي. حقيقت ۾ آگري کي گاديءَ جو هنڌ اڪبر بنايو ۽ پوءِ وري گادي فتح پور سِڪريءَ ڪٽي آيو. سِڪريءَ جو شهر زبون حالت ۾ آهي. ٻئي قلعا وڏا شاهڪار آهن، اڄ تائين ڄڻ تہ نوان ٿيا پيا آهن. جي مغليہ دور جو شان شوڪت ڏيکارين ٿا. اسان کي اتي سڄ لهي ويو. موٽي آگري پهتاسين. افسوس ان ڳالهہ جو هو جو اسين آگري جو قلعو ۽ "اعتماد الدولہ" جو مقبرو ڏسي نہ سگهياسين. پوءِ اتان واپس ٿياسين ۽ رات جو يارهين وڳي دهلي واپس پهتاسين. تاج محل کي ڪڏهن بہ وساري ڪو نہ سگهبو. پلا اهڙي سهڻي شيءَ کي ڪير وساري سگهي ٿو! تمنا اها رهي ٿي تہ وري ڏسجي بلڪ چنڊ جي چوڏهين رات جو اُتي گهمجي. اهي راتيون "تاج محل" ڪليل هوندو آهي.

## مسوري ۽ هردوار

ٻئي ڏينهن هردوار ۽ مسوري وڃڻو هو، پر جيئن تہ هاڻي اسان کي هندستان ۾ اٽڪل مهينو کن ٿيو هو. تنهن ڪري وطن واپس ورڻ جا وس ڪياسون. اسان 19 مارچ جو اڳ ۾ ئي "راڄڌاني ايڪسپريس" ۾ سيٽون بڪ ڪرائي ڇڏيون هيون سين. سو دوستن کان موڪلائي بمبئيءَ لاءِ گاڏي ۾ چڙهياسون.

گاڏي شام جو 4 وڳي ڇٽي. ايئر ڪنڊيشن ڪوچ هو. جنهن ۾ اسان کي ڪرسيون مليل هيون. گاڏي تمام تيز هئي. 1350 ميل طئي ڪري صبح جو 10 وڳي بمبئيءَ پهتاسين. بمبئي وڪٽوريا ٽرمينس اسٽيشن تان لهي ٽئڪسي ڪري سڌو سيتا پون پهتاسين. جتي اسين ٽڪيل هياسون ۽ اسان جو سامان بہ رکيل هو. اهو ڏينهن آچر جو هو جنهن ڪري موڪل هئي.

ٻئي ڏينهن واپسيءَ لاءِ انڊين ايئر لائين جي آفيس ۾ وياسين تہ اسان کي ڪراچي لاءِ ٽڪيٽون ڏيو. پر هنن جواب ڏنو تہ جمعي تائين جاءِ نہ آهي. پوءِ اسين پي آئي اي جي آفيس آياسين، پر انهن بہ اهو ساڳيو جواب ڏنو. تنهن ڪري پوءِ ايئر لنڪا آفيس وياسين انهن 23 تاريخ لاءِ سيٽون بڪ ڪيون. اسان پڪ ڪري موٽياسين ۽ دوستن کان آخر واري ڏينهن اسان کي "سنڌو ننگر" گهمائڻ جي دعوت ملي. "شري جئي وير" سڄو اهتمام ڪيو هو. ماني ڪائي موڪلايو سين. صبح جو وري مسٽر "هري موٽواڻي" اسان کي وٺڻ آيو. ان سان گڏجي سنڌو ننگر پهتاسين. ڪجهہ دير ٿي ويئي. ماني ڪائي پوءِ هڪ ڪاليج گهمڻ وياسين. اتي ڪاليج جي پروفيسرن ۽ شاگردن سان ملاقاتون ٿيون. ڪاليج جو نالو "شريمتي چندي ٻائي"هو. هن مائيءَ ڪيترائي پيسا ڪاليج جي ٺهرائڻ لاءِ ڏنا. جو ان جي نالي سان اهو ڪاليج ٺهيو. اتي جو پرنسپال مسٽر تلريجا هو. جو هوشيار استاد نظر آيو. "شري موهن ڪلپنا" ۽ ٻين سان خيالات ونڊياسين ۽ پوءِ ٻوليءَ بابت خيالن جي ڏي وٺ ٿي.

تنهن ڪان پوءِ سيني ڪان موڪلائي شام جو بمبئيءَ پهتاسون. جهاز جي روانگي رات جو سادي ڏهين وڳي هئي. اسان سيتا سنڌو پون ۾ مسٽر پرشوتم ۽ مسٽر ٿهل رام آزاد ڪان موڪلايو. باقي "مسٽر اٿم" اسان سان گڏجي ايئرپورٽ تائين آيو. تمام نيڪ ۽ سچو ماڻهو نظر آيو.

ڪائنس موڪلائي ايئرپورٽ اندر آياسون. جهاز پوري ٽائيم تي روانو ٿيو. ڪراچي ٻارهين وڳي پهتاسين پر پاڪستاني ٽائيم مطابق

رات جا سادا يارهن ٿيا هئا. اسين ڪسٽم وغيره جو ڪم لاهي رات جو اڍائي وڳي گهر پهتاسون.

## هندستان جي سفر تي تاثرات

هندستان هڪ تمام وڏو ملڪ آهي ۽ وڏا شهر به تمام گهڻا ۽ پري پري آهن، انهن جي گهمڻ لاءِ ڪافي وقت گهرجي ۽ پيسو به. يا ته ماڻهو تيلهو ڳچيءَ ۾ وجهي وتي هلندو، پوءِ ڪٿي پنڌ ڪٿي سواري، سو اسان کان يا هر هڪ ماڻهو کان ٿي نٿو سگهي. هندستان جي معاشي حالت اها آهي ته اتي غربت به گهڻي آهي ته شاهوڪاري به آهي، جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته هندستان سرمائيداري نظام جو مالڪ آهي. ڳوٺ به تمام گهڻا آهن، ماڻهن جو گذارو پوک تي ۽ مزدوريءَ تي آهي. ڪارخانا هر قسم جا هر هنڌ موجود آهن، ماڻهن ۾ سادگي به آهي، عورتون به زيبائش جون شيون گهٽ استعمال ڪن ٿيون. ڏوتي هندستان ۾ تمام گهٽ، اهي مندرن جا رکوالا يا ٻيا ڪجهه مزدور پائين ٿا، باقي عام نظر ڪانه آئي. ڪاڏي به تمام گهٽ نظر آئي. جيڪو ڪم آزاديءَ کان اڳ ۾ ڪانگريس ڪيو هو ۽ ڪاڏي پائڻ تي زور هو سو هن وقت بلڪل نه آهي. ڪاڏي هاڻي اُتي فقط وزير پائين ٿا. ٻيو ڪو وِرلي ماڻهو ڪاڏيءَ ۾ ڏسڻ ۾ آيو. ڪاڏي پيتي جون شيون سستيون آهن. جن ماڻهن جي گهرن ۾ وڃڻ ٿيو انهن جي گهرن ۾ تمام مهانگي قسم جون شيون جهڙوڪ پلنگ يا صوفا سيٽ ڏسڻ ۾ ڪو نه آيا، پر وچولي درجي جا هئا. دروازن کي پردا لڳل نظر ڪو نه آيا، پر صفائي گهرن ۾ سٺي هئي. گهرو نوڪر جام ملن ٿا. مايون توڙي مرد گهرن ۾ ڪم ڪن ٿا. انهن جي مزدوري مناسب آهي ۽ هتان جهڙي آهي.

ٻاهربون پيسو به هندستان ۾ جام اچي ٿو، جو ٻاهريان مسافر تمام گهڻي انداز ۾ ملڪ ڏسڻ اچن ٿا. ڊالر جي فراواني آهي. بمبئي ته عياشي جو اڏو آهي، عرب تمام گهڻي انداز ۾ اچن ٿا. شراب هندستان ۾

ڪليل آهي ۽ سستو آهي.

زبان جيڪا عام ماڻهو ڳالهائين ٿا ان کي هو هندي چون ٿا. پر ان ۽ اردو زبان ۾ ذري جيترو به فرق ڪونهي. اسين به اها ساڳي زبان استعمال ڪريون ٿا، جيڪا هو ڪن ٿا. سندن لکڻ ۾ فرق آهي، ڇاڪاڻ ته هنن جي لپي ”ديوناگري“ آهي. ريڊيو ۽ ٽي وي تي اوچا ۽ ڏکيا هندي لفظ استعمال ڪن ٿا، سواءِ دهليءَ جي ڪٿي به اردو ۾ ڪو بورڊ دڪانن تي يا رستن تي نظر ڪونه آيو.

دهليءَ ۾ روڊن تي اردو بورڊ نظر آيا ۽ ڪٿي ڪٿي شهرن ۾ هوٽلن ۽ دڪانن تي، پر گهٽا ڪونه هئا. دهليءَ ۾ عرب گهڻ نظر آيا.

اسان فقط مهاراشٽرا، راجستان، دهلي ۽ آگرو ڏسي سگهياسون. هوٽلن جي مسواڙ بمبئيءَ ۾ تمام گهٽي هئي. رشوت گهٽ آهي. وڌ ۾ وڌ پنج روپيا آهي. سواءِ بمبئيءَ شهر جي، سائيڪل رڪشا به عام آهن. آٽو رڪشائون به آهن. ڀاڙا مقرر آهن. ميٽر کان وڌيڪ هڪ پيسو به ڪونه وٺن. اهو ساڳيو حال ٽئڪسي جو آهي. ڪٿي به ٽريفڪ جو ماڻهن لاءِ مسئلو نه آهي. سواري جام آهي. ان جي ڀيٽ ۾ ڪراچي مصيبت جو شهر آهي. ڪاڌي پيتي جون شيون خاص ڪري سبزيون ۽ ڀاڄيون سستيون هيون. بصر روپي ڪلو، پٽاٽا هڪ روپئي کان ڏيڍ ٽائين ڪلو. باقي ٻيون ڀاڄيون به روپيا يا ٽن روپين ٽائين ڪلو هيون.باقي گيهه پندرهن روپيا في ڪلو هو. هوٽلن ۾ ويشنو ڪاڌو تمام سستو هو. ان قسم جون هوٽلون به تمام گهڻيون هيون. غير ويشنو ڪاڌو به گهٽ اگهن ۾ مليو ٿي. ريل گاڏي جا ڀاڙا به تمام گهٽ هئا. باقي اوچو ۽ گرم ڪپڙو تمام مهانگو هو. جيڪو دهليءَ ۾ في ميٽر هڪ هزار روپيا ڏسڻ ۾ آيو ٿي. باقي عام سوٽي ڪپڙو سستو نظر آيو. پاڪستاني ڪپڙو سستو ۽ سٺو آهي. رنگين ٽي وي اتي عام ڪانه آهي، پر ڪن ٿورن شهرن ۾ نظر اچي ٿي. هاڻي ماڻهن رنگين سيٽ خريد ڪرڻ شروع ڪيا آهن. هندستان هاڻي رنگين ٽي ويون ۽ وي سي آر به

ناهڻ شروع ڪيا آهن جن ٻنهي جي گڏيل قيمت اٽڪل ٽيهه هزار روپيا آهي. پاڪستاني روپئي جو ملهه ٽي پٽي گهٽ آهي. جيئن مٿي ذڪر ڪيل آهي ته اتي عياشيءَ جي شين تي ٽئڪس تمام گهٽي ورتي ٿي وڃي. سيمينٽ سٺ روپيا ٻوري، گوشت ٻاڪرو 24 روپيا ڪلو، ميوا سستا هئا. خاص ڪري ڇِڪو تي روپيا في ڪلو هو پر مٺا ڪونه هئا.

ماڻهن جي اٿڻ ويهڻ جو نمونو ساڳيو، جهڙو هتي آهي، سوچ ويچار ساڳيا ۽ نفسياتي طرح ماڻهو ساڳي سمجهه ۽ سوچ رکن ٿا. مسلمان ڪجهه دٻيل نظر آيا. کُليءَ طرح ڪو به اظهار ڪونه پيا ڪن، حالانڪ ڪيترن مسلمانن چيو ته اسين بلڪل خوش آهيون. ۽ ڪو به گورنمينٽ جو دٻاءُ ڪونهي. هندو اسان سان تمام سٺي طرح هلن ٿا، پر صحيح صحيح معلومات حاصل ٿي نه سگهي. اهو معلوم ٿيو ته سرڪاري نوڪريون انهن کي گهٽ ملن ٿيون.

اتيءُ تحرير ۽ تقرير جي آزادي تمام گهٽي آهي. جيئن مٿي ذڪر ڪيل آهي ته دهليءَ جي جامع مسجد ۾ وڏا بورڊ لکيل رکيا هئا جن ۾ اندرا گانڌيءَ جي حڪومت جي خلاف گهڻو ڪجهه لکيل نظر آيو. ۽ خاص ڪري نان الائيڊ ڪانفرنس جي زماني ۾ جڏهن ڪيترا مسلمان سربراهه اتي دهليءَ ۾ آيل هئا ۽ مسجد ۾ گهمڻ يا نماز پڙهڻ به آيا هوندا!

اُتي اخبارون سستيون آهن. روزاني اخبار 16 صفحن جي، پنجهتر پيسن ۾ ملي ٿي. ڪتاب به اتي تمام سستا آهن. هنديءَ سان گڏ انگريزيءَ جو به زور آهي. شاگرد انگريزي چاهه سان ڳالهائين ٿا ۽ پڙهن ٿا. هو سمجهن ٿا ته سندن انفرادي ۽ ملڪ جي گڏيل ترقي به اُن ۾ ئي آهي.

# ڪجھ ٻيا سفر

## افغانستان جو سفر

منهنجي زندگي جا ڪجھ مکيه واقعا ٻيا بہ آهن جيڪي هيٺ ڏيان ٿو. پهريون تہ اسان جو وڃڻ افغانستان جي طرف ٿيو. مان ۽ ڊاڪٽر علي نواز گڏجي 1975ع ۾ اتر پاڪستان جي دوري تي ويل هئاسون. گرميءَ جي موسم هئي. اسان پشاور ۾ هوٽل ۾ رهياسون. گهمندي گهمندي رستي تي ڏٺوسون تہ هڪ بس بيٺي هئي جنهن ۾ ڪي ماڻهو ويٺا هئا. اسان انهن کان پڇا ڪئي تہ ٻڌايو تہ هي بس افغانستان ويندي؟

مون ۽ ڊاڪٽر، ٻنهي وٽ پاسپورٽ هئا. سو اسان پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ ڇو نہ افغانستان جو چڪر هڻجي اڄجي پر اسان وٽ ويزائون ڪو نہ هيون. سو سڌو افغانستان جي ويزا آفيس ۾ وياسون ۽ انهن کي درخواست ڪئي سون تہ اسان کي ويزا ڏيو. پر انهن انڪار ڪيو ۽ چيو تہ توهان جا ٻئي پاسپورٽ ڪراچيءَ جا آهن. تنهن ڪري ويزائون بہ اتان وٺو. پر اهو ممڪن ڪونہ هو جو ڪراچيءَ وڃون پوءِ اسان اتي هڪ ڪامريڊ سان ملياسون جنهن چيو تہ توهان وري وڃون ۽ چئون تہ اسين توهان جو ملڪ گهمڻ ويندا آهيون. تنهنڪري ويزائون ڏيو پوءِ انهن اسان کان پاسپورٽ وٺي رکيا ۽ ٻئي ڏينهن تي ويزائون ڏنائون. اسان ميڊيڪل فٽنيس حاصل ڪئي ۽ ٻئي ڏينهن تي اسين بس ۾ سوار ٿياسون. بس 10 وڳي پشاور مان هلي ۽ شام جو 6 وڳي ڪابل پهتاسون. وات تي جلال آباد ۾ ماني کاڌيسون. ٻن هنڌن تي چيڪنگ ڏاڍي ٿي، پوءِ ڪابل جي هوٽل ۾ رهياسون. ڪابل جو شهر نئون ۽ پراڻو شهر سنو نهيل هو. ماني بہ هوٽلن ۾ سستي ملندي هئي. رڳو دنبي جو

گوشت ۽ چربي ملندي هئي. اسان جدا جدا هوٽلن تي ماني کائيندا هئاسين. شهر ۾ فروٽ تمام گهڻو هوندو هو سُڪو بہ تہ تازو بہ. پوءِ اسان هفتو کن رهي واپس پشاور آياسون. ڪابل جي آبهوا ڏاڍي سٺي ۽ وڻندڙ هئي. اتي باغ بہ خوبصورت هئا. نادر شاهہ بادشاهہ جي قبر ڏٺي سون ۽ شهر ۾ بابر بادشاهہ جي قبر هئي سا بہ ڏٺي سون. رستا تمام وڏا ۽ ڪشاده هئا.

## ٿر جو سفر

1995ع ۾ مان ۽ تاج صحرائي گڏجي ٿر گهمڻ جي ارادي سان ميرپور خاص ۾ ديوان روچي رام وٽ مهمان ٿياسون. هڪڙي گاڏي اسان وٽ هئي ٻي اعجاز منهنجي پٽ هٿ ڪئي هئي. ٻئي وڏيون گاڏيون هيون. اسان سان گڏ ٻيا دوست بہ هئا. جهڙوڪ هڪ پروفيسر منا خان مري ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو ۽ ٻيا ڪجهہ نالا ياد نہ آهن. اسين سيئي گاڏين ۾ چڙهي روانا ٿياسون ۽ مٺي کان ٿورو اڳيان اسلام ڪوٽ آهي، اتي رات رهياسون ۽ رات جي ماني بہ کاڌيسون. مينارام صاحب، سندس پاءُ شيوڪ رام ۽ سندس پٽ گرڌاري لال اسان جا ميزبان هئا. هنن ۽ بسترا تمام سٺا ڏنائون. صبح جو ناشتو ڪري اسان ٿر روانو ٿياسون. مٺي جو شهر اڳئين ڏينهن شام جو ڏٺو هو سون ۽ پوءِ نگر پارڪر وياسون. اهو تمام سٺو ڳوٺ هيو مگر گرمي ڏاڍي هئي. ان سال برسات سٺي پئي هئي ۽ ملڪ سائو لڳو پيو هو. موٽندي پوڏيسر ۾ هڪ تاريخي مسجد بہ ڏٺي سين. تنهن کان پوءِ ماروي جو ڳوٺ ڀالوا بہ ڏٺو سون، اتي کوهہ جو پاڻي تمام ٿڌو ۽ مٺو هو. ٻيا بہ ڪي ڳوٺ ٿر جا ڏٺاسون. نگر پارڪر ويندي وات تي هڪ مندر جو ننڍي ڳوٺ ۾ هيو انهيءَ جي ڏسڻ جو بہ موقعو مليو ٻي رات شيوڪ رام وارن وٽ ڏاني ڏاندل ۾ رهياسين. هو ڏاڍا قربائتا هئا. واري ٽيپي تي تنهن ڪري ٿر گرم رهي ٿو. اتي هڪ ميرن جو ڳوٺ نهيل آهي اهو بہ ڏٺوسون.

ٻہ ڏينهن ترڪ رهڻ کان پوءِ موٽي آياسون. ترڪ مور ڏناسون ۽ باغ ٻہ هئا. گورنمينٽ پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ ڊيم پئي ٺاهي ۽ ترجا ماڻهو ڏاڍا ڦربائتا هئا.

## ڪيٽي بندر

انهي کان پوءِ 1996ع ۾ ڪيٽي بندر گهمڻ پڻ ويس. مون سان گڏ منهنجو دوست تاج صحرائي هئو. منهنجا سنا دوست جيڪي مون سان گڏ پڙهندا هئا، انهن جو پتو ونڍي اُتي پهتاسون. عبدالرحمان ميڻ ماستر سان دوستي هئي، تمام گهڻي خدمت ڪيائين. ڪيٽي بندر ڏاڍي مزيدار جڳهہ آهي. سٺو گهمياسون، دوستن تمام گهڻو آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ مانُ ڏنائون. ڪيٽي بندر سنڌ جو هڪ پراڻو بندر آهي. ڪيٽي بندر ۾ ڪافي ماڻهو رهن ٿا. عام طور تي غربت ڏاڍي نظر آئي. ٻہ ڏينهن ڪن اتي رهياسيون ۽ پوءِ سجاول ۽ ٺٽي کان ٿيندا مڪلي جي زيارت ڪري واپس ٿياسون.

# منهنجا دوست ۽ ساٿي

دادوءَ ۾ وڪالت شروع ڪرڻ کان پوءِ دادو شهر ۽ ضلعي جي ڪافي شخصيتن ۽ ماڻهن سان ملاقاتون ٿينديون رهيون. ڪيترن سان رسمي طور رستو رهيو ۽ ڪيترن سان وري دوستيءَ جا پيچ پڪا ٿيا. 1947ع ۾ هندستان جو ورهاڱو ٿيو ۽ لڏپلاڻ جي ڪري سنڌ جي سماجي، ثقافتي ۽ علمي حالتن ۾ ڪافي تبديلي آئي. سنڌي سماج جيڪو صدين تائين هلي هلي مس جڙيو هو ۽ ڪنهن سمت ۾ هلي رهيو هو. سنڌ ۾ هڪڙا سنڌي مسلمان هئا جيڪي زميندار هئا. ٻيا هندو هئا جيڪي واپاري ۽ نوڪري وارا ماڻهو هئا. گهڻي ڀاڱي هندن جو اهو ئي طبقو سنڌ جو مڊل ڪلاس هو. ان جي لڏپلاڻ جي ڪري سنڌ جي ثقافت، ٻولي ۽ ادب تي ڪافي ناڪاري اثر پيا. مڊل ڪلاس جي هتان لڏڻ ڪري ۽ سندن جاءِ تي هندستان مان آيل مسلمان اچي هتي ترسيا. سنڌي سماج ۾ سنڌي مسلمان ۽ سنڌي هندوءَ جي ٻولي، ثقافت، ادب ساڳيو هو.

1843ع ۾ انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي ته جلد ئي سنڌ کي بمبئيءَ پريزيڊنسي سان ڳنڍيو ويو ۽ سنڌ وري 1936ع ۾ آزاد حيثيت ۾ واپس ملي. يعني 100 ورهيه سنڌ بمبئي سان ڳنڍ رهي. انهيءَ وچ ۾ دادو ضلعو جيڪو ڪجهه وقت ڪراچيءَ ضلعي سان ۽ ڪجهه وقت لاڙڪاڻي ضلعي سان ڳنڍ هو. 1931ع ۾ هڪ آزاد ضلعي جي حيثيت سان وجود ۾ آيو. دادو ضلعي جو گهڻو حصو ٻهراڙيءَ تي مشتمل هيو جنهن ۾ زراعت هوندي هئي. سکر بئراج ٺهڻ کان اڳ ڪي به دائمي واهه ڪو نه هئا.

هن ضلعي ۾ ڪجهه ننڍا شهر به هوندا هئا جن ۾ ميهڙ، راڌڻ، خيرپور ناٿن شاهه، ڪڪڙ، جوهي، سيوهڻ، ڀان سعيدآباد، ڪوٽڙي،

مانجهند، سن، ٽاڻو بولا خان اچي وڃن ٿا.

دادو شهر ۾ اجا تعليم جو ايڏو رجحان ڪو نہ هو، اهو 1936ع کان پوءِ شروع ٿيو. سيوهڻ، آراضيءَ ۽ ميهڙ ۾ ڪافي سٺا استاد هوندا هئا، جن ۾ سنڌي هندو استاد بہ وڏي ليول تي موجود هئا. دادو شهر ۾ جيڪي هندو وڪيل هئا، سي سڀ لڏي هندستان وڃي چڪا هئا. سواءِ چند جي، انهن ۾ خاص طور تي محترم آسنداس هڪ وڏو وڪيل هو جيڪو منهنجو پاڙيسري هو ۽ تمام گهڻين لياقتن جو مالڪ هو.

دادي آسنداس سان اسان جي سٺي دوستي رهي. ڇاڪاڻ تہ هو غريبن جو همدرد، غريب شاگردن کي پڙهائڻ سان دلچسپي رکندڙ ۽ اها سوچ نہ رکڻ تہ هي هندو آهي يا مسلمان. گهڻي ڀاڱي سندس سڄي سنگت مسلمانن سان هوندي هئي. دادوءَ شهر ۾ ٻيو نالي وارو وڪيل مسٽر اندرام شاهاڻي هوندو هو، جيڪو وڏو وڪيل هو. سٺا پئسا ڪمائيندو هو. کائڻ پيئڻ جو شوقين هوندو هو. جلد ئي دادوءَ مان لڏي پاڻ لاڙڪاڻي هليو ويو ۽ اتي تمام وڏو نالو ڪمايائين. وٽن هڪ بهترين بورچي هوندو هو جنهن جو نالو هوندل هوندو هو. بهترين ماني ڪري ڄاڻيندو هو. خاص ڪري سنها ڦلڪا ۽ اڇا چانور گيهہ ۾ ۽ سائي ڀاڄي تيار ڪرڻ جو ڏاڍو ماهر هو.

انهيءَ دور ۾ سوويت انقلاب اچي چڪو هو ۽ ان جو هندستان تي بہ ڪافي اثر پيو. سنڌ جي پڙهيل لکيل نوجوانن ۽ هيئين دوستن تي ان جا سٺا اثر پيا، جيئن محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، رشيد ڀٽي، سوڀو گيانچنداڻي، ابوبڪر مگسي، مسلم شميم، حسن حميدي، غلام مصطفيٰ لاکو وڪيل، عزيز سلام بخاري، جمال الدين بخاري، جمال ابڙو، جمال صديقي، تاج صحرائي، نورالدين سرڪي، فتاح ملڪ، حميد سنڌي، خادم حسين سومرو، شفيع محمد سولنگي، حڪيم محمد صالح پنهور، سراج ميمڻ ۽ دادوءَ جي ٻين دوستن تي پڻ سوشلسٽ خيالن جو اثر هو. رشيد ڀٽي ۽ فتاح ملڪ سان پنهنجي سٺي دوستي

رهي. ساڳي وقت اهي سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ پڻ سرگرم هئا.حميد سنڌي ۽ طارق اشرف جو بہ سنڌ لاءِ گهڻو ڪم آهي. دادوءَ ۾ مير محمد پرهياڙ ۽ گل محمد عمراڻي ڊي سي رهيا، ساڻن سٺي واقفيت رهي. محمد هاشم پڻ بہ هڪ لاجواب انسان هئو ۽ غريبن جو وڏو همدرد هو. دادوءَ ۾ اسان پنجن ڇهن دوستن جو هڪ اهڙو گروپ هيو جن تعليم لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ ڪجهہ اسڪول وغيره قائم ڪياسون. محترم تاج صحرائي جي اڳواڻيءَ ۾ طالب المولیٰ هاءِ اسڪول دادو قائم ڪيوسين. انهيءَ گروپ ۾ تاج صحرائي، الهہ رکيو سهتو، محمد يوسف سومرو (SDEO روڊس)، آخوند شفيع محمد. شفيع محمد سولنگي، ابوبڪر مگسي، شمشاد جوڻيجو، صدر الدين جوڻيجو، ضياءَ الدين بلبل، حڪيم محمد صالح پنهور شامل هوندا هئا.

سوشلسٽ گروپ ۾ جيڪي دوست هئا انهن ۾ شفيع محمد سولنگي، تاج صحرائي، حڪيم محمد صالح، ابوبڪر مگسي، الهہ رکيو سهتو شامل هئا. اسان کي اهو چئي مشهور ڪيو ويو تہ اسان دهريا يا سرخا آهيون پر حقيقت ۾ اسان لبرل ۽ ڊيموڪريٽڪ هئاسون ۽ اسان علم جي بنياد تي دادو ضلعي ۾ تبديلي آڻڻ پئي چاهي. دادو ضلعي جو نوجوان علم لاءِ ڪافي آتو هوندو هو. اسان پڻ انهيءَ دور ۾ جوان هئاسون.

1947ع کان وٺي 1970ع جي ڏهاڪي تائين اسان ڪافي محنت ڪئي، اڳيان هلي دادو ۾ڪيترائي اسڪول قائم ٿيا ۽ دادو گورنمينٽ ڪاليج کان اڳ ۾ دادو جي هڪ ٻئي استاد محترم ڪريم بخش چنا جيڪو اصل ۾ پاٽ جو هو، دادوءَ ۾ نيوايرا ڪاليج قائم ڪيو. چاڪاڻ تہ دادوءَ ۾ ڪوبہ ڪاليج نہ هو. اڳيان هلي نيوايرا ڪاليج جو گورنمينٽ ڪاليج ۾ جنم ٿيو. ڪريم بخش چنا صاحب ۽ پروفيسر محبوب علي چنا (پهريون پاٽائي ۽ ٻيو سيوهاڻي هو) ٻئي علم جا آماجگاهہ هئا ۽ وڏي خدمت ڪيائون. محترم غلام مصطفیٰ دادوئيءَ کي بہ وساري نٿو سگهجي، هڪ باهمت ۽ سچو انسان هئو. اهڙي طرح

مولوي قربان ملڪاڻي ۽ ٻيا ماڻهو پڻ ياد رکڻ جهڙا آهن. دادوءَ ۾ شير محمد راهو جو تعليم جو ماهر هو.

منهنجو تمام پيارو دوست تاج صحرائي پنهنجو مٽ پاڻ هو. هڪ بهترين استاد هوندي هڪ بهترين شاعر، محقق ۽ آرڪيالاجسٽ پڻ هو. دادو ضلعي لاءِ سندس وڏي Contribution آهي. تفصيل لاءِ منهنجو جدا مضمون هن ڪتاب ۾ شامل آهي. 1960ع ۽ 1970ع واري ڏهاڪي ۾ تعليم جو رجحان چڱو هو. دادو ڪاليج ۾ سنا استاد اچي نڪتا جن ۾ خاص طور تي احمد شاهه استاد بخاري. ڊاڪٽر صاحب خان چنا، پروفيسر منا خان مري، پروفيسر عنايت الله خوجو رائو. جن ڀرپور محنت سان دادو شهر ۾ تعليم کي اڳيان وڌايو. نوجوان شاگردن ۾ احمد خان ملڪاڻي، غلام محمد ملڪاڻي، روشن سولنگي، فاروق انور سولنگي، صلاح الدين پنهور، عبدالحي قريشي، نظام صحرائي، حميد راهي ۽ ٻيا ڪيترائي سجاڳ نوجوان هئا. تعليم جي حوالي سان اسان جي گروپ جا دوست نوان آيل استاد ۽ نوجوان شاگردن جو تمام وڏو حلقو پيدا ٿيو ۽ دادو شهر ۾ ڪافي تبديلي ڏسڻ ۾ آئي. منا خان مري، ڊاڪٽر صاحب خان چنه ۽ عنايت رائي دادو ۾ ڪافي محنت ڪئي. عنايت الله جوڻيجو ۽ آغا شهاب الدين به دادوءَ ۾ ڪافي ڪم ڪيو. جام ساقي سان به سنا تعلقات رهيا هو هڪ ترقي پسند دوست آهي. خادم سومرو به سٺو ڪم ڪري رهيو آهي.

انهي دور ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ (هن وقت سڳا جو مرڪزي چيئرمين آهي)، ڊاڪٽر محمد صالح شيخ. ڊاڪٽر راڏر مل ۽ ڪجهه ٻيا سٺي سوچ جا دوست اچي نڪتا ۽ دادو شهر ۾ هڪ تمام وڏو حلقو قائم ٿي ويو. ٿوري وقت ۾ دادوءَ ۾ سڳا جي تنظيم پڻ قائم ٿي. احمد خان ملڪاڻي نوجوانن ۾ پڙهيل لکيل ماڻهو هو. هن وقت سينئر ماڻهو آهي. وڪالت ڪري ٿو ۽ جلال محمود شاهه صاحب سان گڏ سنڌ يونائيٽڊ پارٽي ۾ آهي. سندس وڏو ڀاءُ شمس الدين ملڪاڻي منهنجو سٺو دوست

هئو. موٽندڙ جوانيءَ ۾ وفات ڪري ويو. دادوءَ جي سينئر، سنن ۽ لائق ماڻهن مان محترم نثار افندي بہ منهنجو سٺو دوست آهي. دادوءَ ۾ پير علي محمد شاهہ راشدي ۽ سندس وڏو پٽ حسين شاهہ راشدي بہ ڪو وقت اچي رهيا هئا. حسين شاهہ سان سٺو رستو ٿيو. سندس معرفت پير حسام الدين شاهہ راشدي سان پڻ سٺي واقفيت ٿي. دادو ۾ پرائمري استادن ۾ سورج مل ۽ سچانند سٺا استاد هئا. هاءِ اسڪول ۾ ڪوڏو مل سٺو استاد هو. هاري ڪاميٽي ۾ دادوءَ جا دوست محمد بخش مشوري ۽ عبدالخالق آزاد هئا. مون سان سنگت هوندي هين.

دادوءَ ۾ اسان جو ٻيو اهم دوست هيو شوڪت سنڌي جيڪو خود جي ايم سيد جو پوئلڳ هو. شوڪت سنڌي ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ تمام گھڻو سرگرم رهيو ۽ سائين جي ايم سيد جو مرڻ گهڙيءَ تائين پوئلڳ رهيو. هن ڪافي جيل بہ ڪاٽيا. منهنجن ٻين پيارن دوستن ۾ ابوبڪر مگسي وڪيل پڻ رهيو. جيڪو تمام ترقي پسند ساٿي هو. وڏو وڪيل ۽ مگسي خاندان جو چشم و چراغ هو. سندس وڏا سنڌ جا عالم ۽ اديب ٿي گذريا آهن. سندس ننڍو ڀاءُ جيڪو خود هڪ وڏو شاعر ۽ اديب هو. پروفيسر زاهد مگسي جيڪو ڪراچيءَ ۾ سنڌي مهاجر جهڳڙن ۾ مارجي ويو. ابوبڪر مگسي پراڻي عظيم سنڌ جو حامي هو ۽ ان جي حاصلات تي زور ڏيندو هو. منهنجن ٻين دوستن ۾ جن دادوءَ جي گهڻي خدمت ڪئي انهن ۾ منهنجو پيارو دوست ماستر الهہ رکيو سهتو جيڪو پرائمري استاد هو هڪ بهترين انسان، ڪليل دل ۽ دماغ وارو ماڻهو، سچو ماڻهو ۽ بهترين استاد هو. هتي مولوي خليل الله کي وساري نہ ٿو سگهجي. قاضي خدا بخش ڏامراهہ بہ هڪ ملوڪ ماڻهو هئو

ميان بقا محمد قريشي تعليم جو وڏو ماهر ٿي گذريو آهي. ڊائريڪٽر تعليم ۽ ٻين اهڙن عهدن تي فائز رهيو. منهنجو ويجهو مائٽ هو. اهڙي نموني دادوءَ جي پرائمري تعليم ۾ ماستر عبدالله قريشي، سائين رمضان ميمڻ مشهور استاد هئا. منهنجن ٻين اهم دوستن ۾

استاد شفيع محمد سولنگي پڻ هو. هڪ انتهائي لائق فائق استاد. سچي زندگي پورهيو ڪري تعليم جي خدمت ڪيائين. سچائي جو پيامبر، باهمت ۽ ترقي پسند سوچ جو ماڻهو هو. ٻين دوستن ۾ محمد يوسف سومرو جيڪو روڊس ۾ ايس ڊي او ۽ اصل سيهڙ جو هو، مون سان تمام سٺي دوستي ٿي وئي هيس. هُو هڪ بهترين انسان هو. دادوءَ ۾ اسان جي ٻين بهترين دوستن ۾ حڪيم محمد صالح پنهور هڪ وڏو ماڻهو ٿي گذريو آهي. صاف گو، سچو، چرچائي، منهن تي ڦهڪائي ڏيڻ وارو هو، دادوءَ جي مشهور حڪيمن مان هو، سنڌ جي مشهور محقق ايم ايڇ پنهور جو مامو هو. ايم ايڇ پنهور سان به دوستي هئي، هن محنت ڪري وڏو نالو ڪڍيو، سنڌ جي تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿس.

منهنجي پاڙي جا به مشهور وڪيل آخوند شفيع محمد ۽ رئيس ضياءَ الدين بلبل هئا. آخوند صاحب اصل آخوند پاڙي جو رهائشي هو. تمام بهترين ماڻهو هو. هڪ سٺو وڪيل ۽ هڪ ايماندار ۽ شريف ماڻهو هو. سندس به مائٽ آخوند نجم الدين ۽ آخوند حبيب الرحمٰن (پيءُ ۽ پٽ) به سٺا وڪيل هئا. ضياءُ الدين بلبل صاحب جو گهر به اسان جي گهر جي ڀرسان جڳت آباد ۾ هو. رئيس ضياءُ الدين بلبل سٺو وڪيل، سٺو شاعر، دل جو ڪشادو. رئيس شمس الدين بلبل سنڌ جي وڏي شاعر جو پٽ هو. اصل ميهڙ جا هئا بعد ۾ دادوءَ ۾ اچي رهيا.

ساڻن گڏ قاضي نظير احمد به هڪ سٺو وڪيل هو. دادوءَ جو ٻيو وڪيل مرحوم محترم عبدالحڪيم عباسي هو. تمام تيزيءَ سان ترقي ڪيائين، سٺو وڪيل ٿي اڀريو. جوانيءَ ۾ ئي سندس مرتيو ٿيو. سندس اولاد دادوءَ ۾ رهي ٿو. دادوءَ جا به ٻيا استاد هڪ ڏتي بخش ميمڻ ۽ هڪ ڏتي بخش مگسي پرائمري جا لاجواب ۽ لاثاني استاد هئا. احمد خان لانگاه به پاڙي ۾ وڪيل هئو، اڳيان هلي حيدرآباد لڏي ويو. ڏتي بخش مگسي مرحوم جا فرزند پروفيسر عبدالله مگسي، غلام نبي مگسي وڪيل ۽ ڊاڪٽر لياقت مگسي پڻ سنڌ جي علم، ادب ۽

سياست ۾ نهايت سرگرم آهن ۽ سني ڪردار جا مالڪ آهن.

دوستن ۾ صدرالدين جوڻيجو مرحوم سنو وڪيل هو. سندس اولاد ۾ سنڌ يونيورسٽي جي مشهور پروفيسر تنوير جوڻيجو آهي، ٻين پٽن ۾ غياث جوڻيجو، رفيع جوڻيجو، وسيع جوڻيجو ۽ مسرور جوڻيجو آهن، وڏين نوڪرين تي فائز آهن. شمشاد جوڻيجو منهنجي عمر ڀر جو ساٿي آهي. وڏو وڪيل آهي ۽ هاڻي حيدرآباد ۾ رٽائر لائيف گذاري پيو. (چند هفتا اڳ وفات ڪري ويو)سندس ٻه پٽ رياض احمد جوڻيجو ۽ شجاع احمد جوڻيجو ايريگيشن جا انجنيئر آهن. سندس هڪ پٽ فريد هن مهل ڊي سي او آهي. عبدالمجيد جمالي، شفيع محمد ميمڻ به دادوءَ ۾ سنا وڪيل آهن. دادو شهر جي معززين ۾ حاجي خان محمد قريشي جيڪو منهنجو ويجهو عزيز هو، سيد جڙيل شاهه، مولا بخش پنهور جسٽس غلام نبي سومرو، منير احمد راهوجو، نوجوان ذڪريا راهوجو ۽ شاعرن ۾ امام الدين ضامن ۽ سومرو سودائي به شامل آهن. دادو ضلعي ۾ ٻيا تمام گهڻا شاعر ۽ اديب آهن. سياستدانن ۽ قومي رهنمائن ۾ سائين جي ايم سيد سيني کان مٿانهون آهي، جنهن جو مون تفصيلي ذڪر هن ڪتاب جدا مضمون طور ڪيو آهي. ٻين سياستدانن ۾ عبدالحميد جتوئي هڪ بااصول ۽ سچو ماڻهو هو. سندس ٻيو سئوٽ عبدالمجيد جتوئي جيڪو پڻ سنڌ لاءِ وقت بوقت آواز اٿاريندو رهيو. عبدالحميد خان جتوئي سنڌ اسيمبليءَ جي انهن چئن ميمبرن ۾ شامل آهي، جن ون يونٽ خلاف ووٽ ڪيو. هو سنڌ لاءِ پنهنجي خدمت پڇاڙيءَ تائين ڪندو رهيو. سندس سوٽ عبدالمجيد جتوئي به سنڌ جي حقن لاءِ آواز اٿاريندو رهيو. مغربي پاڪستان اسيمبلي جو ممبر هو.

دادوءَ جي ٻي شخصيت پير الاهي بخش صاحب هو. جيڪو سنڌ جو وزير اعليٰ پڻ رهيو. ون يونٽ جو سخت مخالف هو. سندس پوٽو پير مظهر الحق هن وقت وزير آهي. اصل ۾ پاڻ دادوءَ ۾ سنو وڪيل رهيو آهي. هن وقت سندس پٽ پير مجيب الحق بئريسٽري ڪري دادوءَ وڪالت

ڪري پيو. پير مظهر هڪ باهمت ۽ باصلاحيت دوست آهي. منهنجي بهئي واقفيت جسٽس سجاد علي شاهه جي والد سيد روشن علي شاهه سان پڻ رهي، ساڳئي وقت لاڙڪاڻي جي محترم ديدار حسين شاهه سان به رهي پاڻ سنڌ جو چيف جسٽس به ٿيو. سنن واقفڪارن ۾ جناب عبدالرزاق سومرو وڪيل ۽ سياستدان ۽ مسٽر امداد علي اعوڻ سان به رهي. ويجهن ذاتي دوستن ۾ خيرپور ناٿن شاهه جو ڊاڪٽر علي نواز بلوچ هيو، جيڪو جلدئي گذاري ويو. ڊاڪٽر علي نواز بلوچ جو ذڪر هن ڪتاب ۾ شامل مختلف فوٽن ذريعي ڏسي سگهجي ٿو.

سنڌ جون بيون عالم شخصيتون جهڙوڪ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو پڻ مون سان ڪافي قرب رهيو، ساڻس منهنجون تمام ڏگهيون ۽ اهم گڏجاڻيون ٿينديون رهيون. هندستان ۾ گڏ پڙهندا رهياسون. ڊاڪٽر صاحب جڳ مشهور عالم هو. اهڙي نموني سنڌ يونيورسٽيءَ جو بيو عالم ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو پڻ مون سان سٺي دوستيءَ ۾ رهيو.

لاڙڪاڻو جيئن ته اسان جو پروارو ضلعو هو ۽ وڪالت جي سلسلي ۾ اوڏانهن گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو ۽ اتان جا وڪيل پڻ دادوءَ ۾ ايندا ويندا هئا. انهيءَ ڪري لاڙڪاڻي جي ڪيترن وڪيلن سان منهنجي سٺي دوستي ٿي وئي جن ۾ مهرو خان ڪلهوڙو، فقير محمد جعفري، محمد حيات جوڻيجو ۽ ان جو والد محترم يار محمد جوڻيجو، قاضي اختر، عبداالرزاق سومرو، نظام الدين ميمڻ، جمال ابڙو، تاج محمد ابڙو، عبدالحميد ابڙو، امان الله شيخ، سڪر مان رشيد پٺي، عبدالفتاح ملڪ، امداد اعوڻ ۽ بيا ڪيترائي اهڙا دوست اچي وڃن ٿا. دريا خان جلباڻي جيڪو اصل نوابشاهه هو جيڪو منهنجو سٺو دوست هو ۽ مون سان گڏ پڙهيو هو. بين دوستن ۾ وڪيل امام بخش گهرياڻي ۽ نياز احمد تگو به شامل آهن. دادوءَ جي سڄي وڪيل برادري ۾ سٺي سلام دعا آهي. جمال ابڙي ۽ تاج محمد ابڙي سان گهرا تعلقات رهيا.

دادو ۾ بن سنن ماڻهن سان جن سان سٺا تعلقات رهيا تن ۾

سيٺ شمس الدين ميمڻ ۽ مولوي عزيزالله ڀيڙ هو. مولوي عزيز الله دادوءَ جو هڪ لاجواب حڪيم ۽ جراح هو. سيٺ شمس الدين صاحب ڪي ڪافي اولاد آهي سندس هڪ پٽ محمد يوسف CSS آفيسر آهي ۽ اسلام آباد ۾ ايڊيشنل سيڪريٽري آهي. لاڙڪاڻي جي عبدالغفور پيرڄڙي صاحب سان به سٺا تعلقات رهيا. هو لاڙڪاڻي جو سٺو وڪيل آهي، هن وقت وڏي عمر جي ڪري وڪالت ڪو نه ٿو ڪري، سندس وڏو پٽ عبدالماجد پيرڄڙي منهنجي پٽ اعجاز جو گهرو دوست آهي هن وقت آمريڪا ۾ رهي ٿو. سياسي ميدان ۾ يوسف لغاريءَ سان تمام گهڻي قربت رهي آهي. ٻين نوجوان ساٿين ۾ جلال محمود شاهه، بشير خان قريشي پڻ شامل آهن. هن وقت جلال محمود شاهه پنهنجي ڏاڏي سائين جي ايم سيد جي ڏسيل راهه تي هلي رهيو آهي ۽ ڪافي بهتر انداز سان اڳتي وڌي رهيو آهي. منهنجون دعائون ساڻس آهن. ڪامريڊن مان ڪامريڊ عزيز سلام بخاري، برڪت علي آزاد، مولانا عزيز الله جروار، مولوي نذير حسين جلالي ۽ ٻيا شامل آهن.

منهنجن سٺن دوستن ۾ جوهيءَ جو سٺو زميندار (لوڪل گورنمينٽ جو ڊائريڪٽر به رهيو) ممتاز عباسي پڻ شامل رهيو آهي. شڪارپور جي آغا فيملي مان ٻيو هڪ سٺو دوست وڪيل آغا نور احمد پٺاڻ پڻ هو. جيڪو حيدرآباد ۾ پريڪٽس ڪندو هو. ساڳئي وقت سندس ناٽو آغا شهاب الدين (جيڪو پڻ لوڪل گورنمينٽ جو سيڪريٽري ٿي رٽائرڊ پڻ ٿيو) سٺو دوست هو. امام علي ميمڻ وڪيل ڪيبرن وارو ۽ محمد سليمان ميمڻ وڪيل بدين واري سان به دوستي رهي. سياسي رفيقن ۾ هاري ڪاميٽيءَ جا دوست گڏ رهيا. نعپ ۾ رهڻ جي ڪري ولي خان. اجمال خٽڪ. باقر شاهه سان به قربت رهي. ولي خان وارا هڪ ٻه دفعا دادو آيا ۽ مون وٽ ئي جڏهن ته ترسيا ۽ نعپ جا جلسا منهنجي گهرئي ٿيندا هئا. اجمل خٽڪ سان اڳيان هلي سٺي دوستي ٿي وئي.

مير رسول بخش ٽالپر سان منهنجي گهرائپ واري دوستي

هئي، هڪ ٻئي کي عزت ڏيندا هئاسون. گورنر تيڻ کان پوءِ مون کي سڏائي ڪچهريون ڪندو هئو ۽ آءُ ڪڏهن ڪڏهن وٽس رهي پوندو هوس. قاضي فيض محمد بي مثال شخصيت جو مالڪ هئو. اسان جي سٺي دوستي ۽ گهرو اچڻ وڃڻ ٿيندو هئو. گهرو تعلقات وڌيا ۽ ٻنهي خاندانن جو پاڻ ۾ اڄ تائين اچڻ وڃڻ آهي. قاضي صاحب هاري ڪاميٽي ۽ ون يونٽ ٽوڙائڻ ۾ انتهائي فعال ڪردار ادا ڪيو. منهنجي دوستن ۾ حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو بہ اچي وڃن ٿا. حفيظ قريشي هڪ سچو، بهادر، اعليٰ اخلاق جو مالڪ ۽ پڪو قومي ورڪر هئو. اهڙي طرح رسول بخش پليجو هڪ عالم ۽ پڙهيل لکيل ماڻهو آهي. هو سٺو وڪيل پڻ آهي، سندس تقريرن ۽ تحريرن ۾ جنبش آهي. هو بهترين ليکڪ آهي ۽ هڪ سٺو سياستدان پڻ. ون يونٽ تحريڪ ۽ ٻوليءَ لاءِ سندس خذمتن کي وساري نٿو سگهجي.

ٻين دل گهرين دوستن ۾ محمد ابراهيم جويو، سوڀو گيانچنداڻي ۽ غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ روچي رام وڪيل اچي وڃن ٿا. هنن سان سڄي عمر جو ناتو رهيو آهي. محمد ابراهيم جويو اسان جي سنڌ جي هڪ عظيم سوڪڙي آهي، سندس ڪردار سنڌي قوم لاءِ همت ۽ روشنيءَ جو پيغام ڏئي ٿو. هن ماڻهوءَ سڄي زندگي سنڌي ماڻهن، سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي جاگرافيائي وحدت لاءِ صرف ڪئي. الله ڪري سندس ايجا وڏي ڄمار ڏئي تہ سنڌ جو نوجوان هن کي ڏسي اتساهہ وٺندو رهي.

سوڀو گيانچنداڻي بہ اسان لاءِ هڪ روشنيءَ جو ٿنڀو آهي. هن بہ سڄي زندگي غريب ماڻهن ۽ سنڌ لاءِ ڏئي ڇڏي آهي. سوڀو علم، عمل ۽ عقل جو هڪ وڏو مينار آهي. هن لاءِ بہ دعا آهي تہ وڏي ڄمار ماڻي.

سيد غلام مصطفيٰ شاهہ سنڌ جو هڪ انتهائي اعليٰ انسان ۽ مدبر هئو. سندس رڳ رڳ ۾ علم سمايل هئو. هو پڙهيل لکيل هئو. وٽس تمام وڏي لائبريري هئي جا هاڻي سندس پٽ رفيق مصطفيٰ وٽ آهي. شاهہ صاحب هڪ باهمت آفيسر ۽ عملي انسان رهيو. هن سنڌ

سرونٽس سوسائٽي ٺاهي ۽ سنڌين جي حقن لاءِ 30 سال ڪن بنا ساهيءَ جدوجهد ڪيائين ۽ اهو سلسلو سندس وفات ڪان پوءِ ختم ٿيو. روچي رام سنڌ جو هڪ وڏو دانشور ۽ وڪيل آهي. پاڻ سوشلسٽ ۽ قوم پرست خيالن جو ماڻهو آهي. ۽ انتهائي پڙهيل لکيل دوست آهي، سنڌ جي مسئلن تي تمام گهري نظر رکي ٿو. اهڙي نموني اسان جو دوست سراج الحق به هڪ املهه ماڻڪ آهي. ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ فضل الله قريشي به پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سنڌ لاءِ ٻيا سوچيندڙ دوست جن سان سنو ناتو رهيو آهي ۽ خاص ڪري اعجاز جي معرفت جن ۾ برڪت چوهاڻ، نظر ميمڻ، نظير ميمڻ، اسلم بلوچ، ابرار قاضي، پروفيسر غلام حسين خاصخيلي، غلام نبي مغل، جي اين مغل، فتح مري، اشفاق ميمڻ، ذوالفقار هاليپوٽو، بدر ابڙو، شفيق موسوي، مشتاق ميراڻي، جامي چانڊيو ۽ عزيز رانجهاڻي اچي وڃن ٿا. بدر ابڙو سنڌ جو وڏو محقق ٿي اڀريو آهي. ٻين دوستن ۾ ظفر جوڻيجو، عابد چنا پڻ شامل آهن.

سنڌ جي ٻين دوستن ڪي وساري نٿو سگهجي. جن ۾ عبدالرسول ميمڻ، اي اين جي عباسي ۽ عبدالرسول صاحب مون سان گڏ پڙهيو هئو. ڪجهه ٻين سٺن دوستن ۾ سکر جو سيد شمس الدين شاهه وڪيل، تعليم دان سائين شاهه محمد شاهه (سيد نور احمد شاهه جو والد) جوان ۽ سچاڻ ساٿين ۾ دادو جو منير احمد چنا. منير احمد هڪ لائق ۽ فائق انسان آهي، دوستي جو سنو آهي. منهنجن ٻين سٺن دوستن ۾ پروفيسر احمد علي خوجا رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر هيو. مون سان گڏ پڙهيو هئو. سندس ڌي خيرالنساءِ جعفري به پروفيسر هئي. تمام پڙهيل ڪڙهيل عورت هئي. سندس مامو عبدالحميد جعفري به هڪ سنو پڙهيل لکيل ۽ سمجهدار ماڻهو آهي. ٻين دوستن ۾ انجينئير عبدالحميد شيخ، انجينئير عبدالحڪيم ميمڻ ۽ مسٽر غلام محمد ميمڻ (ياڻن وارا) سان منهنجي سٺي واقفيت رهي. سنڌ جي ٻن اعليٰ اديبن ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ غلام رباني آگري سان به سٺي واقفيت رهي. مرحوم اقبال بلوچ سيشن جج سان به مائٽي رهي، سي صاحب اعجاز جو سنڌو هو. سندس اولاد موجود آهي ۽ خوش آهي. دادو بابت جن دوستن ڪتاب لکيا آهن انهن ۾ ڏٽي بخش مگسي، محمد عرس سولنگي ۽ محمد نواز رڪڻائي اچي وڃن ٿا. دادو ۾ اهي نوجوان جيڪي اعجاز ۽ ظهير

جا دوست آهن انهن ۾ الاهي بخش سهتو، صلاح الدين پنهور، رياض جوڻيجو، عطاءُ الرحمان ميمڻ، عبدالجليل آخوند، رحمت الله آخوند، نواز عباسي، حيدرآباد جو امداد بانا ۽ ميان موٽڻ جا عبدالمجيد ڏيتو، امام علي ڏيتو، سکيو ابڙو، الطاف ابڙو، راشد سومرو اچي وڃن ٿا، تن سان منهنجي سٺي ڏيٺ ويٺ آهي. اسان جي سيلاني دوست ۽ سفرنامن جي بهترين ليکڪ الطاف شيخ سان اسان جا تمام سٺا تعلقات آهن ۽ ساڳئي وقت خانداني تعلقات به آهن. محترم ڪلثوم چانڊيو ۽ محترم رشيده پنهور دادوءَ مان چونڊيل ايم پي ايز سان خانداني سنو رستو آهي. منهنجي ڪڪين جي ڊاڪٽر ثريا سان سنو دوستانو آهي.

دادوءَ ۾ رهندڙ اسان جي پاڙي ۾ ڪجهه سنا مهاجر ۽ پنجابي خاندان به رهندڙ هئا انهن جي ڇوڪرن ۾ اعجاز ۽ ظهير جا دوست جيڪي هئا انهن ۾ قادر، واحد، نثار، فياض، ساجد، شبير زيدي ۽ ٻيا ڪجهه اچي وڃن ٿا. منهنجن ڪجهه ٻين ساٿين ۾ دواودءَ جا حسين بخش پنهور مولا بخش پنهور ۽ سيف الدين پنهور ۽ ماستر محمد شريف شيخ دڙي وارو هئو. باليشاهه جو واحد بخش ڪلهوڙو به دوست رهيو. سندس عزيز قمر الدين ڪلهوڙي سان به سٺي واقفيت هئي. دادوءَ جي صلاح الدين لاکير، رفيق سرهئي ، عزيز الله پنهور ۽ مقبول پنهور سان به چڱي گهرائپ آهي. منهنجي ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ۽ رئيس ڪريم بخش سان به سڄي عمر دوستي رهي. ساڳيو رستو مولانا غلام محمد گرامي سان به رهيو. منهنجن ڪمدارن ۾ غلام مصطفيٰ ابڙو، علي حسن ابڙو، محمد عرس سينچ، پير بخش ٻڙدي، ڊرائيورن ۽ خاص ڪم وارن ۾ قمر پنهور، ولي محمد سيال، اقبال ڏيتو، شبير لاشاري، محرم سينچ، شهمير پنهور، خالد ڏيتو، امداد ڏيتو، جڙيو ۽ شهزادو ڏيتا، غلام شبير ڏيتو، سڪندر ڊيشڪ، گلزار چانڊيو، ياسين چانڊيو، منير پنهور ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. منهنجن ٻين هارين ۾ ابڙا، ڏيتا، پنهور، ڪاٺيا، ڪوسا، سينچ ۽ سيال اچي وڃن ٿا. ميان موٽڻ جي حاجي صالح ڏيتي ۽ انجي والد سان دوستي هئي ۽ هاڻي سندس پٽن رفيق ۽ فاروق سان سنو رستو آهي.

# سائين جي ايم سيد

محترم جي ايم سيد سان منهنجي تمام پراڻي واقفيت هئي. جڏهن آئون پرائمري اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ پنهنجي پيٽوئي سان گڏجي سن ويو هوس. منهنجو پيٽويو اتي هيڊماستر هو ۽ پاڻ سان گڏ پڙهائڻ ۽ رهائڻ لاءِ وٺي ويو هو. سيد صاحب سان ملاقاتون وڌنديون رهيون ۽ پوءِ گهرائيءَ ۾ تبديل ٿي ويون. مون گهڻي وقت کان اهو پئي سوچيو ته آئون سيد صاحب تي تفصيل سان ڪو ڪم ڪريان، پر وڪالت ۽ سياست جي مصروفيتن جي ڪري مان لکڻ جي ڪم ۾ پٺيان رهجي ويس.

سائين جي وفات کان پوءِ سيد غلام مصطفيٰ شاهه صاحب جيڪو پڻ سنڌ جو هڪ سچو خادم هو ۽ منهنجو گهرو دوست هو ۽ اسان ٻئي، جي ايم سيد صاحب جا ويجها ساٿي ٿي رهياسون. شاهه صاحب پنهنجي انگريزي رسالي "سنڌ ڪوارٽرلي" جو جي ايم سيد نمبر ڪڍڻ جو ارادو ڏيکاريو ۽ ٻين دوستن سان گڏ مون کي ٻه چيائين ۽ اهو زور رکيائين ته مان سيد صاحب تي انگريزيءَ ۾ سندس رسالي لاءِ مضمون لکان.

مون هيٺيون مضمون سيد صاحب جي سنڌ جي حقن لاءِ اٽاريل آواز ۽ سنڌ جي هڪ وڏي عالم ۽ سياستدان جي حيثيت بابت لکيو آهي، ڇاڪاڻ ته هو سچي سنڌي قوم جو باهمت آواز هيو.

مون پنهنجي هن مضمون ۾ پنهنجي ٻئي هڪ انتهائي عزيز دوست ۽ عالم ۽ استاد محترم محمد ابراهيم جوئي جو سيد صاحب جي هڪ تقرير جا انگريزيءَ ۾ پڻ ڪجهه ٽڪر ڏنا آهن. هي منهنجو هڪ ننڍو مضمون آهي. اميد ته اڳيان هلي سيد صاحب تي وڌيڪ ڪم ٿيندو. انهيءَ وچ ۾ مون سيد صاحب جي سؤ سالا سالگرهه جي جشن

جي موقعي تي سنڌ ڪوارٽرلي ۾ ڇپيل سيني مضمونن کي گڏي هڪ ڪتابي صورت ۾ آندو آهي. ڪتاب کي سهيڙي ڇپرائڻ ۾ منهنجي نوجوان دوست ظفر جوڻيجي ۽ منهنجي پٽ پروفيسر اعجاز قريشيءَ جي مدد گهڻي ڀاڱي حاصل رهي.

غلام مرتضيٰ شاهه ولد محمد شاهه عام طور تي ”جي ايم سيد“ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هو صاحب دادو ضلعي جي ننڍي شهر سن ۾ ڄائو هو. سنڌ جي هڪ عظيم سياسي شخصيت هو. منهنجو ساڻس لاڳاپو ننڍي هوندي کان ئي هو، جيئن مون مٿي بيان ڪيو آهي يعني 29-1928ع کان.

جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته پنهنجي پيٽوئي مرحوم علي اڪبر عرف غوث محمد قريشيءَ سان سن ۾ پڙهڻ لاءِ آيو هوس جيڪو مون کي سائين جي ايم سيد ڏانهن وٺي ويندو هو. جي ايم سيد صاحب تڏهن يعني 30-1929ع ۾ ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو صدر هو ۽ سن جو شهر انتظامي طور ڪراچي ضلعي ۾ هو. جي ايم سيد صاحب پنهنجي ٽوئر جون ڊائريون لکندو هو جيڪي فيئر منهنجو پيٽوبو ڪندو هو، جنهن جا هٿ اکر تمام سٺا هوندا هئا. جهڙوڪر موتيءَ جا داڻا. جيڪي سيد صاحب کي تمام گهڻو وڻي ويا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ ڪڏهن ڪڏهن محترم جي ايم سيد اسان وٽ مسٽر عبد الرؤف ميمڻ جي اوطاق تي هلي ايندو هو، جتي اسان رهندا هئاسون. مون کي انهيءَ اوطاق تي ساڻس ملڻ جا ڪيترائي موقعا مليا. چوٿين درجي سنڌي پاس ڪرڻ کان پوءِ مان ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسي ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ ويس. مدرسي کان وٺي وڪالت پاس ڪرڻ تائين سيد صاحب سان وري ڪا خاص ملاقات ڪا نه ٿي.

ڪراچيءَ مان وڪالت پاس ڪرڻ کان پوءِ مون دادوءَ ۾ اچي وڪالت شروع ڪئي ۽ سياست ۾ ڀهرو وٺڻ شروع ڪيو ۽ مون اها سياست سيد صاحب سان گڏ شروع ڪئي. منهنجا تعلقات ساڻس وڌيا

جيڪي سندس وفات تائين هلندا رهيا. دادو اچڻ کان پوءِ مون سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي، جنهن جو صدر ڪامريڊ حيدربخش جتوئي هيو.

سيد صاحب، دادا چيتمل پرسرام جيڪو سنڌي هندو (Stalwart) هئو ۽ جمشيد نسروانجي جيڪو هڪ اعليٰ قسم جو انسان هو، هي سڀ هاري ڪميٽيءَ جا باني هئا. سيد صاحب سان گڏ ڪم ڪرڻ جو اصل مطلب اهو هو ته آئون ڪاليج جي زماني کان وٺي انڊين نيشنل ڪانگريس ڏانهن مائل هئس، جيڪا هندستان جي مکيہ سياسي پارٽي هئي ۽ برطانوي راڄ سان هندستان جي آزاديءَ لاءِ ويڙهہ ڪري رهي هئي. مسلم ليگ جيڪا پڻ ڪانگريس وانگر انگريزن طرفان ناهيل هئي، پر منجهس رڳو وڏا نواب ۽ سردار هئا جن گڏجي انڊين نيشنل ڪانگريس جي خلاف ڪم ڪيو. سيد صاحب اڳيان هلي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ ان جو صوبائي صدر پڻ ٿيو.

سيد صاحب مسلم ليگ کي سنڌ ۾ منظم ڪيو ۽ ان کي مشهور پڻ ڪيو. آخرڪار هن 46-1945ع ۾ مسلم ليگ کي خيرباد چيو. ان کان اڳ ۾ 3 مارچ - 1943ع تي سنڌ صوبائي اسيمبليءَ مان پاڪستان جو ٺهراءَ پاس ڪرايو. سيد صاحب جلدئي اهو محسوس ڪيو ته پاڪستان ٺهڻ سان سنڌ جي مفادن کي سخت نقصان ٿيندو، ڇاڪاڻ ته ڄاگيردار برادري ۽ سرداري نظام سنڌي ماڻهن جي حقن وٺي ڏيڻ جي فائدي ۾ نہ هئا. جلد ئي سيد صاحب بنا وقت وڃائڻ جي محمد علي جناح جي سياست جي خلاف اٿي بيٺو.

پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ سيد صاحب ڪجهہ وقت لاءِ پاسيرو ٿي ويو ۽ ان دور جي سياست کان پڻ پري رهيو. مون کي بنيادي طرح نندي ڪنڊ جي وهاڱي ۾ ڪا بہ دلچسپي نہ هئي ۽ مون جي ايم سيد کي هڪ سنو ليڊر طور ڏٺو. هو سياڻو، باهمت، وسيع نظر سياستدان هو، جيڪو سنڌي ماڻهن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪري رهيو

هو. انهيءَ جذبي تحت مون سيد صاحب سان گڏ هلڻ جو فيصلو ڪيو. اڳتي هلي سيد صاحب هڪ تنظيم "بزم صوفياءِ سنڌ" ٺاهي جنهن جو مقصد سنڌين کي ثقافتي محاذ تي منظم ڪرڻ ۽ جاڳائڻ هو. ان تنظيم جو ڪو بہ سياسي مقصد نہ هيو پر اُها صرف هڪ اهڙي تنظيم هئي جيڪا ماڻهن کي پنهنجي حقن جي ڄاڻ ڏئي ۽ روحاني طور انهن کي پنهنجي ڌرتيءَ بابت ٻڌائي، اِها هڪ روشن خيال تحريڪ هئي. ڪافي سال هلي ۽ ڪاميابيءَ سان هلي. انهيءَ تحريڪ، ان جي جذبي ۽ ماڻهن جي شموليت کي ڏسندي حڪومت کي اها ڳالهہ جيئن تہ نہ آئڙي تنهنڪري سيد صاحب تي سختي ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ڪيس گرفتار ڪري جيل ۾ قيد ڪيو ويو. حڪومت سيد صاحب کي پنهنجو دشمن سمجهيو. سرڪار جي اهڙي بدمعاشي جي باوجود تنظيم ترقي ڪندي رهي، ان جون ڪيتريون ئي گڏجاڻيون باقاعدي ٿينديون رهيون. سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اهي گڏجاڻيون ٿيون پر سن ۾ ان جون گڏجاڻيون گهڻيون ٿيون ۽ مسلسل ٿينديون رهيون. انهن تقريبن تي اچي تقريرن ڪندڙن ۾ خان عبدالغفار خان جهڙا ماڻهو بہ اچي شامل ٿيندا هئا. ان ڪان سواءِ سيد صاحب جي سالگرهہ تي بہ تمام وڏيون گڏجاڻيون ٿينديون هيون، جن ۾ ڪيترائي هم خيال دوست. سنڌ جا سياستدان، اديب، شاعر، استاد ۽ شاگرد اچي گڏ ٿيندا هئا.

1957ع ۾ مولانا عبدالحميد ڀاشاني مشرقي پاڪستان جي سوشلسٽ ليڊر، حسين شهيد سهرورديءَ کان پنهنجا رستا جدا ڪيا ۽ هڪ ٻي سياسي پارٽي ٺاهڻ پئي چاهي. پارٽيءَ جي صلاح مشوري لاءِ هن مغربي پاڪستان مان قومي اڳواڻن کي مشرقي پاڪستان اچڻ جي دعوت ڏني، انهن ۾ جي ايم سيد صاحب، شيخ عبدالمجيد سنڌي، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، غلام محمد لغاري، سيد شمس الدين شاهہ سکر وارو ۽ ٻيا ڍاڪا هليا. مان پڻ ان وفد ۾ گڏ هيس. اتي هڪ نئين قوم پرست ۽ سوشلسٽ رجحان رکندڙ پارٽي

نيشنل عوامي پارٽي قائم ڪئي وئي.

اڳوڻي سرحد صوبي مان خان عبدالغفار خان، بلوچستان مان عبدالصمد خان اڇڪزئي، پنجاب مان ميان افتخار الدين ۽ ميان محمود علي قصوري، ڪراچيءَ مان محمود الحق عثماني ۽ مسٽر محمود علي ان گڏجاڻي ۾ شريڪ هئا.

ان گڏجاڻيءَ ۾ اهو گڏيل طور طئي ٿيو ته مغربي پاڪستان جون قابض سياسي پارٽيون ڪو ڪم نه ڪري سگهيون آهن ۽ ڪو به نتيجو نه ڏئي سگهيون آهن. انهيءَ ڪري اتي موجود سڀني ماڻهن ان نئين پارٽيءَ ۾ شرڪت ڪرڻ قبوليو. انهيءَ دوران اهو پڻ محسوس ڪيو ويو ته خاص طور تي صوبن جا حق ۽ صوبائي خودمختياريءَ بابت ڪا به چڱي پيش رفت نه ٿي سگهي آهي، نه ان جي باري ۾ ڪو رٿيل پروگرام موجود آهي. انهيءَ ڪري ڏسندي سيد صاحب حتمي طور تي اهو فيصلو ڪيو ته سنڌ جا مسئلا تيستائين حل نه ٿيندا جيستائين سنڌ کي پنهنجو بنيادي ۽ واعدو ڪيل 1940ع واري پاڪستان ٺهراءَ مطابق خود اراديت ۽ خود حڪمرانيءَ جو حق نه ملندو. انهيءَ لاءِ سيد صاحب "جيئي سنڌ" جو نعرو ڏنو، جنهن جي معنيٰ آهي ته سنڌ هميشه زنده رهي.

سيد صاحب پنجاب جي رويي ۽ پنجابي سول ملٽري اسٽيبلشمينٽ تي سخت چڙيل هو، ڇاڪاڻ ته اهي سنڌ تي قابض هئا ۽ حڪومت ڪندا هئا ۽ انهن جي ئي هوندي سنڌ پنهنجا سڀ حق ۽ فائدا وڃائي رهي هئي. اڳتي هلي سيد صاحب تمام وڏي شد مد سان ۽ مختلف دليلن ذريعي پنهنجي نئين ڪتاب "سنڌو ديش ڇو ۽ ڇالاءِ" ۾ زور ڏنو جنهن جو اڳيان هلي انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيو.

سيد صاحب جي عظمت انهيءَ ۾ هئي ته هُو هڪ سڌو سنئون، بااصول، ايماندار ۽ باهمت انسان هو. 1954ع ۾ ون يونٽ عمل ۾ آيو. شاهه صاحب پنهنجون سڀ صلاحيتون ون يونٽ خلاف استعمال ڪيون جيستائين ون يونٽ ٽٽو نه. سيد صاحب ان تي تمام گهڻو ڪم ڪيو.

ڪيس جيل ۾ وڌو ويو پر هو پنهنجي جدوجهد کان هڪ انچ به نه هٽيو. آخرڪار سڀني ننڍن صوبن جي محنتن سان غير فطري طور جوڙيل ون يونٽ 1970ع ۾ ٽٽو.

ون يونٽ جي سڄي دور ۾ پنجابي حڪمرانن جي هڪ هٽي هوندي هئي ۽ سنڌ ان جو سڌو سنئون شڪار رهي ۽ تڪليفون سهندي رهي ۽ ڪافي ڪجهه وڃايو. اسانجون زمينون پنجابي فوجي آفيسرن کي ڏنيون ويون. گڊوبئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج جون زمينون ڪين مختلف اسڪيمن ۽ منصوبن تحت ورهائي ڏنيون ويون. اهي ڪين جاگيرون ٿي مليون ڇڻ ته اهو ڪو قرلٽ جو مال هجي! ملڪ ۾ فوجي راڄ هجڻ ڪري ملڪ جي سڀني ڪاتن تي سندن هڪ هٽي هئي. سيد صاحب نه رڳو هڪ تمام وڏو قومي ڪردار ادا ڪيو پر ملڪ جي ٻين صوبن جي غريب ماڻهن کي پڻ سجاڳ ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو. هن ماڻهن جي بهتريءَ ۽ آزاديءَ لاءِ هڪ بنيادي فلسفو ۽ صحيح حڪمت عملي ڏني. سيد صاحب کي وقت بوقت حڪمرانن طرفان حراسان ڪيو پئي ويو ۽ ڪيس بار بار جيل ۾ وڌو پئي ويو ڇاڪاڻ ته انهن اهو سمجهيو پئي ته هو سندن ڪڏهن ڪمن خلاف هڪ رنڊڪ ٿي بيهندو. هن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي خوشحالي. سماجي. ثقافتي ۽ اقتصادي خوشين لاءِ هڪ عملي ميدان هموار ڪيو. هو ڌارين ۽ مقامي ظالم ماڻهن لاءِ پڻ هڪ بنيادي رنڊڪ ٿي بيٺو. هن اصولن تي ڪڏهن به سوديبازي نه ڪئي.

جيتريقدر سندس ذاتي زندگيءَ جو سوال هو ته هو هڪ سادو. صاف گو. سادو پهرېندڙ ۽ سادو کائيندڙ انسان هو. هن ڪڏهن به دنيا جي بدمعاشين ۽ شوبازين ۾ اعتبار نه رکيو. هن وٽان ڪو به مهمان ڪڏهن به بنا ڪاڌي کائڻ جي نه ويندو هو. جيڪي وٽس ساڻس ملڻ ايندا هئا انهن کي هو دل کولي ڀليڪار چوندو هو. سندس فطرت سني. سهڻي. نرم . ملنسار هوندي هئي. هو ماڻهن سان چرچا گهڻا به ڪندو هو.

جيتريقدر سندس علم جو سوال هو ته سندس تاريخ جو اڀياس،

مذهبن جو تقابلي جائزو ۽ علم الانسان جو جواب نہ هو. سندس ڪتاب "جيئن ڏٺو آهہ مون" هڪ تاريخ ۽ فلسفي تي مشتمل ڪتاب هو. انهيءَ ڪتاب مُلن کي لوڏي ڇڏيو. هنن ڪافي گوڙ ڪيو. هن ڪتاب انهن بنياد پرستن کي پڻ لوڏيو جن جو مطالعو مذهب ۽ تاريخ ۾ بلڪل نہ جهڙو هو. سندس ڪتاب "سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ" صاف طور اها ڳالهہ بيان ڪري ٿو تہ پاڪستان ۾ هڪ وڏي صوبي جي اڪثريت واري قوم جا ظالمانہ اپاءُ جيڪي اڄ تائين پڻ قائم آهن، جن بنگلاديش قائم ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌ ۾ سنڌو ديش جهڙي مطالبي کي اڳيان وڌايو. سيد صاحب تصوف ۾ اعتبار رکندڙ هو. تصوف دنيا جي سيني مذهبن ۾ برابري پيدا ڪري ٿو ۽ انسانن ۾ هڪ ٻئي لاءِ ڪابہ نفرت پيدا نٿو ڪري. سيد صاحب کي قرآن شريف تي دسترس حاصل هئي ۽ پنهنجن ڳالهين ۾ هميشہ قرآن جا حوالا ڏيندو هو. ساڳي طرح پاڻ فارسي ٻولي ۽ ادب جو وڏو ڄاڻو هو. هو هر وقت رومي جي مثنوي ۽ حافظ جي ديوان ۽ شاهہ لطيف جي رسالي جو مطالعو ڪندو رهندو هو ۽ ڳالهين ۾ انهن جا حوالا ڏيندو هو.

سيد صاحب 30 سال کن جيل ۾ رهيو. سندس زندگي ننڍي ڪند ۽ سنڌ جي تاريخ جو هڪ اڻ وسرندڙ باب آهي. جيڪو صديءَ جي ٽن چوٿائين تي مشتمل رهيو آهي. سيد صاحب تي گهڻو ڪجهہ لکڻ جي ضرورت آهي. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ تمام گهڻا ڪتاب لکيا، سندس ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" سنڌ جي سماجي تاريخ بابت هڪ اهم ڪتاب آهي. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ اهو بہ هڪ الميو هو تہ سيد صاحب پنهنجا آخري ڏينهن بيمار هوندي جيل ۾ گذاريا، کيس علاج لاءِ ٻاهر نہ موڪليو ويو. آخرڪار هن جناح اسپتال ۾ جيل جي ڪسٽڊيءَ جي هوندي 25 اپريل 1995ع تي دم ڏنو. سيد صاحب پنهنجي وفات سان گڏ پنهنجي پويان پنهنجا لکين پيروڪار، دوست، چاهيندڙ، بلڪ سڄي سنڌي قوم کي ڏک وندڻ لاءِ ڇڏيو. جيستائين

سنڌ قائم دائم آهي سيد صاحب پڻ قائم ۽ دائم رهندو.

## سائين جي ايم سيد ڏانهن ڪجهه خط

محترم سائين جي ايم سيد سان تحريڪي توڙي سماجي ڪمن ڪارين دوران خط و ڪتابت جو سلسلو هلندو رهندو هيو. جتوڻيڪ اهي سڀ خط ملڻ هينئر مشڪل آهن تنهن ڪري هيٺ ڇاٽايل ڪجهه خط جيڪي سائين جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب "ڪجهه خط" ۾ شامل ڪيا آهن، جي تورن سان ڏجن ٿا. خطن ڏيڻ کان اڳ سائين جي ايم سيد منهنجو تعارف هيٺين لفظن ۾ ڪرايو آهي:

مسٽر علي احمد قريشي، بختيارپور جي قريشي خاندان مان آهي. هن وقت دادوءَ ۾ رهي ٿو ۽ درجي اول جو وڪيل آهي، هيءَ گهڻي وقت کان وني هاري ڪاميٽيءَ ۾ اسان سان شامل هو. ان بعد سنڌ متحده محاذ ۾ آيو. هن وقت دادوءَ ۾ پرئڪٽس ڪري، وقت گذاري رهيو آهي. سندس ڪجهه خط هتي ڏجن ٿا:

(1)

پاڪستان نيشنل پارٽي (ضلعو دادو)

دادو 19-02-1957ع

جناب شاهه صاحب، السلام عليڪم، جيئن ته اسان کي موٽر اسٽين وئگن جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ ته ڪانفرنس لاءِ ورڪ ۾ گهرجي، جا ضلعي جي مکيه تعلقن ۾ ورڪرن کي جلدي پهچائي، ان ڪري هن خط ڏسڻ شرط اها موٽر موڪلي ڏيندا.

علي احمد قريشي وڪيل،
سيڪريٽري، دادو

(2)

دادو، 18-07-1957ع

محترم جي ايم سيد صاحب! مون اوهان کي ڪالهه تار رستي

عرض ڪيو هو تہ ڍاڪا لاءِ منهنجي ٽڪيٽ بڪ ڪرائيندا. اميد تہ تار پهتي هوندي ۽ اوهان اهو ڪم ڪري ڇڏيو هوندو.

مهرباني ڪري ان بابت اطلاع ڪندا تہ جيئن آءٌ وقت تي ڪراچيءَ پهچي سگهان.

اوهان جو مخلص
علي احمد قريشي

(3)

دادو، 13-10-1957ع

پيارا شاهہ صاحب! هن چٺيءَ جو آڻيندڙ منهنجو دوست آهي ۽ واپڊا ۾ اوور سيئر آهي. هيءُ ڪاليج ۾ ٽئين سال جي ٽريننگ لاءِ داخلا وٺڻ چاهي ٿو. پر ائين ڪري نٿو سگهي. مهرباني ڪري هن سلسلي ۾ سندس مدد ڪندا. ڪجهہ جونيئر ڪجي ويا آهن. پر هيءُ ڪجي نہ سگهيو آهي. مهرباني ڪري احد حسين، وزير اولهہ پاڪستان کي فون ڪندا.

نوازش. اوهان جو مخلص
علي احمد

(4)

دادو، 17-5-1958ع

پيارا شاهہ صاحب! مون کي معلوم ٿيو آهي تہ ڪجهہ ڏينهن کان اوهان جي طبيعت ٺيڪ نہ آهي. اميد تہ هاڻي چاڪ چڱا ڀلا ٿي ويا هوندا. مون گذريل سال انٽرنيشنل پاسپرٽ ٺهرايو هو. جيڪڏهن ٻاهرئين ملڪ جي ڪا دعوت (Invitation) هجي تہ مهرباني فرمائي منهنجو نالو بہ لسٽ ۾ شامل ڪندا.

اوهان جي مهرباني
مخلص، علي احمد قريشي

# تاج محمد صحرائي

تاج محمد صحرائي ولد نور محمد ميمڻ اٽڪل سال 1922ع ڌاري شڪارپور ۾ ڄائو. ننڍپڻ ۾ هن ڪجهه سنڌي اتي ئي پڙهي، ڪجهه وري سيوهڻ ۾، ڇو جو سندس والد صاحب سيوهڻ ۾ روينيو ۾ ڪلارڪ هو. سيوهڻ ۾ سندس والد ميان نور محمد ٻي شادي ڪئي. جنهن مان ڪيس ٽي پُٽ ٿيا. وڏو تاج محمد صاحب هو. سنڌي پڙهڻ کان پوءِ هن کي وڌيڪ علم پرائڻ جو ذوق جاڳيو. جنهن ڪري ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ ۾ هو هندستان هليو ويو ۽ ڪجهه وقت هندستان گهميو تنهن کان پوءِ موٽي آيو. جيئن تہ سندس ماءُ جو تعلق سيوهڻ سان هو. تنهنڪري پاڻ سيوهڻ ۾ گهڻو وقت رهيو. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ هي سيوهڻ ۾ پرائيويٽ اسڪول ۾ ٽيچر مقرر ٿيو. اتي ڪجهه وقت پڙهايائين. پاڪستان ٺهڻ وقت هندو لڏي ويا. پرائيويٽ اسڪول سڀ بند ٿي ويا. شاگرد بہ گهٽ هئا. نتيجي ۾ اهو ٿيو جو تاج محمد بيروزگار ٿي ويو. انهيءَ کان پوءِ پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان ٿورو ئي اڳ ۾ سنڌ مدرسي ڪاليج جي فرسٽ ايئر آرٽس ۾ داخلا ورتائين ۽ اتي سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو. پاڻ ان وقت ۾ خاڪسار بہ رهيو. هيءَ تحريڪ 1933ع ۾ علامہ عنايت الله مشرقي جيڪو پنجاب جو تعليمي ماهر هئو تنهن شروع ڪئي. اهو زمانو تقريبن 1942/43 جو هو.

جنهن زماني ۾ ٻي مها ڀاري لڙائي لڳي رهي هئي. پاڻ خاڪسار تحريڪ ۾ سالار ٿيو ۽ ڪراچيءَ ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ وڌو ٻهرو وٺندو رهيو. ان وقت ۾ ئي بنگال ۾ تمام سخت ڏڪار پيو ۽ ماڻهو

ائين ئي گهٽين ۾ بُک وگهي مرندا رهيا. ڪراچي مان خاص هڪ ٽيم تيار ڪئي وئي جيڪا بنگال وئي. ٽيم ۾ هي بہ بنگال ويو ۽ اتان اهي ماڻهو ڪراچي آڻڻ ۾ مدد ڪيائين. ان زماني ۾ B.A ۾ پڙهندو هو. B.A پاس ڪيائين. جنگ بہ پوري ٿي وئي ۽ پاڻ اچي سيوهڻ ۾ رهيو. تنهن ڪانپوءِ جلدي پاڪستان جو اعلان ٿيو. پاڻ ان وچ ۾ سنڌي ماستري ڪندو هو. پر جيئن اڳي چئي آيا آهيون تہ پاڪستان برپا ٿيڻ ڪان پوءِ اهي اسڪول بند ٿي ويا تہ پاڻ بيروزگار ٿي پيو. ڪاليج ۾ پڙهڻ جي زماني ۾ اتي هن جي گهڻن شاگردن سان ڏيٺ ويٺ ٿي.

جڏهن پاڪستان جو اعلان ٿيو تہ علامہ مشرقي آرڊر ڪيو تہ سيئي خاڪسار دهلي ۾ گڏ ٿي وڃو ۽ اتي پاڪستان ٺهڻ جي مخالفت ڪريو. تاج صاحب بہ ان تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ دهلي ويو. وري اتي دهلي سرڪار سيني خاڪسارن کي گرفتار ڪيو. تاج صاحب بہ گرفتار ٿي دهلي جيل ۾ ويو. سندس چوڻ موجب اتي خاڪسارن گوڙ ڪيو. جنهن ۾ پوليس اتي گولي هلائي پر هن کي ڪو بہ نقصان نہ رسيو ۽ بچي ويو. تنهن ڪانپوءِ ان کي ڪڍي سنڌ واپس موڪليو ويو. هي 49/ 1948ع جو زمانو هو. پوءِ تاج صاحب بيروزگار ٿي سيوهڻ ۾ رهڻ لڳو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ اسان دادو جي دوستن جهڙوڪ احمد خان لانگاهہ، آخوند شفيع محمد، سيٺ شمس الدين ۽ مون گڏجي هن کي سيوهڻ مان گهرائي دادو ۾ آندو. دادو ۾ اچڻ ڪانپوءِ هتي هڪڙي هفيتوار سنڌي اخبار ڪڍي وئي جنهن جو هن کي Editor مقرر ڪيو ويو ۽ اسان سيئي گڏجي هن جي مدد ڪرڻ لڳاسين. اخبار جو نالو "اظهار" هئو. مگر اها ڪجهہ وقت ڪان پوءِ بند ٿي وئي.

مرحوم تاج صحرائيءَ کي اسڪول برپا ڪرڻ جو وڏو شوق هو. تنهنڪري اسان پنهنجي ماتحت 5 درجن تائين انگريزي اسڪولُ دادو شهر ۾ پنجتنائي هال وٺي، اتي کوليو. تاج صاحب ان جو هيڊ ماستر ٿيو. ان وقت ۾ في تمام گهٽ هئي، بيو ڪو بہ فنڊ نہ هو. جنهنڪري اهو

اسڪول ڏاڍو ڏکيو هلڻ لڳو. چندو چاڙي ڪري اسڪول هلائيندا رهياسين. گورنمنٽ هاءِ اسڪول اڳ ۾ ئي دادوءَ ۾ موجود هو. سيني دوستن گڏجي انهيءَ لاءِ Dadu Educational Societyٺاهي.

شروعات ۾ اسڪول ۾ شاگرد گهٽ داخل ٿيا. پر پوءِ اسڪول درجن جا ڏاڪا چڙهندي ميٽرڪ ڪلاس تائين وڃي پهتو. ٿوري وقت کان پوءِ، هندن جي هڪ پراڻي بلڊنگ هئي، جيڪا گورنمنٽ هاءِ اسڪول وارا Boarding Houseڪري هلائيندا هئا. اڳيان هلي جڏهن گورنمنٽ هاسٽل ٺهرائي ته اها جاءِ خالي ڪئي وئي ۽ اسان يعني Dadu Educational Society ان تي قبضو ڪيو ۽ هاءِ اسڪول ان ۾ شفٽ ڪيو ويو جيڪو اڄ ڏينهن تائين هلي رهيو آهي. جيئن ته اسڪول کي پئسن جي هميشه تڪليف رهندي هئي. تنهنڪري اسان مخدوم طالب المولىٰ هالن واري کي عرض ڪيو ته اسان کي ڪجهه فنڊ ڏيو. جنهن مهرباني ڪري ڏهه هزار رپيا ڏنا. جيڪا تمام گهڻي رقم هئي پر پوءِ به ان اسڪول جو نالو طالب المولىٰ هاءِ اسڪول رکيو ويو. جو پوءِ گورنمنٽ کنيو ۽ هاڻي سرڪار جي حوالي آهي. ڀٽي صاحب جي دور ۾ سڀ خانگي اسڪول سرڪار کنيا هئا.

تاج صاحب هڪ بهترين استاد ۽ ايڊمنسٽريٽر هئو. هڪ وڏو محقق، ڄاڻو ۽ عالم پڻ هو. هن ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. ان کانسواءِ آثار قديمه جو وڏو ڄاڻو هو. سڄي سنڌ ۽ هند گهميو ۽ ڪيترا پٿر وغيره آثار قديمه جا گڏ ڪري رکيائين، جيڪو هڪڙي قسم جو Museum ٺهي پيو آهي.

هو تقرير جو ماهر هو، هڪ تعليمي اداري جي سربراهه جي حيثيت ۾ تمام سنو منتظم پڻ هو ۽ شاگردن کي ڪاپي ڪرڻ کان منع ڪندو هو. سختي کان ڪم وٺندو هو. طالب المولىٰ اسڪول تمام ڪاميابي سان هلايائين، جيڪو اڄ تائين موجود آهي. اهو سندس يادگار آهي.

# سنڌ جي تاريخ جو هڪ ڪارو باب
## اويڪيو پراپرٽي ائڪٽ

1947ع ۾ هندستان جي ورهاڱي تي ٻه جدا ملڪ هندستان ۽ پاڪستان وجود ۾ آيا. ورهاڱي جي اعلان کان ڪجهه وقت اڳ ۽ انهي دوران هندستان ۽ پاڪستان ۾ جهيڙا ۽ خون ريزي ٿيندي رهي. نتيجي طور لکن جي تعداد ۾ هندستان ۾ رهندڙ مسلمان (جيڪي گهڻي ڀاڱي اردو ڳالهائيندڙ هئا) پاڪستان لڏي اچڻ لڳا ۽ ساڳئي نموني پاڪستان ۾ رهندڙ هندو خاص طور تي سنڌي هندو جن جي سنڌ ۾ گهڻائي هئي سي هندستان ڏانهن لڏڻ لڳا. هتان لڏي ويندڙ هندو پنهنجون سڄيون ملڪيتون يعني اڪثر ڪري شهري ملڪيتون جن ۾ صنعتون، ننڍا وڏا ڪارخانا ۽ دڪان ۽ ٻيا ڪاروبار شامل هئا ڇڏي روانا ٿيا. ساڳئي طريقي سان پنهنجون زرعي زمينون پڻ ڇڏي هندستان روانا ٿيا. انهي دوران اهڙين حالتن کي ڏسندي حڪومت پاڪستان مختلف قاعدا قانون پاس ڪيا ۽ صوبن کي پڻ قاعدن قانونن پاس ڪرڻ جي هدايت ڪئي.

1950ع ۾ سنڌ حڪومت هڪ قانون ”سنڌ پناهگير ايڪٽ“ (زمينن جي حقن جي ريجسٽريشن) منظور ڪيو جنهن کي بعد ۾ ”1950ع جو سنڌ ايڪٽ II“ جو نالو ڏنو ويو. هن قانون تحت هر اهو پناهگير جيڪو مشرقي پنجاب، دهلي ۽ پنجاب جي ٻين رياستن جهڙوڪ پٽيالا، الور، ڀرتپور ۽ بيڪانير (يوپي، حيدرآباد دکن ۽ ٻئي ڪنهن جڳهه کان لڏي آيل ماڻهن کي اهڙو حق حاصل نه هو.) مان لڏي ايندڙ سيني ماڻهن کي ان قسم جو حق ڏنو ويو ته هو اهڙي دعويٰ داخل

ڪن تہ هو هيتري يا هيتري ملڪيت هندستان ۾ ڇڏي آيا آهن تہ جيئن کين اوتري ملڪيت هن ملڪ ۾ ڏني وڃي. اهڙي ڪليم لاءِ (دعويٰ) هڪ ڇپيل فارم قسم نامي سان گڏ پيري ڏيڻو هو.

ڪليم ڪمشنر جيڪي هن ملڪ ۾ خاص طور سنڌ ۾ مقرر ڪيا ويا هئا تن ۾ گهڻائي خود اردو ڳالهائيندڙ ۽ هندستان مان ايندڙن جي هئي. انهيءَ دور ۾ اڻ ڳڻيا ڪليم فارم داخل ڪيا ويا. خاص طور تي عورتن جي نالي ۾. انهن ڪليمن جي گهڻائي ڪوڙن ۽ غلط ڪليمن جي هئي. ڪليم ڪمشنرن طرفان اهي سڀ ڪليم رشوت جي بدلي ۾ بحال ڪيا ويندا هئا. انهن ڪليمن لاءِ ڪو بہ دستاويز يا ثابتي نہ ڏني ويندي هئي. چاڪاڻ تہ لڏي ايندڙ ماڻهن وٽ ڪي بہ دستاويز نہ هوندا هئا. نہ ڪو وري اهي ضروري سمجهي ورتا ويندا هئا پر پئسن جي عيوض اهو ڪم ٿي ويندو هو. حقيقت ۾ پاڪستان ٺهڻ وقت ئي رشوت جي لعنت شروع ٿي وئي هئي. انهن ڪليمن جي بحال ٿيڻ تي کين ڪافي اهم پراپرٽيءَ جو حق ملي ويندو هئو. اها پراپرٽي/ملڪيت ڇڏي ويندڙ سنڌي هندن جي هئي جنهن کي اويڪيو پراپرٽي يعني ڇڏيل (متروڪ) ملڪيت چيو ويندو هئو. اهو سلسلو ڪافي وقت تائين هلندو رهيو. ڪافي وقت تائين ملڪ ۾ ڪا بہ جٽادار حڪومت ڪونہ هوندي هئي. هر وقت حڪومت ۾ تبديلي ايندي رهندي هئي.

1956ع ۾ آخرڪار (Rehabilitation Law) جي نالي سان قانون پاس ٿيو جنهن تحت لڏي ايندڙن کي (آباد) Rehabilitate ڪرڻ جو چيو ويو. جلد ئي 1957ع ۾ وري هڪ ٻيو قانون پاس ٿيو جنهن کي "ڇڏيل ملڪيت بابت پاڪستاني انتظامي قانون" (Pakistan Administration of Evacue Property Act) چيو ويو.

انهن قانونن تحت اويڪيو پراپرٽي بابت Rehabilitation آفيسر ۽ ڪسٽوڊين مقرر ڪيا ويا. اهي سڀ جا سڀ اردو ڳالهائيندڙ ۽ هندستان مان لڏي ايندڙ پناهگير (مهاجر) هئا. انهن قانونن تحت هڪ

اهڙو Provision هئو جنهن کي Intending Evacuee چيو ويندو هئو يعني پاڻ هاڪاري ملڪيت ونندڙ هيو. ان قانون تحت انهيءَ پراپرٽي بابت مقرر ڪيل آفيسر يا ڪستودين ڪا بہ ملڪيت "ڇڏيل (متروڪ) ملڪيت" ظاهر ڪري سگهيو ٿي. جيتوڻيڪ ان جو مالڪ هندو اجا پاڪستان ۾ هجي ۽ هندستان لڏي نہ ويو هجي ۽ هتي ئي رهندو هجي. اهو هڪ اهڙو قانون هئو يا انهيءَ قانون جي اهڙي شق جيڪا بدديانتيءَ تي ٻڌل هئي تہ جيڪڏهن ڪو بہ هندستان ڀلي لڏي نہ ويو هجي، ان جي ملڪيت کي (متروڪ) ڇڏيل ملڪيت قرار ڏئي سگهجي ٿي ۽ انهيءَ هندو خاندان کي پنهنجي ملڪيت کان آجو ڪري ڇڏجي. اهڙي قسم جا تمام گهڻا ڪيس ٿيا. انهيءَ سان گڏ انهيءَ قانون تحت هڪ ٻي اهڙي قانوني سازي ڪئي وئي تہ جيڪڏهن ڪو هندو ڀرين مارچ 1947ع کان پوءِ لڏي ويو بہ تہ ان جي ملڪيت کي Evacue Property (متروڪ) ڇڏيل ملڪيت سمجهبو. هتي هڪ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڀرين مارچ 1947ع آخر ڇو مقرر ڪئي وئي ۽ ڇو نہ آگسٽ يا آگسٽ کان پوءِ، جڏهن پاڪستان ٺهيو؟

انهن قانونن جو نتيجو اهو نڪتو تہ جن مقامي مسلمانن ڀرين مارچ 1947ع کان پوءِ هندن کان ملڪيت خريد ڪئي هئي تن کي پنهنجن انهن خريد ڪيل ملڪيتن تان هٿ ڌوئڻا پيا ۽ ڪين اهي وڪري وارا دستاويز (Sale Deed) انهن ڪستودين آفيسرن کان ڪنفرم ڪرائڻا پيا. تمام گهٽ اهڙن دستاويزن کي ڪنفرم ڪيو ويو ۽ تمام وڏي گهڻائي کي رد ڪيو ويو. هڪ ڪستودين تہ ائين چوندو هو تہ جن مسلمانن اِها ملڪيت خريد ڪئي آهي، سي سڀ سب رجسترار اڳيان 50 سيڪڙو پئسا نہ ڏيندا تہ اهي دستاويز رد ڪيا ويندا. مقامي هندن کي خاص طور تي انهن قانونن جو نشانو بنايو ويو.

سڄي اويڪيو پراپرٽيءَ کي گڏ ڪري هڪ "اويڪيو پول" (متروڪ املاڪ پول) ٺاهيو ويو. 1958ع ۾ هڪ ٻيو ائڪٽ جنهن

جو نالو "در بدر ماڻهن جو زمين ائڪٽ" (Displaced Persons Land Settlement Act) هو. جيڪو پاس ڪيو ويو. جنهن تحت پناهگيرن کي آباد ڪرڻو هئو. ان قانون کان اڳ ۾ ئي يو پي ۽ حيدرآباد دکن کان لڏي آيل ماڻهن کي اڳواٽ ئي پناهگيرن جو درجو ڏنو ويو. انهن کي به ڪليم داخل ڪرڻ جو حق ڏنو ويو. دکن جي جاگيري ڪليمن جو پڻ ڪين حق ڏنو ويو. يو پيءَ ۾ زمينداريءَ جو ڪليم ورهاڱي کان اڳ ۾ ئي ختم ٿيل هو. پر ان جي باوجود به ڪين مالِ غنيمت جو حق ڏنو ويو. جنهن تحت هو پنهنجي ملڪيت ناهي سگهيا ٿي. 1958ع جي متئين ائڪٽ تحت سڄي زرعي زمين کي اوبڪيو (متروڪ) زمين قرار ڏئي لڏي ايندڙ پناهگيرن کي ڏني وئي جن کي بعد ۾ "هندستان مان دربدر ٿي آيل ماڻهن" جو نالو ڏنو ويو. انهيءَ بنياد تي سندن ڪليم رجسٽر ڪيا ويا ۽ بعد ۾ اهي ڪليم 1950ع واري ائڪٽ تحت ڪنفرم ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح ساڳي قسم جو ائڪٽ 1952ع ۾ خيرپور رياست ۾ پڻ آندو ويو. 1958ع واري مٿي ڄاڻايل ائڪٽ جي سيڪشن 2 تحت سڄي اوبڪيو (متروڪ) زمين پناهگيرن کي ڏيڻي ڪئي وئي. ان ائڪٽ تحت ڪيٽربون ئي اسڪيمون ناهيون ويون. ائڪٽ جي سيڪشن 4 تحت تمام گهڻا Settlement ۽ Rehabilitation آفيسر مقرر ڪيا ويا. 1958ع واري ائڪٽ تحت جيڪا اوبڪيو زمين مرڪزي حڪومت ۽ اڳيان هلي مغربي پاڪستان جي حڪومت پاڻ وٽ رکي ۽ بعد ۾ انهيءَ لاءِ Compensation Pool ٺاهيو ويو ۽ ان ۾ رکي وئي. ان پول مان اها زمين پناهگيرن کي ڏني وئي. انهن قانونن ۽ اسڪيمن تحت مقامي هارين کي هڪ ايڪڙ به نه ڏنو ويو. جيڪي ان لاءِ پنهنجو رت ڏيندا رهيا. جڻ ائين لڳي رهيو هو ته پاڪستان ٺهڻ ۾ سنڌين جو ڪو به هٿ نه هيو.

تمام گهڻا ڪليم ڪوڙن قسم نامن تحت بحال ڪيا ويا. نتيجي طور هزارين ايڪڙ زمين حيدرآباد دکن ۽ يو پيءَ مان لڏي ايندڙ نوابن کي الاٽ ڪئي وئي. حقيقت ۾ زمين جو گهڻو حصو انهن غريب

هارين ۽ مقامي نندين آبادگارن کي ڏنو ويو ها جيڪي اڳ ۾ ئي کيڙي ڪائيندا هئا.

هندستان مان آيل هاشم رضا، پير احسان الدين ۽ محمد مسعود جيڪي پاڻ وڏا آفيسر هئا انهن گڏجي اهي اسڪيمون ٺاهيون. انهيءَ دوران مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن کي ضم ڪري ون يونٽ ٺاهيو ويو ۽ جلد ئي ايوب خان ملڪ جون واڳون سنڀالي مارشل لا نافذ ڪئي. حقيقت ۾ هندن جي ڇڏيل ملڪيت تمام گهٽي هئي جيڪا هر ايندڙ پناهگيرن کي ڏني وئي. انهيءَ ڳالهه کي ڏسندي ايوب خان هڪدم 1961ع ۾ مارشل لا ريگوليشن 89 لڳايو ۽ اهڙن ڪوڙن ڪليمن کي روڪايو ۽ اهو حڪم جاري ڪيائين ته اهڙن ڪليمن جي Entitlement ۽ حقداري کي وري ٻيهر جاچ پڙتال ۾ آندو وڃي، جن پناهگيرن کي وڌيڪ زمين اچي وئي آهي اها واپس ڪئي وڃي ۽ ان ڇڏيل واڌو زمين کي واپس اويڪيو پول ۾ نه آندو وڃي.

مارشل لا ريگوليشن 89 ۾ ترميم ڪري مارشل لا ريگوليشن 91 آندو ويو. جنهن تحت موٽايل واڌو زمين واپس آئي ۽ اها جيڪڏهن ساڳيا ماڻهو خريد ڪرڻ چاهين ته اهي 300 في روپيا ايڪڙ خريد ڪري سگهن ٿا. جيڪا رقم سال ۾ ٻن قسطن ۾ ڏيڻي پوندي ۽ 6 سالن اندر 12 قسطن ۾ ڏئي سڄي رقم پوري ڪبي. هيءُ قانون پڻ ڪليم حاصل ڪندڙن لاءِ اهم موقعو هو. پر ان جي باوجود هارين کي ڏيڻي ڪئي وئي. اهو ان اسڪيم جو هڪ Redeeming پهلو هو. ايوب خان هڪ دفعي اهو چيو ته جيڪڏهن مان انهن ٻاهران ايندڙ ماڻهن جا ڪليم ڪين مطمئن ڪرڻ لاءِ ڏيندو وتندس ته سڄو پاڪستان به پورو ڪو نه پوندو. اهڙيءَ طرح اهو باب اتي پورو ٿيو.

حقيقت ۾ انهن ڪليمن ۽ اويڪيو پراپرٽيءَ جي ڏيڻ سان ملڪ ۾ ڪرپشن جو بنياد پيو. ڪليمي رات وچ ۾ ڪروڙپتي ٿي ويا. انهن اها ملڪيت مفصل ۾ وڪرو ڪئي ۽ ان جي جاءِ تي هنن ڪراچي، حيدرآباد

۽ ٻين وڏن شهرن ۾ وڏا پلاٽ، بنگلا، جڳهيون خريد ڪيون. اهو سڀ ڪجهه زرعي ملڪيت جي حاصل ڪرڻ ۽ وڪرو ڪرڻ وسيلي ڪيو ويو.

جيڪڏهن شهري ملڪيت ڏانهن نظر ڦيرائبي تہ جيئن 1958ع ۾ وارو لينڊ سيٽلمينٽ وارو ائڪٽ پاس ٿيو، ساڳيءَ طرح شهري ملڪيت بابت پڻ اهڙو ائڪٽ پاس ڪيو ويو هو، جنهن جو نالو هو "دربدر ٿيندڙ ماڻهن لاءِ (Compensation and Rehabilitation Act) ائڪٽ نمبر 28 (1958ع)" پاس ڪيو ويو. جيئن زرعي زمين جا ڪليم پريا ويا اهڙي نموني شهري ملڪيت جا ڪليم پڻ هندستان مان لڏي آيل ماڻهن کي پرڻا هئا. شهري ملڪيت جا اهڙا ڪئين ڪليم. ڪليم ڪمشنرن جي نوڪرين ۾ اچڻ کان اڳ ۾ ئي پريا ويا. ڪليم ڪمشنر انهن قسم نامن جي بنياد تي (جيڪي 1958ع جي ائڪٽ تحت ڏنا ويا هئا) کي بحال ڪيو ۽ ان جي قدر (Value) مطابق انهيءَ شهري ملڪيت ۾ پڻ تمام گهڻا ڪوڙا ۽ وڌايل ڪليم ڏنا ويا، جن جي ڪا بہ حقيقي ثابتي موجود ڪونهي. اهو ائڪٽ ان لاءِ پاس ڪيو ويو تہ جيڪي ماڻهو هندستان مان پنهنجون ملڪيتون ڇڏي هندستان ۾ پيچ داهہ دوران هتي آيا انهن کي ڏنيون وڃن. اسان کي اها چڱيءَ طرح خبر آهي تہ اهي پناهگير جن وٽ هندستان ۾ بہ گهر بہ ڪو نہ هو تن کي هتي (پاڪستان ۾) بدلي ۾ ڪيترائي گهر ۽ پلاٽ ڏنا ويا. انهيءَ ملڪيت سان سڄيءَ سنڌ ۾ ڪليم ڪمشنرن ۽ بحالي (Rehabilitation)آفيسرن ۽ ڪسٽوڊين پنهنجي مرضيءَ سان زمينون ۽ ملڪيتون پئي ورهايون ۽ چاڪاڻ تہ هو تمام وڏا آفيسر مقرر ٿيا ۽ خود لڏي آيل پناهگير هئا. تنهن ڪري ان پوزيشن جو فائدو وٺندي ان ائڪٽ تحت ڪيترين ئي اسڪيمون ناهيون ويون. جيڪڏهن انهيءَ قانون تحت شهري ملڪيت کي وڪڻو هيو. مقامي ماڻهو جن جا ڪي بہ ڪليم نہ هئا. شهري ملڪيتن حاصل ڪرڻ لاءِ حق بجانب هئا پر انهن کي گهر ڏيڻ لاءِ ڏهہ هزار رپيا ملهہ مقرر ڪيل هو. اهي مقامي ماڻهو جيڪي هتان جا بنيادي

حقي رهواسي هئا ۽ مسلمان هئا انهن کي دڪانن حاصل ڪرڻ جو ڪو به حق ڪو نه هو پلي اها ڪيتري به قيمت واري ڇو نه هجي. پلي اها ملڪيت ڪين ورهاڱي کان اڳي وٽن ڇو نه هجي!! ڪيڏي نه افسوس جوڳي ڳالهه آهي!! ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ وڏيون عمارتون، دڪان ۽ وڏيون اڇيون هوٽلون، سئنيما گهر سڀ ڪليمين کي نيلام ذريعي ڪين ڏنا ويا ۽ ڪين پئسن ڏيڻ لاءِ اها اجازت ڏني وئي ته هو Compensation Books جيڪي ڪين ڏنا ويا ذريعي پنهنجن ڪليمن جي مد ۾ پئسا ڏين. تنهن ڪري ڪو به مقامي ماڻهو اهڙن نيلامن ۾ حصو نه وٺي سگهيو. مقامي ماڻهو صرف 10 هزار روپين تائين ملڪيت حاصل ڪري سگها ٿي، پر هر ملڪيت جو ملهه ڏهه هزار کان مٿي رکيو ويو ته جيئن ڪو به سنڌي ان کي حاصل نه ڪري سگهي.

مٿين سيني حقيقتن کي نظر ۾ رکندي اها هڪ انتهائي حيرت انگيز ۽ افسوسناڪ ڳالهه آهي ته اهي سڀ پناهگير جيڪي اڄ پاڻ کي "مهاجر" سڏائين ٿا ۽ چون ٿا ته ڪين ڪجهه به نه مليو آهي (؟!)

# سنڌ هاري ڪاميٽي جا اجلاس ۽ ڪانفرنسون

سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي پليٽ فارم تان سنڌ جي هارين جي حقن خاطر سنڌ جي قومي ڪارڪنن تاريخي جدوجهد ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ اسيمبليءَ 1950ع ۾ سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪيو. ان کان پوءِ مختلف وقتن تي زرعي سڌارن آڻڻ جا اعلان پڻ ڪيا ويا. جيتوڻيڪ زرعي سڌارن سان وڏيرن ۽ جاگيردارن تي ڪو خاص فرق ڪو نه پيو ڇاڪاڻ تہ هو اسيمبلين ۽ حڪومتن ۾ هئا. پر پوءِ بہ اهي سڌارا هاري ڪاميٽي جي جدوجهد ۽ تحريڪن جو نتيجو چئي سگهجن ٿا. مان پنهنجي وت ۽ وس آهر هاري ڪاميٽي جي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيس. هيٺ انهن اجلاسن ۽ ڪانفرنسن (جن ۾ مان شريڪ ٿيس) جو احوال سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي منٽس بڪ (ڪارروائي رجسٽر) تان ڏجي ٿو:

## نائين ساليانی ڪانفرنس

دادو 3 کان 5 مارچ 1950ع

هن ڪانفرنس ۾ پوري سنڌ مان ڊيليگيٽس شرڪت ڪئي، پهرئين ڏينهن مرحبا ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي جنهن جو چيئرمين مسٽر علي احمد قريشي کي چونڊيو ويو ۽ ميمبر تاج محمد صحرائي. نور محمد انصاري، محمد موسيٰ ۽ محمد بخش مشوري چونڊيا ويا. ٻئي ڏينهن عهديدارن جي چونڊ ڪئي وئي. چونڊن جي نگرانيءَ لاءِ وقتي چيئرمين سائين جي ايم سيد کي چونڊيو ويو جڏهن تہ حيدربخش جتوئي (پريزيڊنٽ) عبدالقادر (جنرل سيڪريٽري)، جوائنٽ سيڪريٽري لاءِ غلام محمد لغاري ۽ عبدالخالق آزاد، وائيس پريزيڊنٽ لاءِ مولوي

نذير حسين جتوئي ۽ شمس الدين شاهه ۽ خزانچي لاءِ مولوي محمد معاذ يڪراءِ چونڊيا ويا.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ عهديدارن کان سواءِ هر ضلعي مان ٻه ميمبر پڻ کنيا ويا جنهن موجب دادو ضلعي مان سائين جي ايم سيد ۽ علي احمد قريشي کي ميمبر طور کنيو ويو. ٽئين ڏينهن ڪانفرنس جو کليل اجلاس ٿيو.

ڪانفرنس جو افتتاح پنجاب جي مشهور هاري ليڊر ڪامريڊ فيروز الدين منصور ڪيو. مسٽر علي احمد قريشي چيئرمن مرحبا ڪاميٽي، دادو ضلع جي خاص مسئلن تي تقرير ڪئي ۽ هارين ۽ اڳواڻن جي مرحبا ڪئي.

ڪانفرنس جي صدارت لاءِ رفيق حيدربخش جتوئي منتخب ڪيو ويو. جنهن ڪانفرنس جي ڪارروائي هلائي ۽ صدارتي تقرير ڪئي. مختلف ٺهرائن تي هيٺين رفيقن تقريرون ڪيون:

ڪامريڊ عبدالقادر، عبدالخالق، غلام محمد لغاري، مولوي عزيز الله، قاضي فيض محمد، محمد بخش مشوري، گاجي خان مشوري، سيد غلام مرتضيٰ شاهه، نور الله ڏاهري، تاج محمد صحرائي، مولوي تاج الدين (پدعيدن)، شمس الدين شاهه، مولوي حبيب الله شهداد ڪوٽي.

افتتاح کان اول، مخدوم محي الدين (دڪني) جي لکيل گيت، (يہ جنگ هي، جنگ آزادي، آزادي کي پرچم کي تلي) ڪورس ۾ پڙهيو ويو ۽ مولوي شهداد ڪوٽي "هاري گيت" مان گيت پڙهيا. هيٺيان ٺهراء يڪراءِ پاس ڪيا ويا:

**ٺهراءُ پهريون**: زمينداري ۽ جاگيرداري کي ختم ڪريو.

سنڌ ۽ پاڪستان جي حڪمرانن طرفان ڪيترا دفعا زمينداري ۽ جاگيرداري ختم ڪرڻ جا نعرا لڳايا ويا. انهن جي اصليت ۽ حقيقت هن کان وڌيڪ ڪجهه نہ آهي تہ عوام کي ڌوڪي ۽ فريب ۾

رڪي پاڻ ڏانهن متوجهه رڪن ۽ زميـنداري ۽ جاگـيرداري جي ظالـم سرشتي خلاف وڌندڙ نفرت ۽ حقارت ۽ هارين جي منظم تـحريـڪ کي روڪين. هن حقيقت کي اڳيان رکي ڪري سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌ جي هارين کي اپيل ٿي ڪري تہ زميـنداري ۽ جاگيرداري کي بـنا مـعاوضـي ختم ڪري زمين کي قومي ملڪيت بنائي عام هارين ۾ ورهائڻ واري تحريڪ کي وڏيڪ مضبوط ڪن ۽ زميـنداري ۽ جاگـيرداري ظـلمن. ڏاڍاين ۽ ڦرلٽ خلاف عملي جدوجهد ڪن. ان سان گڏ سـنڌ هـاري ڪاميٽي سنڌ ۽ پاڪستان جي حڪومتن کان مـطالـبو ٿـي ڪـري تـہ زميـنداري ۽ جاگيرداري کي مڪمل طرح بنا معاوضي ختم ڪيو وڃي.

**ٺهراءُ ٻيو:** هاري ليڊرن کي آزاد ڪيو يا ڪليل ڪورٽن ۾ ڪيس هلايو.

سنڌ جي تيهن لکن هارين جي جماعت سنڌ هاري ڪاميٽي جي مخلص اڳواڻن مولوي نذير حسين ۽ عبدالواحد سومرو جي سـنڌ سـيفـٽـي ائڪٽ جهڙي ڪاري قانون هيٺ گرفتاري ۽ نـظر بـندي خـلاف سـخت نفرت ۽ حقارت جو اظهار ڪندي هي ڪانفرنس اظهار ٿي ڪري تہ هـاري ليڊرن جون گرفتاريون سنڌ جي وزيرن خاص طرح قـاضـي فـضـل الله ۽ رجعت پسندن جي سردار مسٽر کهڙي جي ذاتي ضد ۽ مخالفت جو نتيـجو آهن. هنن پنهنجي ختم ٿيندڙ وقار کي بچائڻ لاءِ هارين جي لـيڊرن کـي ناجائز طرح سنڌ سيفٽي ائڪٽ هيٺ اڙايو آهي. سـنڌ حـڪـومـت هـاري ليڊرن کي گرفتار ڪري هاري تحريڪ تي جارحانہ حملو ڪيو آهي جنـهـن کي هي ڪانفرنس سخت اکرن ۾ نندي ٿي ۽ مطالبو ٿي ڪـري تـہ هـاري ليڊرن کي جلد ۾ جلد آزاد ڪيو وڃي يا مٿن ڪـلـيـل ڪـورٽ ۾ ڪـيـس هلايو وڃي. ان سان گڏ هي ڪانفرنس هي بہ مطالبو ٿي ڪري تہ حـڪـيـم محمد موسيٰ ۽ غلام محمد لغاري تي جيڪي ڪيس هلـي رهـيـا آهـن اهي سڀ واپس ورتا وڃن ۽ ميهڙ جي سب انسپڪٽر ۽ ڪنري جي سب انسپيڪٽر کي سسپينڊ ڪري مٿن انڪوائري ڪرائي وڃي. ميـهـڙ جي

صوبيدار جنهن حڪيم محمد موسيٰ کي جيل ۾ مارڪٽ ڪرائي هئي ۽ بي عزت ڪيو هوان کي جوڳي سزا ڏياري وڃي.

**ٺهراءُ ٽيون: سنڌ حڪومت ۾ عدم اعتماد**

هي ڪانفرنس مطالبو ٿي ڪري ته پاڪستان حڪومت جلد ۾ جلد نئون جمهوري آئين تيار ڪري، حق خود اختياري ۽ هر بالغ کي ووٽ جي حق جي بنياد تي نيون چونڊون ڪرائي. سنڌ جي تيهن لکن هارين ۽ عوام کي سنڌ وزارت ۽ رجعت پسند ليگي ليڊرن تي ڪو به اعتماد ڪونه آهي، جن پنهنجي 4 سالن جي دور حڪومت ۾ چورن، ڌاڙيلن ۽ رشوت خور ڪامورن جي مدد سان سنڌ جي عوام کي پيئي ڦريو لٽيو آهي ۽ سنڌ سيفٽي ائڪٽ جهڙن ڪارن قانونن ذريعي عوام تي حڪومت ڪندا آيا آهن. هي ڪانفرنس مطالبو ٿي ڪري ته موجوده وزارت کي جلد از جلد معطل ڪري صوبي ۾ نيون چونڊون ڪرايون وڃن.

**ٺهراءُ چوٿون: سياسي ٺهراءَ**

اڄ جڏهن بين الاقوامي پيماني تي سرمائيداري ۽ جاگيرداري جي ختم ٿيندڙ سرشتي ۽ نئين اڀرندڙ عوامي جمهوريت ۽ سوشلسٽ سرشتي جي وچ ۾ موت ۽ حيات جي ڪشمڪش ۽ جدوجهد هلي رهي آهي. دنيا جون سڀ سلطنت پرست طاقتون جن جي اڳواڻي انگريز ۽ امريڪي سرمائيدار ڪري رهيا آهن. انسانيت کي غلام بنائڻ ۽ عوام کي لٽڻ ڦرڻ لاءِ ٽين عالمگير لڙائي جا شعلا ڀڙڪائي رهيا آهن ۽ مجرمانه جنگي سازشون ڪري رهيا آهن. ان جي مقابلي ۾ دنيا جا آزاد ۽ امن پسند عوام سوويت روس ۽ عوامي جمهوريه چين جي هيٺ غلامي ۽ ڦرلٽ خلاف ۽ پائدار امن قائم ڪرڻ لاءِ ملڪي ۽ غير ملڪي سرمائيداري، جنگ بازن جي خلاف مورچو ناهي رهيا آهن. هن ڪشمڪش ۾ رجعت پسند ۽ امن دشمن سلطنت پرستن کي شڪست

مٿان شڪست ملي رهي آهي ۽ فتح ۽ ڪامراني آزادي پسند عوام جا قدم چمي رهي آهي. اڄ برما، ملايا، ويٽ نام، فرانس، اٽلي ۽ هندستان جا عوام اهائي لڙائي وڙهي رهيا آهن.

دنيا جي ٻين سرمائيداري ۽ نيم غلام ملڪن وانگر پاڪستان ۾ به هن ڪشمڪش جو آغاز ٿي چڪو آهي. پاڪستان جو سرمائيدار جاگيردار حڪمران طبقو عوام کي ڏوڪي ۽ فريب ۾ رکي عوام جو توجهه اصلي مسئلن کان هٽائي انگلو امريڪي سلطنت پرستن جي غلامي ۽ ٻانهپ قبول ڪري چڪو آهي. ملڪ ۾ وڏا ۽ بنيادي ڪارخانا قائم نه ڪري نهايت بي شرمي سان ٻاهرين شاهوڪارن کي سرمائي لڳائڻ جي دعوت ڏئي رهيو آهي. انگريزي امريڪي سلطنت پرستن جي جنگي سازشن ۾ برابر شريڪ ٿي رهيو آهي. ملڪ جي دولت جو گهڻو حصو جنگي تيارين ۽ فوج تي خرچ ڪري عوام تي ڳريون ٽيڪسون مڙهي کين بکيو مارڻ تي تيار ٿي ويو آهي. حڪومت جي اهم سرڪاري جڳهن تي انگريز ۽ غير ملڪي قابض آهن.

پاڪستان کي برٽش ڪامن ويلٿ ۾ رکي عوام جي جمهوري آزادي کي وڪيو ويو آهي. سلطنت پرستن جي اشاري تي، برما، ملايا ۽ ٻين آزادي پسند عوام جي تحريڪ آزادي کي ڪچلڻ لاءِ روپيا ۽ پوليس موڪليا ٿا وڃن. اسٽرلنگ حلقي ۾ رهي ڪري روپيه جي قيمت نه گهٽائڻ ڪري ڪو فائدو نه ٿيو آهي، بلڪ ملڪ جي زرعي پيداوار ۽ ڪچي سامان جون قيمتون ڪري پيون آهن ۽ ٻاهرين هلڪي مال جو قيمتون ان جي مقابلي ۾ ڪو نه گهٽيون آهن. انهيءَ ڪري ملڪ ۾ بک ۽ افلاس ۽ بي روزگاري وڌندڙ آهن ۽ معاشي بدحالي اگرو روپ اختيار رهي آهي. مگر تڏهن به وڏي بي شرمي سان ليگي حڪمران غير جانبداريءَ جو دم ڀري رهيا آهن!

سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌ جي هارين کي اپيل ٿي ڪري ته دنيا جي ٻين ملڪن جي عوام وانگر، پاڪستان جي مزدور طبقي جي

رهنمائي ۾ منظم تي هيٺين مطالبن لاءِ جدوجهد ڪري زمين ۽ بي روزگاريءَ جي لڙائي ۾ فتح حاصل ڪن.

1. انگريز سلطنت پرستن جي "ڪامن ويلٿ" مان ٻاهر نڪري پاڪستان ۾ مڪمل آزاد ۽ عوامي جمهوريت قائم ڪئي وڃي.
2. انگريز - امريڪي سامراجين جي جنگي منصوبن کي خاڪ ۾ ملائڻ ۽ ٽين جنگ کي روڪڻ لاءِ انهن سان تعلقات ٽوڙي پاڪستان عوامي ڪئمپ جنهن جي رهنمائي سوويت روس ۽ آزاد چين ڪري رهيا آهن، ان ۾ شامل ٿيڻ.
3. زمينداري ۽ جاگيرداري جي دقيانوسي سڙيل سرشتن کي بنا معاوضي جي ختم ڪري قومي ملڪيت بنائي زمين هارين ۾ ورهائڻ.
4. وڏيون صنعتون ۽ ڪارخانا قومي ملڪيت بنائي مزدورن جي نگرانيءَ ۾ هلايا وڃن.
5. انگريزن جي مڙهيل "شاهي ترجيحن" کي ختم ڪري سوويت يونين ۽ عوامي جمهوريتن سان تجارتي ۽ سياسي معاهدا ڪيا وڃن.

## ٺهراءُ پنجون: ڪارا قانون منسوخ ڪيو

عوام جي خواهشن ۽ جذبات جي ترجماني جي مخالفت ڪندي، ملڪ جي تقريباً سيني سياسي ۽ غير سياسي ۽ تهذيبي جماعتن ۽ اخبارن جي گڏيل مقابلي جي پرواهه نه ڪندي سنڌ ۽ پاڪستان جي حڪومتن سنڌ سيفٽي ائڪٽ ۽ پاڪستان سيفٽي آرڊيننس کي منسوخ نه ڪيو آهي. عوامي جماعتن ۽ اخبارن تي لڳاتار هنن غير جمهوري ۽ ڪارن قانونن جي ذريعي حملا ٿي رهيا آهن.

سنڌ هاري ڪاميٽي اهڙن غير جمهوري ۽ عوام جي شهري آزادي کي دٻائڻ وارن ڪارن قانونن جي پر زور مذمت ٿي ڪري ۽ سنڌ ۽ مرڪزي حڪومت جي هن عوام دشمن عمل مان هي نتيجو ڪڍڻ ۾ حق بجانب آهي ته چند برسر اقتدار ليگي حڪمران طبقو پنهنجي عوام

دشمن پاليسي جي ڪري عوام ۾ پنهنجو وقار وڃائي چڪو آهي. پبلڪ سيفٽي ائڪٽ جهڙن غير جمهوري ۽ جارحانہ ڪارن قانونن جي ذريعي عوام ۽ اخبارن جي آواز ۽ آزاديءَ کي ڪچلڻ کان سواءِ پاڻ کي مسلط ۽ برسر اقتدار رکي نٿو سگهي.

سنڌ هاري ڪاميٽي شهري آزادي جي بحالي جي آواز بلند ڪرڻ لاءِ ملڪ جي سڀني ترقي پسند جماعتن ۽ مزدورن کي اپيل ٿي ڪري تہ سڄي سنڌ ۾ "شهري آزادي جون انجمنون" ٺاهيون وڃن ۽ سنڌ سيفٽي ائڪٽ، پاڪستان سيفٽي آرڊيننس، سنڌ فرنٽيئر ريگيوليشن ۽ حر ائڪٽ جي منسوخي ۽ سياسي نظربندن جي آزادي لاءِ منظم تحريڪ هلائي جدوجهد ڪن.

## نهراءُ ڇهون: ٽيننسي ائڪٽ

جيئن تہ اخبارن جي رپورٽن مان ظاهر ٿيو آهي تہ رٽيل ٽيننسي (هارين جي حقن جي) بل کي سليڪٽ ڪاميٽي غور ڪرڻ بعد آخرين طرح جيڪا صورت ڏني آهي، تنهن کي ٽن سالن جي شرط کي وڌائي پنج سال ڪيو آهي. وغيره. سليڪٽ ڪاميٽي، لڪين هارين جي خواهشن ۽ مطالبن جنهن جو مظاهرو ميران محمد شاهہ جي ڪونايل ڪانفرنسن ۾ ڪيو ويو هو ڪو بہ قدر نہ ڪيو آهي ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي جي پيش ڪيل رٿن ۽ درستين کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. ان مان صاف ظاهر آهي تہ موجوده زميندار جاگيردار اسيمبلي ميمبرن ۽ سنڌ سرڪار ۾ ديانتداريءَ جو ذرو بہ ڪو نہ آهي.

سنڌ هاري ڪاميٽي، سليڪٽ ڪاميٽي جي اڪثريت جي ڪليل عوام دشمني جي پرزور مذمت ڪري ٿي ۽ وري بہ ٻڌائڻ ٿي چاهي تہ اهڙي نام نهاد بل جنهن جي ذريعي زميندارن جي ڦرلٽ ۽ هارين جي بي دخلين کي قانوني شڪل ڏني وڃي ٿي، انهيءَ کي سنڌ جا هاري ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندا جيستائين بل ۾ هيٺيون ڳالهيون نہ هونديون:

1. بنا ڪنهن شرط شروط جي سيني هارين کي دائمي ضروري حق ڏنو وڃي.
2. بٽئيءَ جي سرشتي کي ختم ڪري نقد ايربو مقرر ڪيو وڃي.
3. بل جو قلم 13 ڪڍيو وڃي.
4. پاٿيءَ جي شيئر لسٽ ۾ هارين جو نالو داخل ڪيو وڃي.

**ٺهراءُ ستون: هارين جون بي دخليون بند ڪريو**

سڄي سنڌ ۾ زميندارن ۽ جاگيردارن طرفان هارين کي زمينن تان زبردستي بي دخل ڪرڻ، متن ڪوڙا ڪيس ڪرائڻ، گهرن کي باهيون ڏيارڻ جهڙا وحشيانہ ظلم ۽ ڏاڍايون ٿي رهيون آهن جنهن ۾ خاص طرح سنڌ اسيمبليءِ جا ميمبر ۽ وڏيرن جا چاڙتا پيش پيش آهن. مثال طور مير غلام علي ٽالپر، رحيم بخش سومرو، خير شاهہ، غلام رسول جتوئي ۽ لاڙڪائي جي وڏن زميندارن هزارين هارين کي سندن زمينن ۽ گهرن مان ڪڍي خانہ بدوش ڪيو آهي.

سنڌ هاري ڪاميٽي هنن ظالمانہ بي دخلين خلاف احتجاج ڪندي مطالبو ٿي ڪري تہ بي دخلين کي هڪدم بنجو ڏيڻ لاءِ آرڊيننس نافذ ڪيو وڃي.

انهيءَ سان گڏ سنڌ جي هارين کي اپيل ٿي ڪجي تہ هو منظم ٿي هنن ناجائز بي دخلين جو ثابت قدمي سان مقابلو ڪن ۽ زمين تان هرگز بي دخل نہ ٿين.

**ٺهراءُ اٺون: مزدورن ۽ هارين ڏانهن پيغام**

سنڌ هاري ڪاميٽي پنجاب، سرحد، مشرقي بنگال ۽ ڪراچي جي هارين، مزدورن، ڪلارڪن ۽ اديبن کي برادرانہ پيغام مبارڪباد ٿي موڪلي جو هو پنهنجي صوبي اندر ظالم جاگيردارن ۽ حڪومت جي ظلم ۽ تشدد جو وڏي بهادريءَ سان مقابلو ڪري رهيا آهن ۽ يقين ٿي

ڏياري تہ سنڌ جا هاري سندن هن جدوجهد ۾ ساڻن گڏ آهن. صوبائي ۽ مرڪزي حڪومتن ڪان هي ڪانفرنس مطالبو ٿي ڪري تہ سيني عوامي اڳواڻن، خاص طرح ڪراچي جي نظر بندن، سوڀوگيانچنداڻي، شرف علي، ابراهيم، ابراهيم جليس کي هڪدم آزاد ڪيو وڃي ۽ سيني مزدور هاري اڳواڻن خلاف نڪتل گرفتاريءَ جي وارنٽن کي واپس ورتو وڃي.

**نهراءُ ناٿون: "انجمن ترقي پسند مصنفين" تان بندش لاهيو**

سنڌ هاري ڪاميٽي پاڪستان حڪومت جي هن حڪم جي سخت مذمت ڪري ٿي جنهن جي ذريعي "انجمن ترقي پسند مصنفين" کي سياسي جماعت نهرايو ويو آهي ۽ مطالبو ٿي ڪري تہ اهڙو علم ۽ ادب دشمن حڪم واپس ورتو وڃي.

**نهراءُ ڏهون: هندستان جي عوام کي مبارڪباد**

سنڌ هاري ڪاميٽي هندستان جي محنت ڪش عوام، خاص طرح تلنگانہ، بنگال جي هارين مزدورن ۽ سياسي نظربندن کي مبارڪباد جو پيغام ٿي موڪلي جو هنن زمين، روزگار ۽ سوشلزم لاءِ هندستان جي جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي نمائندن نهرو پٽيل جي فاشست حڪومت جي گولين، لٺين، نظربندي ۽ زبان بندي خلاف انقلابي جدوجهد شروع ڪئي آهي.

سنڌ جي هارين کي هي ٻڌي ڪري سخت صدمو پهتو آهي، جو تلنگانہ (حيدرآباد دکن) جي سو کان وڌيڪ عوامي اڳواڻن کي ڦاسي جون سزائون ڏنيون ويون آهن ۽ ڪيترن سياسي نظربندن کي جيل ۾ گوليون هڻي شهيد ڪيو ويو آهي. سنڌ هاري ڪاميٽي ان جي پر زور مذمت ڪندي مطالبو ٿي ڪري تہ تلنگانہ جي بهادر هارين کي ڏنل سزاءِ موت منسوخ ڪيو وڃي.

**نهراءُ يارهون: ويٽ نام جي جمهوري حڪومت کي تسليم ڪريو.**

سنڌ هاري ڪاميٽي حڪومت پاڪستان کان پرزور مطالبو ٿي ڪري ته ويٽ نام جي آزادي پسند عوام جي نمائنده حڪومت جا ڊاڪٽر هو چي منه جي سرڪردگيءَ ۾ قائم ٿي آهي، تنهن کي جلد ۾ جلد قبول ڪري سفارتي تعلقات قائم ڪيا وڃن.

**نهراءُ ٻارهون: برما ۽ ملايا**

سنڌ هاري ڪاميٽي حڪومت پاڪستان جي هن قدم کي سخت اکرن ۾ نندي ٿي جو هن ڪامن ويلٿ جي اشاري تي برما جي آزادي پسند عوام جي جهاد حريت کي ڪچلڻ لاءِ اتان جي رجعت پسند حڪومت کي سٺ لک پائونڊ (اٽڪل ست ڪروڙ روپين) جي امداد ڏيڻي ڪئي آهي ۽ ملايا جي عوامي تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ انگريزن کي پنجاب مان پوليس ڀرتي ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي.

**نهراءُ تيرهون: ننڍن ڪامورن جون پگهارون وڌايو**

هي ڪانفرنس مطالبو ٿي ڪري ته گهٽ پگهار وارن جا پگهار وڌائي مناسب ڪيا وڃن ۽ وڏن آفيسرن جون پگهارون گهٽايون وڃن ۽ ننڍن پگهارن وارن جي ڇانٽي بند ڪئي وڃي.

**نهراءُ چوڏهون: سرڪاري زمين جو وڪرو**

جنهن صورت ۾ زميداري ۽ جاگيرداري جي تنسيخ لاءِ عام تقاضا آهي ته آل پاڪستان مسلم ليگ به انهيءَ اصول کي ڪجهه حد تائين تسليم ڪيو آهي، تنهن صورت ۾ سرڪاري زمين ڪنهن به زميندار کي وڪرو نه ڪئي وڃي ۽ سڀ سرڪاري زمين فقط هارين ۽ ڪاشتڪار مهاجرن کي ڏني وڃي. انهي لاءِ هيءَ ڪانفرنس هيٺيون رٿون پيش ڪري ٿي:

1. بئراج جون سڀ رهيل زمينون فقط هارين کي هارپ گرانٽن جي صورت ۾ ڏنيون وڃن.
2. قسطن نہ ڏيڻ ڪري هندن جون رد ٿيل زمينون انهن هارين کي ڏنيون وڃن جي آبادي ڪندڙ آهن ۽ انهن کان فقط ڏهہ سيڪڙو بروقت ورتو وڃي ۽ باقي مالڪاڻو ويهن قسطن ۾ ڪانئن ورتو وڃي.
3. وڏي مدي وارن مقاطعن جون زمينون (ڊيني سر اسٽيٽ. بي سي جي اي. سي ايل ڊي وغيره) جيئن جيئن مدو پورو ٿئي تيئن هارين کي هارپ جي صورت ۾ ڏنيون وڃن. جيڪڏهن ائين سرڪار نہ ڪري تہ ڪم از ڪم فقره 6 وارين سهوليتن سان هارين کي اهي زمينون وڪرو ڪيون وڃن.
4. ڪچي جون زمينون فقط هارين کي يڪسالہ يا پنجسالہ تي ڏنيون وڃن ۽ نہ ڪنهن بہ زميندار کي مهاڳ يا ٻئي ڪنهن حق تي.
5. وارهہ حر سيٽلمينٽ واري زمين (600 ايڪڙ) هارين کي هارپ گرانٽن ۾ ڏني وڃي ۽ نہ ڪنهن زميندار کي.
6. هارين جي حالت ۾ رهيل قسطن ڏيڻ جي صورت ۾ رد ٿيل زمين موٽائي ريسٽور ڪئي وڃي.
7. هارين جي حالت ۾ گهٽ ۾ گهٽ ايراضي (21 ايڪڙ خشڪ پوک لاءِ ۽ اٺ ايڪڙ سارين لاءِ) جي بندش لاهي فقط سروي نمبر يا پيٽي سروي نمبر ڪئي وڃي جيئن هرڪو هاري سهوليت سان زمين طاقت آهر خريد ڪري سگهي.

## ٺهراءُ پندرهون: مهاجرن ۽ هارين جي آبادڪاري

هي ڪانفرنس هن ڳالهہ تي افسوس جو اظهار ڪري ٿي تہ رفيق حيدربخش جو لکيل خط. جو خواجه شهاب الدين. وزير آباد ڪاري پاڪستان ڏانهن لکيو هو ۽ جو حقيقتن تي مبني هو. انجو اڄ تائين جواب ڪو نہ مليو آهي. نڪو ان ۾ ڏيکاريل هارين سان بي

انصافين لاءِ ڪو بہ تدارڪ ٿيو آهي. زمين جي الاٽمنٽ جي باري ۾ هي ڪانفرنس زور دار مطالبو ڪري ٿي تہ هينين طرح اصول قائم ڪيا وڃن ۽ انهن تي مڪمل طرح عمل ڪيو وڃي:

1. هندن جي ڇڏيل زمين فقط سچن هارين ۽ ڪاشتڪار مهاجرن کي ڏني وڃي.
2. زمين اڌو اڌ هارين ۽ مهاجرن ۾ تقسيم ڪئي وڃي. جتي ڪنهن بہ ڌر سان بي انصافي ٿي آهي تہ انجو پورائو ڪيو وڃي.
3. زميندارن جو زمين تان قبضو ڇڏايو وڃي.
4. جن حالتن ۾ مهاجر پاڻ آبادي نہ ٿا ڪن انهن حالتن ۾ اصلي هارين جا حق محفوظ رهن.
5. پڪن ڳوٺن ۽ گهرن جي پرسان واري زمين اصلي هارين کي ڏني وڃي جيئن هنن کي گهر ڇڏڻ جي ضرورت پيش نہ اچي.

**ٺهراءُ سورهون:** حساب ڪتاب جي بحالي

هي ڪانفرنس گذشتہ سال جو حساب ڪتاب جنهن موجب ڊسمبر 1947ع کان فيبروري 1950ع تائين جمع =/14,343 روپيہ ۽ خرچ =/17,933 روپيہ آهي، بحال ڪري ٿي. جيئن تہ سنڌ هاري ڪاميٽي جي مالي حالت بلڪل خراب آهي ۽ تمام گهڻي کوٽ آهي (0-3590 روپيہ) تنهنڪري هڪ هاري فنڊ قائم ڪجي ۽ هر هڪ ضلع جي لاءِ پئسن جو تعداد مقرر ڪيو وڃي. ان فنڊ مان کوٽ بہ پوري ڪئي وڃي ۽ ضروري خرچن (رفيقن تي ڪيسن جو خرچ ۽ ڪارڪنن جي الائونس وغيره) جي پورائي ڪئي وڃي.

**ٺهراءُ سترهون:** عهديدارن جي بحالي

هي ڪانفرنس سنڌ هاري ڪاميٽي جي عهديدارن ۽ ورڪنگ ڪاميٽي جي ميمبرن جي چونڊ جا ڊيليگيٽن ڪئي آهي انکي بحال ڪري ٿي:

**عهديدار**

| | |
|---|---|
| رفيق حيدر بخش جتوئي | پريزيڊنٽ |
| مولوي نذير حسين جتوئي | وائيس پريزيڊنٽ |
| شمس الدين شاهه | " " " |
| رفيق عبدالقادر ايم خان | جنرل سيڪريٽري |
| غلام محمد لغاري | جائنٽ سڪريٽري |
| عبدالخالق | " " " |
| محمد معاذ | خزانچي |

**ٺهراءُ ارڙهون**:سنڌ هاري ڪاميٽي جو آئين

هي ڪانفرنس ڊيليگيٽن جي ميٽنگ ۾ هن رٿ کي بحال ڪري ٿي ته هيٺين چئن رفيقن جي ڪاميٽي نئون آئين تيار ڪري بحال ڪري:

**آئيني ڪاميٽي**

| | |
|---|---|
| 1. رفيق حيدربخش جتوئي | پريزيڊنٽ |
| 2. رفيق عبدالقادر | جنرل سيڪريٽري |
| 3. رفيق عبدالخالق | جوائنٽ سيڪريٽري |
| 4. رفيق قادر بخش نظاماڻي | ميمبر |

جيستائين نئون آئين بحال ڪيو وڃي تيستائين موجوده چيپل آئين مناسب درستين سان عمل ۾ اچي. ساليانِي ميمبري في چار آنه رهندي.

**اجلاس**

**حيدرآباد سنڌ**: 11 **جون** 1950ع

| | |
|---|---|
| 1. حاضر رفيق | 2. حيدربخش جتوئي |
| 3. عبدالقادر | 4. عبدالخالق |
| 5. غلام محمد لغاري | 6. نذير حسين |

7. علاؤ الدين سمون
8. نور محمد پليجو
9. نور الله
10. محمد معاذ
11. ميان محمد
12. غلام حسين
13. الهجوڙيو
14. علي احمد قريشي
15. عبدالواحد سومرو

**هيٺيان ٺهراءَ يڪراءِ پاس ڪيا ويا:**

1. سنڌ هاري ڪاميٽي مولوي نذير حسين ۽ عبدالواحد سومري کي هارين جي خدمت ۽ قربانين لاءِ مبارڪباد پيش ڪري ٿي ۽ پنهنجي فرض ادائي جي جاءِ تي موٽي اچڻ تي سندن خوش آمديد ڪري ٿي.

ڪاميٽي جي راءِ ۾ سندن گرفتاري هڪ ستمگريءَ جو مثال هئي ۽ هنن ليڊرن کو به ڏوهه نه ڪيو هو سواءِ هنجي ته هنن ستم رسيده هاري جي خدمت ۽ جدوجهد ڪئي هئي.

2. هي ورڪنگ ڪاميٽي جي ميٽنگ جاگيرداري جي خاتمي بابت سنڌ سرڪار جي ٽال مٽول ۽ اينگهه کي سخت اکرن ۾ ننڊي ٿي ۽ مطالبو ٿي ڪري ته جاگيرداري کي جلد از جلد ختم ڪيو وڃي. جاگيرداري جي دقيانوسي سرشتي کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪنهن به ائڪٽ جي ضرورت نه آهي ڇاڪاڻ ته اهي جاگيرون انگريزن پنهنجن سامراجي مقصدن لاءِ بغير قانون ڏنيون هيون ۽ اهڙيون سندون جاري ڪيون هيون، اهي سندون يڪدم منسوخ ڪيون وڃن.

3. هي ميٽنگ سنڌ جي مختلف هنڌن تي زميندارن، جاگيردارن ۽ پوليس جي طرفان هارين ۽ هاري ڪم ڪندڙ کي دبائڻ ۽ هيسائڻ لاءِ ڪوڙا ڪيس ڪري پريشان ڪيو ٿو وڃي ۽ هي ظلم ۽ تشدد سنڌ جي هاري تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ ڪيا ٿا وڃن. انهن کي سخت اکرن ۾ ننڊي ٿي. هي ميٽنگ مطالبو ٿي ڪري ته دٻاءُ ۽ تشدد جا ڪارا قانون سنڌ سيفٽي ائڪٽ، سنڌ فرنٽيئر ريگوليشن منسوخ ڪيا وڃن ۽ ظلم

جا طريقا جلد بند ڪيا وڃن.

4. هي ميٽنگ سڄي سنڌ ۾ زميندارن طرفان هارين کي زمين تان بي دخل ڪرڻ خلاف سخت احتجاج ٿي ڪري. ان سان گڏ هي ميٽنگ سنڌ سرڪار جي پاليسي کي سخت اکرن ۾ ننديِ ٿي جو هارين جي عام بي دخلين کي روڪڻ لاءِ ڪو قدم نہ کنيو ويو آهي.

سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌ سرڪار کان زوردار طلب ٿي ڪري تہ بي دخلين کي روڪڻ لاءِ جلد آرڊيننس نافذ ڪيو وڃي.

5. سنڌ هاري ڪاميٽي جي ورڪنگ ڪاميٽي جي هي ميٽنگ سنڌ ۾ اناج، خاص طور ڪڻڪ جي اگهن ۾ جيڪا موڙي آئي آهي ۽ اگهہ تمام ڪري پيا آهن ان تي سخت پريشاني ۽ تشويش جو اظهار ڪري ٿي ڇاڪاڻ تہ اگهہ جي ڪِرڻ ڪري سنڌ جي هارين کي تمام گهڻو نقصان ٿي رهيو آهي.

تنهنڪري هي ميٽنگ سنڌ سرڪار کان ۽ پاڪستان سرڪار کان مطالبو ٿي ڪري تہ ڪڻڪ ۽ ٻين زرعي پيدائش وارين جنسن جا اگهہ ضرورت جي ٻين شين جهڙوڪ ڪپڙو، لوهہ وغيره جي اگهن جي تناسب سان جلد از جلد مقرر ڪيا وڃن.

6. سنڌ هاري ڪاميٽي جي ورڪنگ ڪاميٽي جي هي ميٽنگ جيئن وقت بوقت ظاهر پئي ڪيو آهي، وري بہ ظاهر ڪري ٿي تہ سنڌ هاري ڪاميٽي جو ڪميونسٽ پارٽي سان ڪو بہ تعلق ڪو نہ آهي. سنڌ هاري ڪاميٽي هارين جي هڪ آزاد عوامي جماعت آهي جنهن ۾ هرڪو ماڻهو جو سنڌ هاري ڪاميٽي جي اغراض ۽ مقاصد کي مڃيندڙ آهي ميمبر ٿي سگهي ٿو.

7. هن ميٽنگ ۾ مولوي نذير حسين شڪايتون ڪيون تہ منهنجي گرفتاري کان پوءِ رفيقن ڪجهہ بہ نہ ڪيو. نڪو جلسا ڪيا نڪو تارون موڪليائون. نڪو "هيبس ڪارپس" درخواست ڪئي وئي. ائين بہ ظاهر ڪيائين تہ سنڌ هاري ڪاميٽي ڪا شئي ناهي، هي حيدرآباد واري

آفيس (صوبہ سنڌ آفيس) ضلع آفيس آهي ۽ بس. ڪيس سمجهايو ويو تہ سنڌ هاري ڪاميٽي ڇا ڇا ڪيو ۽ جنهن جي بدولت ڪيس رهائي حاصل ٿي. شام جي نشست ۾ مولوي نذير حسين غير حاضر رهيو.

(صحيح)

پريزيڊنٽ سنڌ هاري ڪاميٽي

## اجلاس

**سن:** 20 **اگست** 1950ع

حاضر ميمبر:

1 حيدر بخش جتوئي
2 شمس الدين شاهہ
3 عبدالقادر
4 جي ايم سيد
5 علي احمد قريشي
6 محمد عالم مگريو
7 علاؤ الدين سمون
8 نور محمد پليجو
9 محمد معاذ
10 محمد اوستو
11 عبدالخالق
12 عزيزالله

## ٺهراءُ

1. ورڪنگ ڪاميٽي کي ارمان آهي جو هيءَ ٽين ميٽنگ آهي ۽ منٽ لکي پيش نہ ڪيا ويا آهن. هي ميٽنگ ۾ سيني گذريل ميٽنگن جا منٽ پيش ڪجن تہ انهن کي بحال ڪيو وڃي.

2. سوال اٿيو تہ "سنڌ هاري ڪاميٽي هڪ سياسي جماعت آهي يا نہ؟"

ٺهراءُ: هي ورڪنگ ڪاميٽي هن راءِ جي آهي تہ سنڌ هاري ڪاميٽي سنڌ جي سياست ۾ حصو وٺي سگهي ٿي ۽ هن راءِ جي بہ آهي تہ هن جو بنيادي ايمان ملڪ جي موجوده معاشي نظام کي بدلائڻ لاءِ انقلابي طريقن ۾ آهي. هي ميٽنگ هن راءِ جي بہ آهي تہ موجوده حالتن جي مدنظر آئيني طريقن کي پنهنجي جماعت جي پروپگنڊا ۽ رجعت پسند

طبقي جي پول پڌري ڪرڻ لاءِ سنڌ اسيمبليءَ جي ايندڙ اليڪشن ۾ اميدوار بيهارڻ سان استعمال ڪيو وڃي.

ڪامريڊ نور محمد پليجي هن راءِ جي اختلاف ۾ ووٽ ڏنو تہ سنڌ هاري ڪاميٽي سياست ۾ حصو نہ ٿي وٺي سگهي ۽ نڪو اليڪشن ۾ بيهي سگهي ٿي. پر رٿ ڪثرت راءِ سان بحال ٿي.

3. باءِ اليڪشن دادو، سيوهڻ ۽ سکر جي حدن لاءِ هيٺين هاري پارليمينٽري بورڊ ناهي وئي جنهن جو ڪم ٿيندو حالتن کي جانچي اميدوار بيهارڻ:

1. حيدربخش جتوئي 2. عبدالقادر
3. علي احمد قريشي 4. محمد معاذ
5. عبدالخالق

4. ضلع دادو لاءِ هيٺين اليڪشن منتظم ڪاميٽي ناهي وئي:

1. حيدربخش جتوئي 2. نور محمد انصاري
3. تاج محمد صحرائي 4. جي ايم سيد
5. علي احمد قريشي (وڌيڪ ميمبر چونڊي سگهجن ٿا.)

5. سکر لاءِ هيٺين اليڪشن منتظم ڪاميٽي ناهي وئي:

1. حيدربخش جتوئي 2. شمس الدين شاهہ
3. حاجي محمد عالم مگريو 4. قائم الدين جتوئي
5. عبدالخالق (وڌيڪ ميمبر چونڊي سگهن ٿا.)

6. هيٺين اليڪشن فنڊ ڪاميٽي ناهي وئي:

1. حيدربخش جتوئي 2. جي ايم سيد
3. عبدالقادر

7. پبلسٽي يا تبليغ لاءِ هيٺيان ڪتاب ٻن مهينن اندر تيار ڪري ورڪنگ ڪاميٽي جي ميٽنگ ۾ پيش ڪيا وڃن تہ انهن کي ڇپائي اشاعت ۾ آڻجي:

1. حيدر بخش جتوئي هاري تحريڪ. ٽيننسي ائڪٽ ٿي.

| | |
|---|---|
| 2. جي ايم سيد | سنڌ ۾ زمين ڪيتري آهي، هاري ڪيترا آهن، زميندار ڪيترا آهن، هارين جي معاشرتي حالت، زمين جي تقسيم ڪيئن ڪئي وڃي. |
| 3. محمد معاذ | هارين جي موجوده حالت ۽ انهن جو مستقبل |
| 4. علاؤ الدين سمون | موجوده اسيمبليون، موجوده ليڊر ۽ انقلاب جا طريقا |
| 5. عبدالخالق | هاري ڪاميٽي جي تنظيم |
| 6. محمد عالم | رشوت خور ڪامورو |
| 7. شمس الدين شاهه | ڪارا قانون |
| 8. عبدالقادر | هاري تحريڪ جي تاريخ |

8. ڪمن جي ورهاست هيٺين موجب ڪئي وئي:

| | |
|---|---|
| پريزيڊنٽ: | ڪانفرنسن جو پروگرام ۽ عام نظرداري |
| جنرل سيڪريٽري: | ضلع هاري آفيسن جي تنظيم ۽ خط و ڪتابت، اڪائونٽ رکڻ، ميمبر داخل ڪرڻ، برانچون ٺاهڻ |
| جائنٽ سيڪريٽري: | اخبارن سان لهه وچڙ، ٽيننسي ائڪٽ هيٺ هارين جي درخواستن جو محاذ |

9. جنرل سيڪريٽري سنڌ هاري ڪاميٽي، هيٺين آفيسن سان خط و ڪتابت ڪري:

| ضلع | سيڪريٽري | ضلع آفيس |
|---|---|---|
| دادو | تاج محمد صحرائي | دادو |
| حيدرآباد | الهه جوڙيو | صوبه سنڌ هاري آفيس |
| ٺٽو | نور محمد پليجو | ٻنو- يا 14 وشنجي و شرام بلڊنگ |
| ميرپورخاص | مير محمد ٽالپر | نبي سر روڊ |

| | | |
|---|---|---|
| نوابشاهه | نور الله يا محمد معاذ | نوابشاهه |
| سکر | محمد عالم | هاري آفيس جاگيرائي محلو سکر |
| لاڙڪاڻو | عبدالواحد سومرو | هاري آفيس لاڙڪاڻو |

10. دادو ۾ هاري پارليمينٽري ميٽنگ مسٽر علي احمد قريشي جي جاءِ تي 3 سيپٽمبر 10 وڳي صبح پبلڪ ميٽنگ دادو ۾ 5. سيپٽمبر ساڍي 7 وڳي شام جو ڪجي ۽ جوهي ۾ 7 سيپٽمبر تي 6 وڳي شام جو ڪجي. انتظام مسٽر علي احمد ڪري.

11. اخبارن کي اطلاع ڏجي، ٽڪيٽن لاءِ درخواستون 3 سيپٽمبر 1950ع اندر گهرائجن. درخواستون مسٽر علي احمد قريشي سيڪريٽري هاري پارليمينٽري بورڊ دادو ڏانهن موڪلجن.

12. ٺهراءُ: هي ورڪنگ ڪاميٽي جي ميٽنگ سنڌ ۾ هارين ۽ هاري ڪم ڪندڙ تي زميندارن ۽ پوليس طرفان ٿيندڙ ظلم ۽ ڏاڍاين کي سخت اکرن ۾ ننديِ ٿي. خاص طرح رفيق عبدالخالق آزاد تي نوابشاهه جي ڊي ايس پي طرفان ٿيل حملي ۽ ارد زورائي متعلق سنڌ گورنمينٽ جي خاموشي خلاف احتجاج بلند ڪري ٿي. اهڙي طرح هاري ورڪرن ۽ هارين تي پوليس ۽ زميندارن گڏجي ڪوڙا ڪيس ڪرائي کين پريشان ڪري رهي آهي. مثال طور ضلع سکر هاري ڪاميٽي جي سيڪريٽري محمد عالم خلاف قلم 107 جي ڪارروائي ڪئي وئي آهي. حيدرآباد ضلع ۾ ڪيترن هارين ۽ هاري ڪم ڪندڙن تي زميندارن ڪوڙا ڪيس ڪيا آهن. مسٽر علاوالدين سمي کي سکر ضلع مان ٻن سالن لاءِ نيڪالي ڏني وئي آهي. اهي ڪارروايون هڪدم واپس ڪيون وڃن.

13. ٺهراءُ: هي ورڪنگ ڪاميٽي جي ميٽنگ ڪوريا جي خانه جنگيءَ ۾ امريڪا جي مداخلت تي نفرت جو اظهار ڪندي پاڪستاني حڪومت کان مطالبو ڪري ٿي ته هو هن معاملي ۾ غيرجانبدار رهي.

# ورڪرس ميٽنگ

## حيدرآباد ـ 15 آڪٽوبر 1950ع

هاري رفيقن ۽ دوستن جي ورڪرن جي ميٽنگ ٿي، هيٺين رفيقن شرڪت ڪئي:

1. حيدر بخش جتوئي
2. شمس الدين شاهه
3. عبدالقادر ايم خان
4. غلام محمد لغاري
5. عبدالخالق
6. غلام حسين سومرو
7. الهه جوڙيو
8. محمد معاذ
9. نورالله
10. محمد عالم مگريو
11. علاؤ الدين سمون
12. عزيز الله شهدادڪوٽي
13. علي احمد قريشي
14. فيض محمد قاضي نوابشاهه
15. خدا داد پٺي (نوابشاهه)
16. رئيس بروهي
17. شاهنواز شاهه
18. شفيع محمد آخوند (دادو)
19. تاج محمدصحرائي
20. غلام محمد بام
21. محمد عثمان ڏيپلائي
22. مولوي شاهه محمد
23. الاهي بخش قريشي (شهدادڪوٽ)
24. الاهي بخش عاربائي (رتوديرو)
25. بهادر خان ڪلوئي (نوابشاهه)
26. بالاچ خان بروهي (نوابشاهه)
27. امان الله خان ٻگهيو (مورو)
28. مجنون مسلم (سانگهڙ)
29. الهه رکيو چانديو
30. عدل نوناري

ميٽنگ ۾ رفيقن تقريرون ڪيون، انهن جا نوٽ (مکيه ڳالهيون) هيٺين طرح هئا:

**تاج محمد صحرائي:**

- اسان جا ليڊر فقط ليڊريءَ لاءِ آيا آهن. ايم ايل اي ٿيڻ لاءِ.
- شهري ماڻهو بزدل آهن. ڳوناڻا بهادر آهن.
- تعليم ۽ صحت لاءِ بندوبست ڪو نه ڪيو ويو آهي.

**غلام محمد بام:**

- ٽيننسي بل پاس ٿيڻ کان پوءِ اسان هارين وٽ ڪو نہ ويا آهيون.
- مرڪز موجود ڪو نہ آهي، تنظيم ڪا نہ آهي.
- ورڪرن کي پگهار مرڪز مان سڌو ملڻ کپي ۽ انهن کي مڪاني ڪاميٽي جو محتاج نہ ڪجي.

**نور الله:**

- اسان جي هاري تحريڪ کي بين الاقوامي حالتن ۽ زميندارن جي ظلمن مقبول ڪيو آهي ۽ نہ اسان جي ليڊرن.
- اسان جي ليڊرن ۾ پنهنجي جوابدارين جو احساس گهٽ آهي.
- ليڊرن ۾ نفاق ڏسي اسان نوان ورڪر گهبرائجي ٿا وڃون.

**مولوي عزيز الله:**

- هاري تحريڪ ۾ ليڊريءَ جي شوق لاءِ ماڻهو ڪو نہ ٿا اچن. هتي ليڊريءَ ۾ عياشي ڪا نہ آهي.
- ايم ايل اي ٿيڻ ۾ هاري ڪم ۾ ڪو نہ ٿا اچن جيئن گذريل آزمودي ڏيکاريو آهي.
- عملاً ڪيترا رفيق پنهنجو ڪم هڪ ڏينهن لاءِ ڇڏي بہ نہ ٿا اچن. پر نڪتہ چيني ڪندا رهن ٿا.
- هاري اسان کان اڳتي وڌي نہ ويو آهي. هاري ڪاميٽي ذريعي ئي هاري اڳتي وڌيو آهي.
- مڪاني هارين کي پنهنجون هاري ڪاميٽيون ناهڻ کپن ۽ مرڪزي ليڊرن تي ياڙڻ نہ کپي.

**غلام حسين سومرو:**

- تعليم لاءِ خاص پروپگندا جي ضرورت آهي.
- غريب طبقي کي (جيڪو هاري نہ آهي) ان کي بہ هاري ڪاميٽي ۾ شامل ڪجي.
- ٿي جي ميٽنگ ۾ ٿيل فيصلن کي عملي جامو پهرائڻ کپي.




سنڌ مدرسي ۾ دوستن سان گڏ



سنڌ مدرسي ۾ تعليم دوران دوستن سان گڏ



قطار پهرين ويٺل ساڄي کان کاٻي: محترم الهه رکيو سهتو مرحوم (پرائمري استاد)، محترم عبدالحڪيم عباسي (وڪيل) مرحوم، محترم سيٺ شمس الدين ميمڻ مرحوم، محترم علي احمد قريشي (وڪيل) دادو، محترم تاج صحرائي (وچ تي هار پاتل) محترم مرحوم آخوند شفيع محمد وڪيل (دادو)، محترم مرحوم مهتاب احمد شيخ، محترم مرحوم صدرالدين جوڻيجو وڪيل، مسٽر قريشي دادو.

قطار ٻي پٺيان بيٺلن ۾: طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جا استاد محترم محبوب علي هيسباڻي مرحوم، محترم محمد خان ميمڻ مرحوم، محترم شمس الدين مرحوم ۽ ٻيو اسٽاف، انور سولنگي، عبدالقادر.



دادوءَ ۾ ذوالفقار علي ڀٽي صاحب پاران پيپلز پارٽي قائم ڪرڻ دوران ڪوٺايل هڪ عام جلسي جي مصنف صدارت ڪندي
ساڄي ڪان جناب پير بخش خان ڀٽو، جناب ذوالفقار علي ڀٽو، مصنف ۽ مير رسول بخش خان ٽالپر
پٺيان وينل ساڄي ڪان مسٽر غلام قادر انصاري، محترم نيازٽگو وڪيل، دادا آسن داس وڪيل، ۽ ميان غلام اڪبر قريشي وڪيل



يورپ جي سير دوران



يورپ جي سير دوران



ڪوئيٽا جي دوري دوران، مصنف، منشي عرض محمد سولنگي ۽ هڪ مقامي دوست



ڪوئيٽا جي سفر ۾ تاج صحرائي سان گڏ



ڪوئيٽا جي دوري دوران



ڪوئيٽا جي سفر
دوران تاج صحرائي

فيبروري 1983ع ۾ انٽرنيشنل سنڌي پئنچائت فيڊريشن طرفان
شاهه عبداللطيف ڀٽائي جشن جي موقعي تي ورتل تصويرون



ساڳئي موقعي تي منهنجو جگري
دوست ڊاڪٽر علي نواز بلوچ
تقرير ڪندي.



ساڳئي موقعي تي
مصنف تقرير ڪندي.



بمبئي (هاڻي ممبئي) ۾
شاهه لطيف ڪانفرنس دوران
پروفيسر رام پنجواڻي شاهه
جو ڪلام ڳائيندي جهومي
رهيو آهي. هيٺ ڀڳواتي ناواڻي
به شاهه جو ڪلام ڳائي رهي آهي.



1983ع ۾ هندستان جي سير ۽ سفر دوران شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس جي
موقعي تي هندستان جي وڏي ڳائڻي ڀڳونتي ناواڻي کي اجرڪ ڍڪائيندي.



هڪ تقريب ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي کي اجرڪ ڍڪائيندي.



پروفيسر رام پنجواڻي سان ڪچهري ڪندي.




1969ع ۾ ايوب خان جي خلاف دادو ۾ ٿيل هڪ مظاهري جي مصنف اڳواڻي ڪندي ٻين دوستن ۾ سيف الدين پنهور وڪيل، محمد سليمان سميجو وڪيل، نصرالله ڪلهوڙو وڪيل، عبدالحڪيم عباسي وڪيل، نياز احمد ٽڳو وڪيل، اعجاز قريشي ۽ ٻيا.



نوجوان انجينيئر ۽ شاگرد اڳواڻ جهانگير شيخ سان گڏ مصنف ۽ پروفيسر اعجاز احمد قريشي



محترم تاج صحرائي منهنجو جگري ۽ دل گهريو دوست، اسان ٻنهي جي سٺ ورهين کي پهچندي مونکي اجرڪ ڍڪائيندي.



تاج صحرائي جي رٽائرمينٽ جي موقعي تي منهنجي طرفان سندس مان ۾ ڊنل دعوت، تاج صحرائي تقرير ڪندي.



دادو ۾ عورتن جي مختلف گڏجاڻين ۾ شامل منهنجي گهر واري ۽ دادو ضلعي جي آفيسرن جون گهر واريون.



دادو ۾ عورتن جي مختلف گڏجاڻين ۾ شامل منهنجي گهر واري ۽ دادو ضلعي جي آفيسرن جون گهر واريون.



منهنجو سهرو حاجي عبدالعليم قريشي.



منهنجي سهري جو ياءُ مولوي حاجي عبدالرحيم قريشي جنهن منهنجي گهرواري کي پاليو ۽ مونسان شادي ڪرائي.



منهنجي گهرواري حاجياڻي شهربانو.



اسڪول ۾ پڙهندي
1933ع ۾ ورتل تصوير



2012ع تي ورتل تصوير




هندوستان جي سفر دوران دوستن ۽ مهراڻ ادبي سنگت طرفان ڏنل دعوت جي موقعي تي سنڌو نگر ۾ شريمتي چندو ٻائي ڪاليج ۾ آجيان.




انهي موقعي تي ساڄي کان مصنف، موهن ڪلپنا، ڊاڪٽر علي نواز بلوچ ۽ هري موٽواڻي



مصنف ۽ ڊاڪٽر علي نواز بلوچ تاج محل آڏو.



مصنف، ڊاڪٽر علي نواز بلوچ ۽ ساٿي ميزبان جناب جتوئي.



مصنف ۽ لڇمڻ ڪومل لعل قلعي دهليءَ جي ٻاهران.



هري موٽواڻي، مصنف ۽ ڊاڪٽر علي نواز بلوچ.



گوبند مالهي، مصنف، دوست پرشوتم سانولاڻي ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي.



پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي سان گڏ سندس گهر ۾، وچ ۾ ٺهلرام آزاد پڻ ويٺل.



ساڄي کان اڳين لائين ۾ ڊاڪٽر علي نواز بلوچ، ايم ڪمل، ديال آشا،
مٿين لائين ۾ مصنف، موهن ڪلپنا، ٽيڪچند مست ۽ نارائڻ ڀارتي.



بمبئي ۾ سندري اتم چنداڻي ۽ سندس مڙس اي جي اتم سان گڏ



ساڄي کان محمد سليمان سميجو وڪيل، ٽيون نمبر مصنف، عبدالحميد ابڙو (تڏهوڪو سيشن جج ۽ اديب)، استاد بخاري، محمد علي پنهور وڪيل.



عطاءُالرحمان ميمڻ، مصنف، عبدالحميد ابڙو ۽ استاد بخاري.



منڇر ۾ شڪار ڪندي.



منڇر ۾ شڪار ڪندي.



دادو ۾ مصنف جي اڳ ۾ ڇپيل ڪتاب جمنا ڪناري جي مهورت جي موقعي تي ورتل تصوير، ساڄي کان: شفيع محمد سولنگي، تاج صحرائي، مصنف ۽ احمد خان مدهوش.




جمنا ڪناري جي مهورت جي موقعي تي تقرير ڪندي.



انهي موقعي تي ٻيا دوست ويٺل، امام بخش گهرياڙي وڪيل، غلام حسن قريشي (وڪيل) ، گهلو صاحب ۽ استاد شفيع محمد سولنگي.



ساڳئي موقعي تي مسٽر قمرالدين وڪيل، شجاع احمد قريشي وڪيل، عبدالحڪيم قريشي، محمد سليمان سميجو وڪيل ۽ مصنف.



سنڌ بار ڪائونسل جي ميمبر جي حيثيت سان دوستن سان گڏ ويٺل، ساڄي کان: مصنف، مسٽر امام علي ميمڻ، جسٽس رٽائرڊ غلام نبي سومرو، (تڏهن وڪيل)، مسٽر امداد علي اعوان وڪيل (مرحوم)



دادو ۾ دعوت دوران ساڄي کان، مصنف، محترم تاج صحرائي ، محترم مير محمد پرهياڙ(تڏهوڪو ڊي سي دادو)



سنڌ بار ڪائونسل جي وڪيل دوستن سان گڏ.





دادو ۾ وڪيل دوستن، پير مظهرالحق، عبدالمجيد جمالي، شفيع محمد ميمڻ، پير مجيب الحق ۽ ٻين سان گڏ.




حيدرآباد ۾ منهنجي (مصنف)، گهر ۾ محترم محمد ابراهيم جويي جي 91 هين سالگراهه ملهائيندي، موجود دوستن ۾ برڪت علي چوهاڻ، غلام نبي مغل، عنايت بلوچ، گل محمد عمراڻي، ڊاڪٽر عبدالڪريم بلوچ، تاج جويو، ذوالفقار هاليپوٽو، ظفر جوڻيجو، سليم چنو، زبير سومرو، علي آڪاش ۽ اعجاز قريشي شامل آهن.



محترم جمال ابڙي، استاد بخاري ۽ الطاف شيخ سان گڏ



1978ع ۾ پنهنجي گهرواري سان گڏ حيدرآباد واري گهر.



دادو واري گهر ۾ ورتل سڄي خاندان جو گروپ فوٽو (ڌيئر، پُٽَ، پوٽا، پوٽيون، ڏوهٽيون، پڙ ڏوهٽا، پڙ ڏوهٽيون، ننهون ۽ نياٽا.)



منهنجو پڙ پوٽو ريشائل قريشي
(منهنجي پوٽي فيصل قريشي جو پٽ)





منهنجون پڙ پوٽيون شهربانو قريشي ۽ دعا فاطمہ قريشي
(منهنجي پوٽي عبدالرحيم قريشي جو ڌيون)



مكي شريف ۾ عمرو ادا كندي.



دادوءَ ۾ منهنجو گهر



دادوءَ ۾ منهنجو گهر



ڪرسين تي ويٺل ساڄي ڪان: ڊاڪٽر منير احمد قريشي (نياڻو)، ظهير بابر قريشي (ننڍو پٽ
مصنف ۽ پروفيسر اعجاز قريشي (وڏو پٽ)
هيٺ ويٺل ساڄي ڪان : فيصل ظهير قريشي (پوٽو)، عبدالرحيم اعجاز قريشي (پوٽو) ۽
ڪيپٽن عديل ظهير قريشي (پوٽو)

- ضلع جي عهديدارن کي هفتيوار رپورٽون موڪلڻ کپن.
- خاص ظلمن جي ڪمن بابت پمفليٽ ڇپايا وڃن.
- پئسي جي حالت خراب آهي، هر ڪنهن کي فنڊ ڪٺا ڪرڻ گهرجن.

**شمس الدين شاهه:**

- وچولي طبقي کي تحريڪ ۾ آندو وڃي: ماسترن جون يونيون ٺاهيون وڃن نه وڪيلن جون، ننڍن دوڪاندارن ۽ مزدورن جون يونيون ٺاهيون وڃن.
- لٽريچر (ادب) اردو ۽ سنڌي ۾ ڏنو وڃي، ضلعن ۾ لائبريريون قائم ڪيون وڃن.
- ڳوٺ ڳوٺ ۾ هاري ڪاميٽي ٺاهي وڃي.
- هر هڪ ضلع کان باز پُرس ڪئي وڃي ته ڪيتريون ڪانفرنسون ڪوٺايون ويون.
- پندرهن روزه رپورٽ هر هڪ ضلع موڪلي.

**حڪيم محمد معاذ:**

- اهنج دور آفيسون کوليون وڃن.
- ڪن رفيقن اخبارن ۾ غليظ پروپگنڊا ڪيو آهي جو بند ٿيڻ کپي.
- هر هڪ ضلع ۾ گهٽ ۾ گهٽ به ماڻهو ڪل وقتي ڪم ڪندڙ هجن.

**غلام محمد لغاري:**

- هاري حقدار نعرو: به طريقا آهن: آئيني ۽ انقلابي، ڪهڙو رستو اسان کي وڻڻو آهي ان لاءِ اسان جا دماغ صاف هئڻ کپن.
- "مشين مئن" سست هئڻ سبب اسان جي هاري تحريڪ سست آهي.
- ڪانفرنسن جو پروگرام هئڻ کپي ۽ هر هڪ ضلع ۾ ڪامريڊن کي وڃڻ کپي.
- "هاري حقدار" اخبار نه ٿي هلي، تنظيم ڪا نه آهي.
- سنڌ هاري ڪاميٽي ۾ ڪانگريس وانگر ٽرمورتي آهي. هر ڪو ماڻهو پنهنجي ذميواري ڪٿي.

- ٻنهي جي موسم ۾ هاري پئسو ڏئي ٿو.
- هڪ خاص هنڌ تنظيم ڪئي وڃي.
- شهري ليبڊر شپ غلط آهي. هارين جي هٿن ۾ ليڊرشپ هئڻ کپي.
- نرا آڳوڻا (ميمبري فارمن تي) ڪم جا نه آهن. چار ماڻهو دماغ وارا سوين هارين کان بهتر آهن.
- بين الاقوامي حالتن ۾ هارين جي جوش تحريڪ وڌائي آهي ۽ نه سنڌ هاري ڪاميٽي.
- هارين جي ليڊر شپ ۾ تبديلي آڻجي، ٺيڪيداري سسٽم کي ختم ڪجي.
- ميمبري فارم ضلعن جي معرفت موڪليا وڃن.
- هر ڪنهن هاريءَ کي هاريءَ جو نشان "هاري حقدار" هئڻ کپي.
- شهري آزادين تي حڪومت جو وار آهي.
- ڪارن قانونن خلاف جدوجهد جاري رکي، شهري آزادين جو ڏينهن ملهايو وڃي.

**خدا داد:**

- تعليم — الف ب. نه پر سياسي تعليم جي ضرورت آهي.
- ڦٽين جو حصو هارين کي نه ٿو ملي، هارين کان 15- 16 روپيه في مڻ ڦٽيون ورتيون وڃن ٿيون. حالانڪ اگهه 30 روپيه کان مٿي آهي.
- هڪ ضلع ۾ هڪ تعلقي ۾ تحريڪ هلائي ۽ ان جو اثر سڄي سنڌ ۾ ٿيندو.

**علاؤ الدين سمون:**

- اخبارن ۾ گند ناهي.
- ليڊر ٽرمورتي ڪيو وينا آهن.
- ڳوٺن ۾ وڃڻ کپي.

پريزيڊنٽ وانگر هو. هن سوال کي ووٽ وٺڻ کان سواءِ مهمل ڪيو ويو.
هيٺيان ٺهراءَ يڪراءِ بحال ڪيا ويا:

## ٺهراءُ پهريون

هي هارين جي ميٽنگ دادو جي تڪ جي چوٽي چونڊ ۾ مسٽر ايم اي کهڙي وڏيرا شاهي حڪومت جي زور تي جنهن دٻڙ دونس ۽ شرمناڪ نموني ۾ مسلم ليگ جي مخالف اميدوارن. خاص طرح سنڌ هاري ڪاميٽي جي نمائندن رفيق حيدر بخش جتوئي ۽ تاج محمد صحرائي جا نامينيشن پيپر رد ڪرايا ۽ رفيق حيدربخش جتوئي دادو ضلعي مان عين موقعي تي ڪڍيو ويو ۽ مسٽر شفيع محمد آخوند کي جيل ۾ بند ڪيو ويو ۽ اهڙي طرح دادو — جوهي تڪ جي هزارين ووٽرن جي جمهوري حق کي ڪسيو ويو آهي. تنهن کي سخت اکرن ۾ ننڊي ٿي ۽ مطالبو ٿي ڪري ته مسلم ليگ جي اميدوار. مسٽر کهڙي جي سالي مسٽر عبداللطيف کي فوراً سنڌ اسيمبلي جي ميمبري تان خارج ڪيو وڃي ۽ انهيءَ تڪ ۾ نئين سر چونڊون ڪرايون وڃن.

هي ميٽنگ پاڪستان جي سيني جمهوريت پسند جماعتن ۽ سنڌ جي هارين کي اپيل ٿي ڪري ته هوءَ دادو جوهي تڪ جي جعلي چونڊ کي رد ڪرائڻ لاءِ زوردار تحريڪ هلائين. مسٽر کهڙي ۽ مسٽر فضل الله جي خلاف پروڊا ائڪٽ هيٺ ڪارروائي هلائي وڃي ۽ انهن کي پڪ آهي ته هو ڏوهي ثابت ٿيندا ۽ ميمبريءَ کان خارج ٿيڻ جا مستوجب ٿيندا.

## ٺهراءُ ٻيو

سڄي سنڌ ۾ هارين کي بيدخل ڪرڻ ۽ هارين جو خريف جو فصل خاص طرح ڦٽيون تمام گهٽ اڳهه تي هارين کان زبردستي ڪسي وڃڻ جي مهم زميندارن هلائي آهي ۽ هزارين هارين کي زمينن تان بيدخل ڪيو ويو آهي ۽ هارين کي گهٽ قيمت (چاليهه روپيه جي

عيوض 15 روپيه في مڻ) ڏيڻ ڪري انهن کي لکين روپين جو نقصان ڪيو آهي. هي ميٽنگ سنڌ سرڪار کان زوردار مطالبو ڪري ٿي ته انهن زميندارن خلاف يڪدم قدم کنيو وڃي ۽ هارين جي حقن جي حفاظت ڪئي وڃي. انهيءَ سان گڏ هيءَ ميٽنگ سڄي سنڌ جي هارين کي اپيل ڪري ٿي ته هو زميندارن جي ظلمن خلاف هڪ متحده محاذ قائم ڪن ۽ زميندارن کي پنهنجي هارپ جي حصو ڏيڻ کان انڪار ڪن.

## ٺهراءُ ٽيون

هيءَ ميٽنگ پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جي نئين آئين متعلق بنيادي شهري حقن جي سفارشن جي مذمت ڪري ٿي ۽ ميان افتخار الدين ۽ ميان شوڪت حيات جي تنقيدي تقريرن جي تائيد ڪري ٿي جي انهن اسيمبليءَ ۾ ڪيون. هي ميٽنگ سنڌ ۽ پاڪستان جي سيني جمهوري جماعتن ۽ عوام کي اپيل ٿي ڪري ته هو انهن بنيادي حقن جي سفارشن خلاف متحده محاذ قائم ڪري زوردار آواز اٿارين ۽ پاڪستان جي موجوده حڪمران طبقي جي انهن ڪارنامن کي خوار ڪن جي عوام جي جمهوري حقوقن جي پامالي ڪن ٿا.

## ٺهراءُ چوٿون

هيءَ ميٽنگ پاڪستان سيفٽي آرڊيننس جهڙي ڪاري قانون جي مدي وڌائڻ لاءِ جيڪو پاڪستاني حڪومت غير جمهوري قدم کنيو آهي، انکي سخت اکرن ۾ ننديٿي ٿي ۽ مطالبو ٿي ڪري ته پاڪستان سيفٽي آرڊيننس ۽ سنڌ سيفٽي ائڪٽ کي هڪدم منسوخ ڪيو وڃي ۽ انهن قانونن هيٺ گرفتار ڪيل مزدور ليڊرن ۽ سياسي ليڊرن کي آزاد ڪيو وڃي. ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ جي هينئر وزيرن جا چاڙتا ٿي ڪم ڪن ٿا سي قلم 110 هيٺ سزائن خلاف اپيلون رد ڪري ڇڏين ٿا. انهن اپيلن ٻڌڻ جو اختيار ڊسٽرڪٽ ججن کي ملڻ کپي جي اجا ڪجهه

حدتائين انهن ڪيسن تي انصاف جي نظر مبذول ڪري سگهن ٿا.

## نهراءُ پنجون

اٺ مهينا ٿيا ته سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪيو هو پر اجا تائين اهو ائڪٽ عمل ۾ نه آندو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته رول ٺاهيا ڪو نه ويا آهن. هارين جون زمينن تان بيدخليون جاري آهن ۽ انهن جي حصي مان ابواب ڪاٽيا پيا وڃن. هيءَ ميٽنگ مطالبو ڪري ٿي ته رول هڪدم پاس ڪيا وڃن.

تسليم شده بٽئي جي اڌو اڌ اصول کي ٽوڙڻ لاءِ زميندارن وٽ اجا به هارين جي حصي مان ڪاٽ سات ڪرڻ لاءِ گهڻا آهن جي هڙ ڏوڙوائي، واهي، لوهي ۽ ڪارائي جي نالي ۾ (جي شايد هڪ ٿي ماڻهو هجي) وٺي سگهي ٿو ۽ جي بلڪل بي انصافي طرح قلم 17 ۾ ڏنا ويا آهن. انهن ماڻهن جي باري ۾ اجوري جي رقم (ڪا به هجي ته) رولن ۾ مقرر ڪرڻ کپي ۽ ڪنهن به حالت ۾ هاريءَ جي حصي سان مڻ تي اڌ سير کان مٿي نه هجي.

## نهراءُ ڇهون

هي ميٽنگ پاڪستان جي 80 هزار مزدورن جي رهنما محمد ابراهيم جي گرفتاري خلاف زوردار احتجاج بلند ڪري ٿي ۽ سرڪار کان مطالبو ٿي ڪري ته انکي فوراً آزاد ڪيو وڃي. اسان جي سنڌ جي محبوب اڳواڻ سوڀي گيانچنداڻي کي ڪيترن مهينن کان بنا مقدمي قيد ۾ رکيو ويو آهي، ان کي هڪدم آزاد ڪيو وڃي.

## نهراءُ ستون

هي ميٽنگ قلڙا رياست ۾ انان جي ظالم حڪومت ... ۾ سرحدي حڪومت هارين تي گوليبازي ڪري ...

شهيد ڪيو آهي. تنهنڪي سخت اکرن ۾ ننڌي ٿي ۽ مطالبو ٿي ڪري تہ ٺلڙا جي هارين تي گوليبازي جي جانچ لاءِ هڪ ٽريبونل مقرر ڪئي وڃي جا تحقيقات ڪري ۽ مجرم ماڻهن کي سخت سزائون ڏنيون وڃن.

## ٺهراءُ اٺون

هي ميٽنگ گورنمينٽ آفيسرن جي الاٽمينٽ پاليسي تي اعتراض اٿاري ٿي جي اجا تائين غير ڪاشتڪارن ۽ جڙتو هارين کي زمينون الاٽ ڪري پيا ڏين. ۽ سچن هارين جي حق تلفي پيا ڪن. جيتوڻيڪ پاڪستان ۽ سنڌ سرڪار جا احڪام آهن تہ ڇڏيل زمين مهاجر ۽ سنڌي هارين ۾ اڌو اڌ تقسيم ڪئي وڃي. پر تڏهن بہ انهن احڪامن جي پيروي نہ ٿي ڪئي وڃي. هي ميٽنگ تقاضا ڪري ٿي تہ غير ڪاشتڪار ماڻهن کان زمينون کسيون وڃن ۽ سموري ڇڏيل زمين فقط ڪاشتڪار مهاجر ۽ سنڌي هارين کي اڌو اڌ ڪري ڏني وڃي.

## ٺهراءُ نائون

هي ميٽنگ مطالبو ٿي ڪري تہ سنڌ اندر سڀ جاگيرون رد ڪيون وڃن ۽ اصلي هارين جي مالڪي قبول ڪئي وڃي. ڇاڪاڻ تہ حقيقت ۾ اها زمين انهن هارين جي وڏن جي ملڪيت هئي جا شهنشاهي طاقتن انهن کان ڦري هئي. جاگيرن جي ختم ڪرڻ سان هڪ تہ خون چوسيندڙ نظام سيني لعنتن سميت ختم ٿي پوندو. ۽ ملڪ جي مالي حالت بہ سڌري ويندي. سنڌ جي هڪ اڳئين وڏي وزير وڏي واڪي اظهار ڪيو هو تہ جاگيرون هن سال ختم ڪيو وينديون. اهو انجام سنڌ سرڪار کي ضرور پاڙڻ گهرجي توڙي ڪٿي دير ٿي وئي آهي.

حيدربخش جتوئي
پريزيڊنٽ سنڌ هاري ڪاميٽي.
14-01-1951

## ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي گرفتاري جي ننديا

11 فيبروري 1968ع رات جو دادو ضلع هاري ڪاميٽي جي صدر رفيق علي احمد قريشي جي صدارت هيٺ هاري ورڪرن جو اجلاس ڪوٺايو ويو. اجلاس ۾ صدر محترم رفيق جتوئي جي گرفتاري بابت روشني وجهي ۽ ٻڌايو ته رفيق جتوئي سنڌ جي زبان آهي. جنهن کي هن نموني جيل ۾ سي ڪلاس ۾ رکي حڪومت چڱو ڪارنامو نه ڏيکاريو آهي. رفيق جتوئي جي گرفتاري سنڌ جي هر هڪ محبِ وطن شهري کي صدمو پهچايو آهي. ۽ ٻين جماعتي فيصلن کان سواءِ حڪومت کان مطالبو ڪيو ويو ته:

رفيق جتوئي سنڌ جو محبوب رهنما ۽ سنڌ جي عوام جي زبان آهي. جنهن کي بنا تهمتن جي جيل ۾ سي ڪلاس ڏيڻ واري حڪومت جي قدم خلاف هيءَ اجلاس احتجاج بلند ٿو ڪري ۽ مطالبو ٿو ڪري ته رفيق جتوئي کي فوراً آزاد ڪيو وڃي.

يادن جا ورق

علي احمد قريشي

منهجر پبليڪيشن

## اسان جو بابا سائين!

### (اولاد جا تاثرات)

پيءُ ماءُ جي پنهنجي اولاد سان محبت ۽ اولاد جو پنهنجي والدين سان پيار هڪ فطري جذبو آهي. انهن سيني ڳالهين سان گڏوگڏ منهنجو والد محترم علي احمد قريشي منهنجو استاد ۽ رهنما پڻ آهي. ڇاڪاڻ ته مان سندن تعليم ۽ تربيت جي فيض سبب ئي علم، ادب، سياست ۽ سماجي ڀلائي جي سرگرمين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳس. اها منهنجي لاءِ بي انتها خوشيءَ جي ڳالهه آهي ۽ گڏوگڏ هڪ وڏو اعزاز پڻ آهي.

**پروفيسر اعجاز قريشي**

اِها ڳالهه نهايت اهم آهي ته بابا سائين جن سنڌ جي قومي سياست ۾ سرگرم رهڻ سان گڏوگڏ پنهنجي گهر، خاندان ۽ ٻارن کي وقت ڏنو. اسان کي سهڻي ۽ سٺي تربيت ڏني ۽ تعليم جي زيور سان سينگاريو. سندن دڙڪو داٻ هجي يا تنبيهه. اسان کين اولاد سان بي انتها پيار ڪندڙ ۽ شفيق پيءُ جي طور تي ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي.

**ظهير بابر قريشي**

بابا سائين جي محبت، شفقت، تعليم ۽ تربيت اسان جي زندگيءَ جو هڪ اهڙو اثاثو آهي جيڪو مال ۽ ملڪيت کان هزار ڀيرا وڌيڪ ۽ اهم آهي.

**نجمه قريشي**

بابا سائين جي زندگي هڪ کليل ڪتاب وانگر آهي جيڪا سندن آتم ڪٿا جي هر ورق وانگر چٽي ۽ پڌري آهي. اسان نياڻين کي ٻه پٽن جيترو ئي ڀائيندا آهن. سادگيءَ سان زندگي گذارڻ ۽ خدمت خلق سندن خاص اصول رهيو آهي ۽ اسان کي پڻ اهائي تلقين ڪندا رهندا آهن.

**فهميده قريشي**

هڪ آئيڊيل پيءُ پنهنجي اولاد کي ڇا تو ڏيئي سگهي؟ سٺي تعليم، تربيت ۽ سهڻو ورثاءُ، بابا سائين اسان کي اهو سڀ ڪجهه ڏنو آهي.

**شيرين قريشي**

اها منهنجي لاءِ هڪ نهايت اعزاز ۽ خوشنصيبي جي ڳالهه آهي ته سنڌ جو هڪ هڏ ڏوکي رهنما محترم علي احمد قريشي منهنجو سهرو آهي. هن جو منهنجي مٿان پيءُ جهڙو شفقت ڀريو ڇانورو آهي.

**ڊاڪٽر منير احمد قريشي**

اسانجو سهرو (علي احمد قريشي) پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ هڪ عظيم ڪردار جو مالڪ انسان آهي. اسان لاءِ هو هڪ شفيق ۽ مهربان پيءُ وانگر آهي. سندس سڄي عمر جو ساٿ اسان لاءِ خوشي ڀريو سرمايو آهي.

**ياسمين اعجاز قريشي**
**غزاله ظهير بابر قريشي**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڀِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄ‌ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)